# پيغام

(۱) مهراڻ جي سيرت نمبر جي اشاعت ۾ بورڊ جيڪا محنت ۽ ڪوشش ڪئي آهي، اها قابل تحسين آهي.

سي. ايم. ايل. اي سيڪريٽريٽ، ليفٽيننٽ ڪرنل محمد ظهير ملڪ
راولپنڊي. مليٽري سيڪريٽري صدر پاڪستان.

(۲) "مهراڻ" مليو. خوشي ٿي. اهو معلوم ڪري پڻ خوشي ٿي ته اوهان جا عالم قرآن ڪريم جي هڪ ناياب نسخي تي ڪم ڪري رهيا آهن. جڏهن اهو پڻ شايع ٿئي ته مون کي اطلاع ڏيندا.

ڊاڪٽر محمد افضال
چيئرمن يونيورسٽي گرانٽس ڪميشن ۽ مشير
براءِ اعليٰ تعليم صدر پاڪستان، اسلام آباد.

(۳) مهراڻ جو سيرت نمبر مليو. نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن جي سيرت مبارڪ ۽ اسلامي تعليم ۽ ثقافتي ورثي جي تحفظ ۽ فروغ لاءِ بورڊ جي علمي ڪوششن جو مان قدر ڪريان ٿو.

جسٽس سيد غوث علي شاهه
وزير تعليم، ثقافت، رانديون ۽ قانون
حڪومت سنڌ.

(۴) مير صاحب اڄڪلهه ڪن ڪتابن، خاص طرح مهراڻ جي "سيرت نمبر" کي نهايت دلچسپيءَ سان مطالع ڪري رهيو آهي. موصوف ان باري ۾ اوهان کي سنت پاڻ به خط لکندو.

محمد صديق ويڙهو
پوليٽيڪل سيڪريٽري ڊفينس منسٽر
حڪومت پاڪستان.

(۵) مهراڻ جي "سيرت نمبر" کي جناب الاهي بخش سومري وزير صنعت حڪومت پاڪستان تمام گهڻو پسند ڪيو آهي ۽ هن نمبر شايع ڪرڻ تي اوهان کي مبارڪباد ڏني آهي.

علي نواز ڪلهوڙو
پرائيويٽ سيڪريٽري وزير صنعت
حڪومت پاڪستان.

(٦) سيرت نمبر جي شاندار اشاعت تي مبارڪباد قبول ڪندا. سنڌي ۽ ديني ادب جي اشاعت لاءِ اوهان جون ڪوششون قابل قدر آهن.

ڊاڪٽر سعيد مطلوب حسين
پاران: وزارت مذهبي امور،
حڪومت پاڪستان.

(٧) مهراڻ جو سيرت نمبر پڙهي خوشي ٿي. اوهان سيرت نمبر ڪيءَ وڏي محنت ۽ محبت سان مرتب ڪيو آهي.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ
اعزازي وائيس چانسيلر اسلاميہ يونيورسٽي،
اسلام آباد.

(٨) سيرت نمبر ۾ رسول ڪريم جن جي حيات طيبہ جي سڀني پهلوئن تي سير حاصل مواد موجود آهي. منهنجي تجويز آهي تہ ملڪ جي سڀني لئبررين ۾ سيرت نمبر رکڻ گهرجي. اهڙي شاندار نمبر شايع ڪرڻ لاءِ بورڊ جون ڪوششون قابل تعريف آهن.

نجم الدين منگريو
اسسٽنٽ ايڊيوڪيشنل ايڊوائيزر،
وزارت تعليم حڪومت پاڪستان اسلام آباد.

(٩) مهراڻ جو سيرت نمبر اسلامي ادب ۽ علم جو نشان آهي. ان جو مواد هر لحاظ کان مسلمانن ۽ خاص طرح اهل سنڌ لاءِ نهايت مفيد معلوماتي سرمايو آهي.

سيد وصي مظهر ندوي
ميئر، حيدرآباد ميونسپل ڪارپوريشن.

(١٠) سيرت نمبر مهراڻ جو نهايت قيمتي پرچو آهي. ان جي شاندار اشاعت لاءِ اوهان جي ڪوششن ۽ محنتن کي آءٌ بخوبي سمجهي سگهان ٿو. اوهان کي مبارڪ هجي.

امداد جوڻيجو
ميمبر، پاڪستان بئنڪنگ ڪائونسل، ڪراچي.

(١١) سيرت نمبر ۾ اهي مڙئي خوبيون آهن، جيڪي اهڙي "خاص نمبر" ۾ هئڻ کپن. ان جي سهڻي سنّاءِ ۽ مقامات مقدسہ جي نادر تصويرن جي اشاعت مون کي ڏاڍي وڻي.

پروفيسر غلام رباني عزيز
اٽڪ، صوبہ سرحد.

(١٢) سيرت نمبر جهڙي يادگار پرچي جي اشاعت تي مبارڪباد قبول ڪندا.

شيخ نياز احمد
مالڪ، شيخ غلام علي اينڊ سنس، لاهور.

(١٣) سيرت نمبر جهڙي جامع ۽ اهم علمي خدمت جي تعريف لاءِ سون کي لفظ ڪونہ ٿا سجهن.
ڪشور ناهيد
ريزيڊنٽ ڊائريڪٽر پاڪستان نيشنل سينٽر، لاهور.

(١٤) سيرت نمبر ۾ آيل مضمون نهايت جاندار، حيات پرور ۽ روح افزا آهن.
نورشاهين، حيدرآباد.

(١٥) سيرت نمبر ۾، مواد جي معيار ۽ ضخامت جون ضرورتون پڻ پوريون ڪيون ويون آهن. معمولي وقت ۾ اوهان واقعي غير معمولي ڪارنامو ڪري ڏيکاريو آهي.
ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ
ڪراچي.

(١٦) سيرت نمبر ۾ سرورق تي سچي سردار جي روضي مبارڪ جي ديدار نيڻن کي ٺاري ٺَگ ڪيو ۽ حضور پرنور جو خط باعث سرور ثابت ٿيو.
احمد خان آصف مصراڻي
خيرپور ناٿن شاهه.

(١٧) سيرت نمبر تمام معياري پرچو آهي. اهو اڳتي هلي سنڌ جي ديني ادب ۾ تاريخي دستاويز جي حيثيت حاصل ڪندو.
منير سولنگي
پير جو ڳوٺ، ضلعو خيرپور.

(١٨) مهراڻ جو سيرت نمبر هر لحاظ کان تعريف جي قابل آهي. بفضل الله تعاليٰ مهراڻ هن وقت صحيح راهہ تي، صحيح نموني ۾، صحيح ادب پيش ڪري، سڀني رسالن کان ڪامياب وڃي رهيو آهي.
گل حسن گوپانگ "شاد"
شهدادڪوٽ.

(١٩) سيرت نمبر ڏسي دل خوش ٿي. اهڙو شاندار "خاص نمبر" شايع ڪري اوهان ادبي بورڊ ۽ پاڻ کي مبارڪ جو مستحق بنايو آهي.
پروفيسر ڊاڪٽر اياز حسين قادري
ڪراچي.

(٢٠) سيرت نمبر ۾ آيل سڀ مضمون قابل قدر آهن.
پروفيسر ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي
لاڙڪاڻو.

(٢١) سيرت نمبر، جهڙو پاهران اکين جو ٺار آهي، تهڙو اندران هنئين جو هار آهي. سيرت نمبر ۾ هر مضمون پنهنجو سَت پاڻ آهي.
حافظ خير محمد اوحدي
شڪارپور.

(٢٢) حضور اڪرم صلعم جن جي سيرت مبارڪ تي هر پهلوءَ کان تقريبن چڱو ۽ گهڻو ڪجهه لکيو ويو آهي ۽ هن زماني ۾ مسلمانن کي پنهنجي پيغمبر جي سيرت کان واقف ڪرڻ وڏو ۽ ضروري ڪم آهي. الله تعاليٰ اوهان جي اداري کي جزاء خير سان نوازي.

مولانا جان محمد ڀٽو، منصوره.

(٢٣) سيرت نمبر مهراڻ جو معياري ۽ تاريخي پرچو آهي.

قمرالزمان شاهه، حيدرآباد.

(٢٤) سيرت نمبر جي سهڻي سٽاء تي روح کي جيڪا راحت رسي، ان جي اظهار کان رهي نٿو سگهجي.

عزيزالرحمان ٻگهيو، حيدرآباد.

(٢٥) سهڻي سيرت نمبر جي يوم باب‌الاسلام جي موقعي تي مبارڪ اشاعت، کير ۾ کنڊ مثل آهي.

رحيم بخش "قمر"، نواب شاهه.

(٢٦) سيرت نمبر ۾ حضور پاڪ جن جي سيرت مبارڪ جي هر پهلوءَ تي منثور ۽ منظوم روشني وڌي ويئي آهي. شايد ئي ڪا اهڙي ڳالهه رهجي ويئي هجي، جنهن تي ڪا تحرير موجود نه هجي. اسان ان نمبر ڇپائڻ تي بورڊ جي سڀني ڪارڪنن کي مبارڪون ڏيون ٿا.

روزانه "مهراڻ"، حيدرآباد.

(٢٧) سنڌي ڪتاب پڙهندڙن، خاص ڪري ڪاليجن ۽ يونيورسٽيءَ جي شاگردن کي سيرت نمبر جي اشاعت مان فائدو وٺڻ گهرجي.

روزانه "آفتاب"، حيدرآباد.

(٢٨) سيرت نمبر بورڊ جي مطبوعات ۾ هڪ سٺي واڌاري طور ئي نه، پر تحقيق لاءِ پڻ هڪ معياري اشاعت تصور ڪيو ويندو.

سنڌي ادبي بورڊ، سنڌ جو هڪ قديم تحقيقي ادارو آهي، جنهن بيشمار موضوعن تي سوين ڪتاب شايع ڪيا آهن. تاريخ، طب، سائنس، لغت، لوڪ ادب، قديم و جديد ادب، تمام ميدانن ۾ ضخيم ۽ تحقيقي ڪتابن کان وٺي ٻارن جي ادب تائين هڪ طويل فهرست، ان جي ڪارڪردگيءَ کي ثابت ڪري ٿي.

روزانه "جنگ"، ڪراچي.

(٢٩) سيرت نمبر جي اشاعت تي اسان اداري کي مبارڪباد ڏيون ٿا ۽ اميد ڪريون ٿا ته ذڪر مصطفيٰ جا چراغ ائين ئي روشن رهندا، ڇو ته دلين جا انڌيرا انهن چراغن جي روشنيءَ کان سواءِ دور ٿي نه سگهندا.

روزانه "جسارت"، ڪراچي.

(٣٠) سيرت نمبر کي پڙهڻ ۽ سمجهڻ عين ثواب آهي.

هفتيوار "همدرد"، ميرپورخاص.

(۳۱) بورڊ ڪيترائي ديني ڪتاب شايع ڪيا آهن. سيرت نمبر انهن ۾ هڪ معياري اضافو آهي.

هفتيوار ”صبح صادق“ نواب شاهه.

(۳۲) هر مسلمان مرد ۽ عورت لاءِ مهراڻ جي سيرت نمبر جو مطالعو ضروري آهي.

هفتيوار ”آواز سنڌ“، دادو.

(۳۳) ”سيرت“، عربي زبان جو لفظ آهي، جنهن جون معنائون عادت، خصلت ۽ خو وغيره آهن. اسان کي گهرجي ته اسان جي نبي ڪريم صلي‌الله عليه وسلم جن جي سيرت مبارڪ جو مطالعو ڪريون ۽ سندن سنت تي عمل ڪريون.

”مهراڻ“ جو ”سيرت نمبر“ ايتريقدر سيرت تي جامع آهي، جنهن جو سنڌي رسالن ۾ ڪو مثال ڪونهي.

حضرت مخدوم محمد زمان طالب‌المولىٰ
سجاده نشين،
درگاهه حضرت مخدوم نوح سرور رحه، هالا سنڌ.

(۳۴) سنڌي ادبي بورڊ جيڪا علم ۽ ادب جي خدمت ڪئي آهي، ان جو مثال سنڌ ۾ جي ٻئي ڪنهن به اشاعتي اداري ۾ نٿو ملي. بورڊ جي علمي ادبي خدمتن ۾ رسالي مهراڻ کي هڪ خاص جاءِ حاصل آهي. تازو سيرت نمبر جنهن آب وتاب سان شايع ٿيو آهي، ان کي مهراڻ جي وقت تائين شايع ڪيل سڀني نمبرن ۾ خاص نمبر شمار ڪري سگهجي ٿو. هن نمبر ۾ حضرت محمد رسول‌الله صلي الله عليه وسلم جن جي زندگيءَ مبارڪ جي جدا جدا پهلوئن تي تحقيقي مضمون ۽ مقالا ۽ نعتيه ڪلام شامل ڪيل آهن. اهي تحريرون موجوده وقت جي سٺن ليکڪن جي رشحات قلم جا شاهڪار آهن.

سيرت نمبر بورڊ جي هر وجهه يادگار ۽ ڪامياب ڪوشش آهي ۽ ان لاءِ بورڊ جي چيئرمن ميان غلام مصطفىٰ قاسمي، سيڪريٽري ميان غلام رباني، ميان نفيس احمد ايڊيٽر انچارج ۽ ٻين سڀني ڪارڪنن کيرون لهڻيون. مهراڻ رسالي پنهنجي اسم باسمىٰ هجڻ جو پورو ثبوت ڏنو آهي. اميد ته سنڌي زبان جو هي رسالو آئنده به اهڙا نمبر اشاعت هيٺ آڻيندو رهندو.

حضرت پير وهب‌الله شاهه راشدي صاحب
سجاده نشين، درگاهه ڳوٺ پير جهنڊو.





سنڌي ادبي بورڊ جي مسجد شريف ۽ پرنٽنگ پريس جي سنگ بنياد تقريب ۾ جناب جسٽس غوث علي شاھ وزير تعليم ۽ ثقافت سنڌ، جناب عبدالله ميمڻ ڪمشنر حيدرآباد ڊويزن، علامه غلام مصطفيٰ قاسمي چيئرمن سنڌي ادبي بورڊ، جناب غلام رباني سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ ۽ مسٽر نفيس احمد شيخ ناشاد ايڊيٽر انچارج مهراڻ خطاب ڪري رهيا آهن.

# سنڌي ادبي بورڊ جي مسجد شريف ۽ پرنٽنگ پريس

جي سنگ بنياد رکڻ واريءَ تقريب ۾

## جسٽس سيد غوث علي شاهه

وزير تعليم، ثقافت، رانديون ۽ قانون، حڪومت سنڌ، ڪراچي جي

## صدارتي تقرير

بسم الله الرحمان الرحيم

جناب چيئرمن ۽ سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ

معزز خواتين و حضرات

السلام عليڪم:

اول ته سان رسمي طرح نه، پر خلوص دل سان اوهان جو شڪريو ادا ڪريان ٿو، جو اوهان مون کي اڄوڪيءَ تقريب ۾ سڏي، هيترن سارن دوستن، تعليمدانن، عالمن ۽ اديبن سان چار گهڙيون روح رهاڻ ڪرڻ جو موقعو ڏنو آهي.

دوستو، قرآن ڪريم ۾ رسول پاڪ جن کي الله پاڪ طرفان هڪ خاص دعا سيکاري ويئي هئي- اها آهي: رب زدني علما.

"يا الله منهنجو علم وڌاءِ". اها دعا ان ڪري سيکاري ويئي، جو علم روشني آهي ۽ جهالت اونده آهي. ڪو به سفر ۽ سو به وري سڄيءَ زندگيءَ جو سفر اونده ۾ ته ڪري ڪو نه ٿو سگهجي.

منهنجي اها خوشنصيبي هئي، جو سنڌ جي وزارت ۾ جيڪي شعبا مليا، تن ۾ تعليم سرفهرست هئي. اوهان کي معلوم آهي ته تعليمگاهه اها جاءِ آهي، جتي ٻار جي ذهني نشو و نما ٿئي ٿي. ٻين لفظن ۾ ائين چئجي، ته تعليمگاهه اها اهم جاءِ آهي، جتي قوم جي مستقبل جو سنگ بنياد رکجي ٿو. اهوئي سبب آهي جو استاد کي قوم جو معمار ڪوٺيو آهي. پر تعليم رڳو حرف شناسيءَ جو نالو ڪونهي. ان ڪري هر ملڪ ۾، حڪومتن طرفان، تعليمي درسگاهن سان گڏ، علم جي هر شاخ ۾، اهڙا اعليٰ تحقيقي ادارا پڻ قائم ڪيا ويندا آهن، جيڪي قوم جي ذهني نشو و نما جو ڪم اتان کان اڳتي هلائيندا آهن، جتي دستوري طرح درسگاهن جو ڪم

پورو ٿيندو آهي. اهڙا ادارا بظاهر ڏسڻ ۾ ننڍا ايندا آهن، پر انهن جو بنياد وڏا وڏا عالم وجهندا آهن.

سنڌي ادب جي ميدان ۾ بورڊ اهڙوئي هڪ علمي ۽ تحقيقي ادارو آهي. جن لائق صد احترام اديبن ۽ عالمن بورڊ جو بنياد رکيو يا ان جي ڪم ڪار جو طريقو رٿيو هو، سي ويهين صديءَ جي سنڌ ۾ علم ۽ ادب جي آسمان تي چمڪيا. مثلاً: علامه آءِ. آءِ. قاضي، سيد ميران محمد شاهه، شمس العلماءُ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو، مولوي دين محمد وفائي، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، خانبهادر محمد صديق ميمڻ، مولوي عبدالڪريم چشتي، آغا تاج محمد ۽ عثمان علي انصاري صاحب ... وغيره.

سنڌي ادبي بورڊ جو ڪم، جيئن بورڊ جي چيئرمن ۽ سيڪريٽري اوهان کي ٻڌايو، ته سنڌي ٻوليءَ، علم ۽ ادب جي تحقيق ڪرڻ ۽ اهي ڪتاب لکائڻ، ڇپائڻ ۽ شايع ڪرڻ آهي، جيڪي ڪو به فرد واحد سولائيءَ سان ڪري ڪونه سگهندو. هونئن به سنڌ جي علمي روايت ايڏي قديم ۽ وسيع آهي، جو ان جي علمي ۽ ادبي سرمايي کي محفوظ ڪرڻ ۽ ان کي وڌائڻ لاءِ گهٽيءَ کان گهٽي ڪم ڪرڻ جي ضرورت آهي. اهڙو ڪم فقط اعليٰ علمي ۽ تحقيقي ادارا ڪري سگهن ٿا.

سنڌي ادبي بورڊ هن وقت تائين سنڌي، اردو، انگريزي، عربي ۽ فارسيءَ ۾ تقريباً ٻه سؤ معياري ڪتاب ۽ سؤ کن کان مٿيرو مهراڻ ۽ گل ڦل رسالن جا پرچا شايع ڪيا آهن. پنهنجيءَ جاءِ تي بيشڪ اهو وڏو ۽ قابل فخر ڪارنامو آهي. پر منهنجو عرض آهي ته سنڌ جو علمي ۽ ادبي سرمايو، صحيح معنيٰ ۾، ايترو ته وسيع آهي، جو سنڌي ادبي بورڊ جهڙا ٻيا ٻه- چار ادارا به ان کي سنڀالڻ ۽ گهربل ڪتاب ڇاپڻ لاءِ ڪافي نه آهن. اهڙيءَ صورتحال ۾، سنڌي زبان ۾ ڪتابن جي پيداوار کي وڌائڻ جو هڪ مؤثر طريقو اهو به آهي، ته بورڊ کي هڪ جديد سٺي پرنٽنگ پريس ڏني وڃي. اها بورڊ جي بنيادي ضرورت آهي ۽ ان جي پورائي ڪرڻ حڪومت جو فرض آهي.

بورڊ گذريل ڏهن ورهين کان به وڌيڪ عرصو پريس لاءِ التجا ڪندو رهيو آهي. پر حقيقت اها آهي ته بورڊ جي اها ضرورت موجوده حڪومت ئي پوري ڪئي آهي. انشاءالله تعاليٰ بورڊ جي ٻئي مطالبي يعني سالياني گرانٽ وڌائڻ تي به موجوده حڪومت همدرديءَ سان ويچار ڪندي. اها ڳالهه مون کي خيال ۾ آهي. خدا ڪندو ته سڀ سٺائي ٿي پوندي.

قدرت کي ائين ئي منظور هو ته پرنٽنگ پريس جي جاءِ جو سنگ بنياد مون عاجز جي هٿن سان رکجي. سان ان کي پنهنجي خوشقسمتي سمجهان ٿو. پر مسلمان جي حيثيت ۾، اهو سمجهه قدرت جو اسرار پائيان ٿو- بقول حافظ:

قرعه فال بنام من ديوانه زدند

سهڻو ماسو اڳ، مان بورڊ گهمڻ آيو هئس. مسٽر رباني کي صلاح ڏنم ته، پريس سان گڏ، ڪنڊ پاسي سان ڪا مسجد شريف به تعمير ڪريون ته سٺو. ڪجهه منهنجي صلاح، ڪجهه هنن همراهن جي همت الحمد لله اڄ پريس سان گڏوگڏ مسجد شريف جي پيڙهه جو پٿر به رکجي رهيو آهي.

دوستو ۽ بزرگو! هر مسلمان جو اهو اعتماد ۽ ايمان آهي ته علم جو سرچشمو قرآن ڪريم آهي ۽ فيض جو مرڪز نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي ذات مبارڪ. مون کي اهو معلوم ڪري خوشي ٿي آهي ته، سنڌي ادبي بورڊ پنهنجي رٿيل پروگرام موجب، جتي علمي ۽ ادبي ڪتاب شايع ڪري رهيو آهي، اتي قرآن ۽ سيرت کي سڀني تي مقدم رکيو ويو آهي.

اوهان کي معلوم آهي ته تازو بورڊ جي رسالي مهراڻ جو هڪ ضخيم سيرت نمبر شايع ٿيو آهي، جنهن کي ملڪ جي علمي حلقن ۽ نئون توڙي پراڻن سنڌين گهڻو پسند ڪيو آهي. اوهان جي شهر جي ميئر، مولانا وصي مظهر ندويءَ ته ان کي "اسلامي ادب ۽ علم جو نشان" ۽ "سنڌ جي تواريخ" جهڙن وڏن نالن سان سڏيو آهي.

اڄ مون کي ٻيو اهم اطلاع مليو ۽ ڏاڍي خوشي ٿيم ته انشاءالله هن نئي هجري سال ۾، قرآن ڪريم جو اهو فارسي ترجمو پڻ شايع ٿيڻ وارو آهي، جيڪو برصغير پاڪ و هند ۾ قرآن ڪريم جو جيڪڏهن اولين فارسي ترجمو نه آهي، ته شروعاتي ٻن-ٽئن ترجمن ۾ ضرور شامل آهي. ان تواريخي نسخي تي بورڊ جا عالم ورهين کان ڪم ڪري رهيا هئا.

دوستو! قرآن شريف جي انهيءَ ترجمي جي اشاعت تي رڳو سنڌي ادبي بورڊ نه، پر ساري سنڌ ۽ پاڪستان فخر ڪري سگهندو. ليڪن ٿوريءَ دير لاءِ مهرباني ڪري ان ڳالهه تي به سوچيو، ته اسان پنهنجي اسلاف جي ايڏيءَ وڏيءَ ۽ شاندار علمي روايت کي قائم ڇو نه رکي سگهيا آهيون؟

عارفن جو قول آهي ته سنڌ الله وارن جو گهر آهي. ڪن تواريخ نويسن جو خيال آهي ته سنڌ باب الاسلام آهي. ٻين عالمن جو چوڻ آهي ته دنيا ۾ پهريون پهريون قرآن شريف جو ترجمو سنڌي زبان ۾ ٿيو. ساڳيءَ ريت اها روايت به آهي ته نبي ڪريم جن جي خطن جو پهريون پهريون مجموعو ديبل جي هڪ سنڌي عالم مرتب ڪيو هو. جون ته بخاري شريف جي شرح لکڻ ۾ جيڪو بيمثال ڪمال ابوالحسن سنڌيءَ کي نصيب ٿيو، ان جو عرب ۽ عجم اعتراف ڪيو. ابومعشر سنڌيءَ لاءِ چيو وڃي ٿو ته سندس جنازي نماز خود خليفي هارون رشيد پڙهائي. سبحان الله! سنڌ جي علمي عظمت

جا کھڙا کھڙا ڳڻ ڳائجن! آخر پڻ ڏٺيءَ ته بيسبب نه سنڌ کي دعائون
کونه ڪيون هيون:

سائينم! سدائين ڪرين، مٿي سنڌ سڪار،
دوست تون دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين.

پر منهنجا دوستو ۽ بزرگو- سوال آهي ته اڄ اسان وٽ ڪو مخدوم بلال ۽ مخدوم جعفر پيدا ڇو نٿو ٿئي؟ اڄ سانگيءَ سنڌ ۾ مخدوم معين، مخدوم محمد هاشم ۽ ابوالحسن ڪبير ۽ صغير جي پايي جا ڪل گهڻا عالم موجود آهن؟ سونهاريءَ سنڌ جي ڪک مان پلاري پٽائيءَ ۽ سچل سائينءَ جو ڪو حقيقي روحاني وارث هاڻي ڇو نٿو نڪري؟

دوستو، مان جڏهن ان ڳالهه تي غور ڪندو آهيان، تڏهن سون کي سنڌ جي سپوت، شمس العلماء ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي جا لافاني الفاظ ياد ايندا آهن:

”اسان جي پياري سنڌڙي، ڪنهن سمي اسلهه ماڻڪن جي کاڻ هئي ۽ سرهن گلن جو چمن هئي.
پر ڪٿي آهن اهي غواص، جي پاتال ۾ پيهي، سپون سوجهي ڪڍن؟
ڪٿي آهن اهي واس وٺندڙ ڪوڏيا، جي بيابان جهاڳي، نازڪ گلن جي سرهاڻ سنگهن!
ڪٿي آهن اهي ڪاني ڪرامت جا صاحب، جن جي فيض مان پرت جا پهڙا پرجام پيئندا هئا؟
اڄ انهن جا روح تاڙي رهيا آهن ته آهي ڪو جو سڪل ڪسيءَ ۾ پاڻي آڻي، ۽ وڇايل وٽون واري، هٽ ڪري!“

منهنجا پائرو، منهنجا عزيز دوستو ۽ سائيو! باوقار قومون ماضيءَ جي شاندار روايتن کي نه رکو تاريخ جي صفحن ۾ محفوظ ڪنديون آهن، پر اڳتي وڌائينديون آهن. ياد رکو ته الله پاڪ جي رحمت مان نااميد فقط ڪافر ٿيندا آهن، ان ڪري سون کي آس آهي ۽ الله پاڪ ۾ اميد آهي ته سنڌ جا لائق ۽ فائق تعليمدان، عالم ۽ اديب پنهنجن نيڪ نام بزرگن جي شاندار روايتن کي وري قائم ڪندا ۽ الله پاڪ جي ڪرم سان سنڌي ادبي بورڊ جي هن نئي پرنٽنگ پريس مان سنڌن گهڻي کان گهڻا علمي ۽ ادبي شهه پارا شايع ٿيندا. (آمين)

وري ورندو واءُ، وري وسندا مينهڙا.

—∞∞—



سنڌي ادبي بورڊ جو ٽماهي علمي ۽ ادبي رسالو

جلد ٣٠] [نمبر ٣

جولاءِ، آگسٽ ۽ سيپٽمبر

١٩٨١ع







سنڌي ادبي بورڊ

سنڌ يونيورسٽي نيو ڪئمپس، ڄامشورو سنڌ.

# مهراڻ


سنڌ يونيورسٽي نيو ڪئمپس ڄامشورو، سنڌ.

مهراڻ 23888/6
هيڊ آفيس 71176
پريس 22764

ملڻ جو هنڌ
سنڌي ادبي بورڊ جو بوڪ اسٽال
سنڌ يونيورسٽي نيو ڪئمپس، ڄامشورو
(پوسٽ باڪس نمبر 12، حيدرآباد سنڌ)
۽
سنڌ جا سمورا نامور ڪتب فروش

قيمت : 00ـ8 رپيا

ساليانو چندو 00ـ30 رپيا

Printed and published by Ghulam Rabbani A. Agro, Secretary Sindhi Adabi Board, at the Board's Printing Press ,Tilak Incline, Hyderabad, Sind.

بسم الله الرحمن الرحيم

# گذارش

## سيرت نمبر جي آجيان:

اسان لاءِ خوشيءَ ۽ فخر جي ڳالهه آهي، ته مهراڻ جي پڙهندڙن، سنڌي عالمن ۽ اديبن، نون توڙي پراڻن سنڌين ۽ سرڪاري ۽ عوامي حلقن مهراڻ ”سيرت نمبر“ کي پسند ڪيو آهي. ان سلسلي ۾، اسان سنڌ ۽ پاڪستان جي معزز شخصيتن جا ڪي خط ۽ اخبارن جا تبصرا هن پرچي ۾ شايع ڪيا آهن.

اسان رب العزت جي بارگاهه ۾ سربسجود آهيون، جنهن ذات پاڪ اسان کي ايتري توفيق عطا ڪئي، جو رسول مقبول صلي الله عليه و آله وسلم جن جي حيات طيبه جي اشاعت بابت پنهنجي طرفان ڪجهه نه ڪجهه خدمت ڪري سگهياسين.

اسان جي ڏڻيءَ در دعا آهي ته شال اسان کي اڃا به وڌيڪ توفيق عطا ٿئي، جيئن سنڌي ادبي بورڊ عام سنڌي ادب سان گڏ ديني ادب جي اشاعت ۾ به اهلِ سنڌ جي خدمت ڪري سگهي. ان سلسلي ۾، هن موقعي تي، قارئين ڪرام کي اهو ٻڌائڻ مناسب ٿيندو ته مخدوم نوح سرور رحه واري قرآن شريف (ترجمه فارسي) جي ڇپائيءَ جو ڪم آخرين مرحلي ۾ آهي ۽ انشاءالله عنقريب اهو تاريخي نسخو قارئين جي هٿن ۾ پهچي ويندو.

سيرت نمبر کان پوءِ رسالي جو جيڪو دستوري پرچو (مهراڻ ١-٢/١٩٨١ع) شايع ٿيو، ان کي پڻ قارئين ڪرام پسند ڪري، اسان جي عزت افزائي ڪئي آهي. خاص ڪري نون لکندڙن ان کي گهڻو پسند ڪيو آهي. پڙهندڙن کي شعر ۽ افسانا وڌيڪ پسند آهن. اميد آهي ته ان ڏس ۾ اسان پنهنجن مهربان ڪهاڻيڪارن

وٽان گهٽي کان گهٽو ۽ سٺي کان سٺو سواد سان ٽي پڙهندڙن جي اِها خواهش به پوري ڪري سگهنداسين.

## جشن نزول قرآن:

سنڌي ادبي بورڊ، جمعة الوداع ۲۸- رمضان ۱۴۰۱هه (مطابق ۳۱- جولاءِ ۱۹۸۱ع) تي ريڊ ڪراس هال ۾ ”جشن نزول قرآن“ جي تقريب منعقد ڪئي، جنهن جي صدارت، نامور عالم جناب سيد وصي مظهر ندوي، ميئر حيدرآباد، ڪئي. جناب مسيح الدين احمد صديقي ڊئريڪٽر جنرل پاڪستان اڪيڊمي آف ليٽرس اسلام آباد، خاص مهمان طور شرڪت ڪئي. جناب علامه قاسمي صاحب، جناب غلام رباني صاحب جناب ڊاڪٽر محمد علي قاضي صاحب، سامعين کي خطاب ڪيو ۽ قرآن ڪريم جي فضيلت بيان ڪئي.

ان موقعي تي قرآن مجيد جي ڪن نادر، قيمتي ۽ تواريخي قلمي نسخن جي نمائش پڻ ڪئي ويئي. نمائش جو افتتاح جناب مسيح الدين احمد صديقي ڪيو.

## سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس:

۷-سيپٽمبر ۱۹۸۱ع تي (۷- ذوالقعد ۱۴۰۱هه) جسٽس سيد غوث علي شاهه صاحب وزير تعليم ۽ ثقافت سنڌ، بورڊ جي پرنٽنگ پريس ۽ مسجد شريف جو سنگ بنياد رکيو. تقريب ۾ دانشورن، اديبن ۽ شاعرن، صحافين ۽ شاگردن، تعليمي ماهرن ۽ اعليٰ عملدارن وڏي تعداد ۾ شرڪت ڪئي.

تقريب ۾ جناب قاسمي صاحب جن سنڌي زبان جي علمي ۽ ادبي سرمايي بابت عالمانه تقرير ڪئي، جنهن کان پوءِ بورڊ جي سيڪريٽري جناب غلام رباني صاحب بورڊ جي علمي پروگرام بابت رپورٽ پيش ڪئي.

ان موقعي تي حيدرآباد ڊويزن جي هردلعزيز ۽ علم دوست ڪمشنر جناب عبدالله ميمڻ صاحب پڻ سامعين کي خطاب ڪيو ۽ پاڪستان جي ممتاز علمي ادارن: پاڪستان اڪيڊمي آف ليٽرس، مرڪزي اردو بورڊ لاهور، پشتو اڪيڊمي پشاور، بلوچي اڪيڊمي ڪوئيٽا ۽ انجمن ترقي اردو ڪراچي وٽان نيڪ تمنائن جا پيغام پڙهي ٻڌايا ويا.

آخر ۾ مجلس جي مير، وزير تعليم سنڌ، صداراتي تقرير ڪئي، جا هن پرچي جي مُهڙ ۾ شايع ڪئي ويئي آهي.

## آديسي آئي ويا.

۲۴-جولاءِ ۱۹۸۱ع تي، سنڌي زبان جي نامور اديب ۽ شاعر جناب ڊاڪٽر سيد اسدالله شاهه "بيخود" حسينيءَ جي افسوسناڪ رحلت جي خبر، سنڌ جي سمورن علمي ۽ ادبي حلقن ۾ نهايت ڏک سان ٻڌي ويئي!

ڊاڪٽر حسيني ڪهنه مشق ۽ قادرالڪلام شاعر جي حيثيت ۾ ۽ پڻ باغ و بهار نثر نويس جي حيثيت ۾ سنڌي ادب ۾ يادگار شخصيت جو مالڪ رهندو. "تذڪره شعراء تڪڙ" سنڌس سڀ کان وڌيڪ معياري ۽ شهرت يافته تحقيقي تصنيف آهي. سنڌس گوناگون علمي ۽ ثقافتي، تعليمي ۽ ادبي خدمتون سدائين ياد رهنديون. بورڊ جي اعزازي سيڪريٽريءَ جي حيثيت سان، "مهراڻ" سان ورهين جا ورهيه سنڌس انتظامي ناتو رهيو.

ڊاڪٽر حسيني جي وفات تي ادارو گهري رنج و غم جو اظهار ڪندي سنڌس پوين سان همدرديءَ جو اظهار ڪري ٿو. شال رب ڪيس سرهي. آمين.

● سکر جو پراڻو صحافي حڪيم عطامحمد ۽ حضرت سچل جو عاشق صادق قاضي علي اڪبر درازي پڻ تازو گذر ڪري ويا آهن. رب سائين ڪين جنت ۾ جايون ڏئي.

## درستي:

مهراڻ جي "سيرت نمبر" ۾ صفحي ۳۷۱ تي مضمون نگار جو نالو "غلام حسين پنهور" بدران "خادم حسين پنهور" ڇپجي ويو آهي. مهربان قارئين اها درستي نوٽ ڪرڻ فرمائين.

-نفيس احمد شيخ

# فهرست

## شاعري

## ڪهاڻيون



## مقالا

## مخدوم محمد زمان طالب المولي

### ڪافي

اسان وٽ نه آهي مُحبت مهانگي،
هلي آءُ ساجن، سڄڻ يار سانگي.

وري ڪوله ورئين، ويا ورهه گذري،
مٿان مورهئون مان ويس توکي وسري،
سڄڻ تو وٽان ڪو وريو ڪوله وانگي.

جنب توسان گهارڻ جو پهه مون پڄايو،
هميشه انهيءَ لاءِ مون حيلو هلايو،
قبوليم اها رمز آخر اڙانگي.

پرين! توکي شايد ويا وهم ويڙهي،
وري آ اي جاني، وري منهنجي ويڙهي،
يقين ڪر، هتي آهه صحبت سهانگي.

اها ڪيئن گذاري، لڱل جنهن کي لوري،
سا ڦٽڪي ۽ سٽڪي، رڳي جنهن ۾ جهوري،
جا دلڙي ڪري تو ڇڏي نينهن نانگي.

سڄڻ طالب المولي توکي پڪاري،
ونيو وات تنهنجي ڏو هر هر نهاري،
سنڌ ۾ نام لرسل جهونگاري ٿو جهانگي.

●

منهنجا گلرخ گل گلزار هجين،
منهنجا ڍولڻ باغ بهار هجين.

توکي مولا هميشه پناهہ ڏئي،
تنهنجو هرکو لايو سجايو ٿئي،
توکان سيکو آب حيات پئي،
ساري دلين جو دلدار هجين.

تنهنجا دائم دشمن دفع ٿين،
تنهنجا ٻيڙا ٻهڳڻ ٻار هجن،
تنهنجي آڏو مخالف روز نمن،
غمگينن جو غمخوار هجين.

تون هردم دلبر شاد رهين،
تون شاد رهين آباد رهين،
تون صاحبؑ هر امداد رهين،
تون سڀنا سراها پيار هجين.

تنهنجو طالب مولا دعائون کري،
پنهنجي مولا جي در سر کي ڌري،
منهنجو ٻول پيارا جلهہ ٻري،
سدا جالي جلويدار هجين.



## عطامحمد ”حامي“

### سلام

داخل رهيو نہ جنهن ۾ درود ۽ سلام آ،
الله جو قسم سا عبادت حرام آ.

جنهن خُلق سان مٽائي ڇڏي خَلق عام آ،
هرڪنهن جي ڳِل ۾ جنهن جي محبت جو دام آ.

وَالشمس جنهن جي عارضِ اطهر جي صُبح آ،
وَالليل جنهن جي زلف معنبر جي شام آ.

جبريل جنهن جي در تي اچي ٿو گهڙي گهڙي،
جنهن جي زبان جو قول خدا جو ڪلام آ.

يٰس جنهن جي سيرتِ طيبه جي ڳالهہ آ،
طٰہٰ ۾ جنهن جي صورتِ معنيٰ جي سام آ.

خود لاشريڪ جنهن کي سڏي ٿو ڪري شريڪ،
جنهن جو خطاب خلق ۾ خيرالانام آ.

جنهن جي هٿن ۾ آهي شفا ڪائنات جي،
سو آخري رسول عليہ السلام آ.

پهتو اتي جتي نہ فرشتا پهچي سگهيا،
والله هي حبيبِ خدا جو مقام آ.

دل جو قرار، روح جي راحت، سڪونِ قلب،
مولائي ڪائنات محمد ﷺ جو نام آ.

ظاهر ظهور جڳ ۾ جو آيو يتيم ٿي،
باطن جي اک ڏسي ٿي تہ چامن جو جام آ.

آهي هي آرزو تہ چون حشر ۾ حضور ﷺ،
دامن لڳل اسان جو هي ’حامي‘ غلام آ.

محبوب سروري

## نعت

وصف ان جي لکڻ وقت ٿا هٿ ڏڪن،
لفظ تعريف جي لئه ڪٿان آڻجن،
استعاره ۽ تشبيهون ناقص لڳن،
ڳالهه يڪراه ڪئي ٿي سڀن شاعرن،
ان جي تعريف مشڪل کان مشڪل آ فن؛
منهنجي محبوب جون ڪهڙيون ڳالهيون ڪجن!

منهنجو محبوب سائين وفادار آ،
منهنجي محبوب وٽ پيار ئي پيار آ،
منهنجو محبوب سڀڻن جو سردار آ،
منهنجو محبوب رحمت ۾ سرشار آ،
ان جي در تان سوالي نه خالي وڃن؛
منهنجي محبوب جون ڪهڙيون ڳالهيون ڪجن!

ان کي محبوب ٿو ڊڄندي ڊڄندي چوان،
مرڳو گستاخي مون کان نه ٿي پئي متان،
هن جو درجو ڪٿي ۽ ڪٿي آهيان مان،
عاشقن جي مگر لسٽ ۾ شل هجان،
من غلامن سان گڏ منهنجو نالو لکن؛
منهنجي محبوب جون ڪهڙيون ڳالهيون ڪجن!

ان جي تعريف ۾ آهه حمدِ خدا،
ان جي تعظيم ۾ آهه حق جي ثنا،
ان سان آهي وفا جڻ خدا سان وفا،
ان جي آهي رضا ۾ خدا جي رضا،
هھڙا محبوب ڪنهن کي نه ڳوليا لڀن؛
منهنجي محبوب جون ڪهڙيون ڳالهيون ڪجن!

جنهن جي قدمن ۾ 'اقبال' جي آ خودي،
جيڪو 'حالي' جو آ محورِ عاشقي،
جنهن تان قربان 'رومي' سندي مثنوي،
صدقي صدقي مٿس 'شاهه' جي شاعري،
جنهن کي نذرِ عقيدت ٿا سڀ پيش ڪن؛
منهنجي محبوب جون ڪهڙيون ڳالهيون ڪجن!

منهنجو محبوب ملڪن ۾ مشهور آ،
منهنجو محبوب هر عيب کان دور آ،
منهنجو محبوب ئي جلوهٔ طور آ،
منهنجو محبوب "نورٌ علي نور" آ،
هھڙا محبوب ڪنهن کي ڪٿان هٿ اچن؛
منهنجي محبوب جون ڪهڙيون ڳالهيون ڪجن!

منهنجو محبوب مولي جو راز آشنا،
هن جي هر ڪا ادا آ، ادائے خدا،
هر ادائے خدا آهي ان جي ادا،
منهنجو محبوب آئينهءِ حق نما،
جيڪي ان کي ڏسن سي خدا کي ڏسن؛
منهنجي محبوب جون ڪهڙيون ڳالهيون ڪجن!

جنهن جي الفت آ سرمايهٔ زندگي،
جنهن جي خوشنودي افضل ترين بندگي،
جنهن جي آهي خوشي ۾ خدا جي خوشي،
جنهن جي سڪ ۾ ٿي سڏجان پيو 'سروري'،
شال محشر ۾ مون کي هو پنهنجو چون؛
منهنجي محبوب جون ڪهڙيون ڳالهيون ڪجن!

# اسدالله شاهه "بيخود" حسيني

## بيت

مُنهنجو جيءُ جڏو ڪيو، مٺن محبوبن
اڻ سڄاتل سپرين، ڳولهي ڪيئن سگهجن
اڪيون آٿڙيو تن ڪي، مايوس ٿيو مون
آس نہ لاهيان آن مان، سِڪون سرس سندن
جڏهن ڪڏهن جيئري، ملي مانَ وِجن
هينئون هيريو جن، سي ڏنہ ڪڏهن ڪين ڪي.

جي ڏٺا ڪڏهن ڪين ڪي، تن سان لنئون لڳي
آسُونٿهين انهن لاءِ، پيتون، ٻرَ پڳي
سَڳُ نہ ڳنڍي سُپيرين، ڪانهي سيڻ سڳي
پر سڳي يا اڳي، ويٺي لهاري واٽڙيون.

ويٺي واٽ نهاري، ڪچيءَ وجهيو ڀاند
هرڪنهن ڪي هوتن لاءِ، پکيڙي پاند
هيڪر ٿئي هيڪاند، پوءِ مرڻ ناهي ميهڻو.

مرڻ ناهي ميهڻو، جيئري جڙن شال
ويچاريءَ جا وصال لئي، هيٺا ٿيڙا حال
نہ ڪا ڏيٺ نہ ويٺ ٿي، نڪي محبن ساڻ مقال
هٿي هٿي حال ۽ قال، حبيبن هٿ ڪيا.

حبيبن هٿ ڪيا، چريءَ جا چارا
چڏي وئي چرڪ ۾، انگل ۽ آرا
ڳنٿيون ۽ ڳارا، محبت ڏنس مفت ۾.

محبن ڏنس مفت ۾، فڪر ۽ فراق
جئن ٿي چڪي چاهہ ۾، تئن ٿي ٿئي چاق
جڏهن اوئين ڪئي عاق، تڏهن پرين ڪئي پنهنجي.

سُڃاڻي نہ سڄڻ ڪي، مٿي ڪري نہ ماٺ
ويٺي ڪري واٽ تي، رڳي پوڇا پاٺ
ڪاهي پيئي ڪاٺ، اڻ ڏٺي عجيب لئہ.

اڻ ڏٺي عجيب لئہ، ڪئن ٿي ڪيهہ ڪري
مٺن محبوبن ري، مالدي ٿيو مري
آئي عشق اري، ڳالهيون ڪري نہ ڳوٺ مان.

بي سمجهہ ٻَرن ۾، رُلي ڪري ريهون
مٿو وهاري مونن ۾، ڪوڪون ڪري ڪيهون
چوري ٿي چيهون، سڄڻ ڏٺين نہ ساهہ ۾.

سڄڻ ساهہ پَساهہ ۾، هيءَ جهوتون ڀَهر جهلي
وهاري وجود ۾، هاڙهي ڏانهن هلي
جي روح سان روح رلي تہ ٻچي پئي ٻَرن ڪان.

ٻچي پئي ٻَرن ڪان، ووڙي جي وجود
الدر ساز سرود ٿيو، اندر آهنگ عود
هٿي هٿي هست ۽ بود، ويچاري وِلهي ڪئي.

شَڪَهين' سُڃاڻن نہ سپرين، ڀڪهين' ملن پرين
'ها' ۽ 'لا' جي وچ ۾، منجهيو پئي مرين
چوري! چو نہ ڪرين، دل ۾ دَوَر دليل جا.

رقت راحت روح جي، رقت 'رياء الناس'
هڪ پَسائي پرين ڪي، ٻي ليئي ڪري لاس
جنهن ڪي ترس تپاس، سا روئي نہ راجن وچ ۾.

## سيد اظهر گيلاني

# معجزهِ رجعتِ آفتاب

رسول الله ضيائے نور، سانِدي قلبِ انور ۾، ٿيو رونق فزا هڪڙي دفع آغوشِ حيدر ۾،
اکين کي ننڊ هئي ليڪن، لڳل هئي ديدِ داور ۾، جمالِ طور جو عالم رهيو روئے منور ۾،
زمين تي عرش اعظم جا نشان الله جي قدرت،
علي جي گود ۾ هر دو جهان الله جي قدرت.

شرابِ عشق ۾ شيرِ خدا مخمور نظريو ٿي، نظر وارن کي ڇا نزديڪ ۽ ڇا دور نظريو ٿي؟
محمدؐ جو علي جو، حق جو هڪڙو نور نظريو ٿي، محمدؐ کي ڏسي گوڏي تي هو مسرور نظريو ٿي،
نمازِ عصر ٿي ليڪن نہ آئي جهول ۾ حرڪت،
اهو فعلِ علي ٿيو معجزه جو باعث و برڪت.

اٿارڻ ننڊ مان مرسل کي حيدر ناروا سمجهو، اٿارڻ کان سمهارڻ کي ٿي افضل مرتضيٰ سمجهو،
عبادت ننڊ هئي ان جي، اٿارڻ کي قضا سمجهو، اهو هو راز رباني، ٿي شيرِ ڪبريا سمجهو،
حرا ۾ هو نبي جاڳيل، علي ننڊ ڪئي شبِ هجرت،
انهيءَ ننڊ ۽ سجاڳي ۾ ملي وئي دين جي دولت.

شهِ خاور مٿائي مُنهن، وڃڻ جي ڪئي ٿي تياري، جواني موڪلايس، بار پيريءَ جو پيس ڀاري،
ڏلو اولداهين ڪي رات، پيغامِ سيه ڪاري، وئي بزمِ جهان مان روز روشن جي عملداري،
ڪنڊ پريو شام، زلفن کي خوشي سان دوشِ هستي تي،
اونداهي جو ويو پهرو لڳي "صهبا" جي بستي تي.

گلِ رخسار تان قدرت وهايا نور جا ڳوڙها، يڪايڪ خوابِ نوشين کان پيچي آرس شهِ بطحيٰ،
مٿي عرفان سان ڏوتل نيڻ کوليا مست ۽ آجرا، حسين منظر ڏسڻ لئہ در کلي ويا عرش اعظم جا،
کٽي هٿ پنهنجا نازڪ، شوق سان شانِ جمالي ۾،
دعا ڪئي مرتضيٰ جي واسطي درگاهِ عالي ۾.

”اي خالق تون ڏسين ٿو، هو علي مصروفِ طاعت ۾، نمازِ عصر ٿي ان جي قضا مجبوري حالت ۾،
علي رخنو وڌو ناهي، ڪڏهن پنهنجي عبادت ۾، ڏسن اڄ معجزه ڏسندڙ، رکن ايمان قدرت ۾،

دعا مان تو گهران، آمين تو حيدر ڪري هڪدم،
ديارِ غرب مان سورج پڌل واپس وري هڪدم.“

جڏهن سورج ڪي مغرب ۾ وڃي فرمانِ حق پهتو، ڇڏي لبيڪ مرسل ڪي، زمين جي گود مان نڪتو،
سياهي تي امالڪ روشني پنهنجو ڪيو غلبو، وئي روپوش اونده ٿي، نه ان ڪي آيو هٿ رستو،

ڏنو عالم سڄي، هي رنگ شانِ پاڪبازي جو،
شرف عمرِ ضيائي مهر ڪي بخشو درازي جو.

نظارِ شمس ۾ هن معجزه آڏي چڙيو چڪر، جو اوپر جي بجا، اولهه کان پهريون پيرو ٿيو اظهر،
ادائي فرض خاطر، باوضو ٿي شوق سان حيدر، ”خدائي لم يزل“ جي آستانه تي جهڪايو سر،

جبينِ پاڪ جڏهن فارغ ٿيو شوقِ عبادت کان،
تڏهن مهر فلڪ ”اظهر“ اجازت ورتي حضرت کان.

---

لوٽ: هي معجزه حديث جي روشنيءَ ۾ منظوم ڪيو ويو آهي. هن واقعي کي ابن منده، ابن شاهين ۽ طبراني بروايت اسماء بنت عميس بيان ڪيو آهي. ساڳيو مضمون ابن مردويه بروايت حضرت ابوهريره لکيو آهي ته اهو معجزه ”صهبا“ جي مقام (هي مدينه منوره ۽ خيبر جي درميان آهي) عالم وجود ۾ آيو هو. [شفا - مواهب - خصايص ڪبريٰ]

## سليم ڳاڙهوي

### غزل

لڙندا ڏسي ڪي لُڙڪ ستارن ڪيائي ڏنو!
غمگين جي غم تي شوخ شرارن ڪيائي ڏنو!

مظلوم حسرتن جي سُڻي آهَ ۽ ڪيراهَ، قدرت جي بي نياز نظارن ڪيلي ڏنو!
ڪيڏو تضاد آهِ زماني ۾ دوستو! آلسو ڏسي ڪليءَ جا بهارن ڪيلي ڏنو!
ڪوئل جي ڪوڪ ڪي سُڻي ٿهڪڻ لڳا ٿيتر، ڪونجن جي هر ڪيراه تي پارن ڪليي ڏنو!
پاڻي ڪري ٿو سرد سفيد ۽ سياهه ڪي، پيڙا ڏسي ڪنن ۾ ڪنارن ڪيلي ڏنو!
مصروف آهِ خلق سراسر مذاق ۾، هڪڙو رُنو غريب، هزارن ڪيلي ڏنو!
هن حال ڏسي ڪري، هن قال ڪي سُڻي، ڏاريا رُنا ’سليم‘ ۽ پيارن ڪيلي ڏنو!

## بردو سنڌي

( ۱ )

ديس جي ڌرتي پياري پياري، آهي اسان لءِ سون جي کاڻ.
کيت کيت جا قدر ڇمي ٿو، مستين پرڙيل هيءَ مهراڻ.
لاهي ويل ويهڻ جي هاڻي، هارين هر کي ڳل آ لاتو،
تتي تڏي جي ڪاڻ لاءِ تن کي، هرجا ساوڪ ۽ سرهاڻ.

( ۲ )

تنهنجي گهور جا گهاو گهرا پرين!
تنهنجي پيار تي سخت پهرا پرين!
هلي آءُ تو لئه هينئون سيج ٿيو،
پري پير اچ ڪجهه اُپهرا پرين!

( ۳ )

تنهنجي مُرڪ سان مُحب چالاڻ ٿي،
تنهنجي ٽهڪ سان جڳ ۾ سرهاڻ ٿي،
نهارين، ڪلي، نينهن جو مينهن پيو،
آ، 'بردي' جي دل اچ ته مهراڻ ٿي!

( ۴ )

جي کلندي رُئندي مون توساڻ گهڙيون گهاريون،
سُنهن تنهنجي ميڪ جو سي، ساهه کان وڌ پياريون،
آ پيار تنهنجو پيارو، ۽ غصو به مهر وارو،
جي تنهنجي سُنهان ليکرن، سي گاريون به مزي واريون.

( ۵ )

پري پيرُ تنهنجي نه پرن کان ٿيان،
رهي لاهه طاقت جدايون سهان،
جي جيارين ته تنهنجا لکين ٿورڙا،
جي مارين هٿن سان ته پوءِ لک لهان!

( ۶ )

هئيون دل ۾ ڳالهيون ته ڪي سؤ هزار،
چيم يار ملندو، ته ٿيندي پچار،
جڏهن مُرڪندي تو نهاريو پرين!
رهي منهنجي مَن ۾ نه ڪائي مَيار.

( ۷ )

ڪڏ توسان ويهي پرکيم، ڀاڙي ۾ رهي پرکيم،
ڪجهه مَن ۾ پيهي پرکيم، ڪجهه سر تي سهي پرکيم،
مون ڳل چتيا توتي، ڪنڊن سان نوازيو تو،
هيرو نه، تون شيشو آن، سوچيم ته صحي پرکيم!

( ۸ )

هئي آس ايندي مگر ڪين آئي، تڪيندي اسان ديد پنهنجي ٿڪائي،
وئي واٽ پلجي، سا پرڀات سک جي، اجا رات ڏک جي آ آگري آنداهي.

انور هالائي

## غزل

مروت ناهه پنهنجن ۾، شناخت ناهه يارن ۾،
اچي ڪينو پيو ڪاهي، قسم سان قربدارن ۾.

ٽٽي پيو پروسو سارو، لٽي آ ساک الفت جي،
وفا جا وڻ ويا وڍجي، جفائن جي سهارن ۾.

ڪٺن سان لڙتون مانجهي ٿي، نه ڪرڪو پروسو ڪنهن تي،
نہ ٿيندو فيصلو هرگز تہ موجن ۽ ڪنارن ۾.

ٿيو رت چاڻ اڄ گلشن سندم دل جي تمنا جئن،
الائي ڇو خزائن جي ڪيم ڳولا بهارن ۾.

سندم سر آهه هڪڙو ۽ سچائي تان ڪبو صدقي،
لکج منصف خدا لڳ منهنجو نالو جان نثارن ۾.

ڏياچ آهي، نہ پيچل ڪو، لکو گرلار ۾ وانگي،
لکو ماتم لکو پيڪو، نہ سورٺ سوگوارن ۾.

جبل جو جور ساڳيو آ، لتڪن جي لالڊ ساڳي آ،
پڙاڏو اڄ بہ مسئيءَ جو ٿو سڄي ڪوهسارن ۾.

اسان جا فعل منجهي ويا، وڏا سڏجون ٿا نالي ۾،
اجا پي ڪجهه نہ ڪجهه چنجي تہ آ ساڃاهه ٻارن ۾.

تميز آهي نہ ڪا اڄڪله گناهن ۽ ثوابن ۾،
عجب آ پاڪبازي آهه ڦاٿي ٻن ترارن ۾.

چئون ڪنهن کي، ٻڌون ڪنهن سان، اسين پٿر مثل آهيون،
نہ ٿيا شمس و قمر ساٿي، نہ دلداري ستارن ۾.

ٿياسين ڪوڙ ڪان باغي، سچائي جا تہ سودائي،
سدائين ڏوڪو ڪاڏوسين، اجاين اعتبارن ۾.

عمر گذري وئي 'انور'، رڳو سورن ۽ سختين ۾،
الائي ڇو خزائن جي ڪيم ڳولا بهارن ۾.

## مخدومزاده سعيدالزمان ”عاطف“

لال لب ۽ مست نظرن سان نهوڙي تو ڇڏيو،
مون کي پنهنجي مشڪين زلفن ۾ وڪوڙي تو ڇڏيو.

تنهنجي جلون ڀرين مون کي هوش کان ٻاهر ڪيو،
ڦهر آ، هي پنهنجي زلفن کي ٻه ڇوڙي تو ڇڏيو.

مون ڪئي تو سان وفا توکي خبر آهي اها،
پيار ۾ منهنجا مٺا مون کي ڀروڙي تو ڇڏيو.

تنهنجي منهنجي وچ ۾ هو دنيا جو هڪ ليڪو لڪل،
پر ڪري مون سان وفا، ليڪي کي ٽوڙي تو ڇڏيو.

مون بنايو آ وفائن جو حسين پختو محل،
۽ وري آن ۾ سڄڻ خود کي ٻه جوڙي تو ڇڏيو.

عشق ۾ دنيا ڇڏي مون سان ڪئي آ تو وفا،
هن زماني جي اصولن کي ٻه موڙي تو ڇڏيو.

تنهنجون واٽون، تنهنجا رستا، تنهنجو ’عاطف‘ ڀيو ڏسي،
قلب ۾ هي عشق جو اڄ تير کوڙي تو ڇڏيو.

## نوازعلي ”شوق“

### غزل

نيرُ ليٺن سان وهيو، بادل وسيا ڇڻ بيشمار،
منهنجي قسمت جا ڏٺي، منهنجي مقدّر کي سنوار.

ڪي ته ٿهڪن ۾ ٽيڙن، ۽ ڪي ته سڏڪن ۾ سڙن،
شب جي تارن ۾ وجهي تارا، رُئي ڪو زاروزار.

دل دلبورو آ بڻي، ڇيڙيو ته ان جي تار ڪا،
ڪيرُ ٿو سمجهي سٺي هت، ڪنهن جي سورن جي پڪار.

هن محبّت جو اثر آهي ٻنهي طرفين تمام،
ٿو سڙي ڪامي پتنگ ۽ شمع آهي اشڪبار.

آس جون مکڙيون ٽڙڻ کان اڳ ويون ڪومائجي،
مان مڃيان ڪهڙيءَ طرح ۽ ڪيئن چوان آئي بهار.

## عنايت بلوچ

●

ڇو دل ۽ جگر، سينو اکيون، رُوح رڙي پيا،
شايد سي سيئي تاب حُسن جي ڪان سڙي پيا.

رخصت جي مهل پاڻ ته خاموش رهيو، پر
اکڙين مان سندس سُرمي وٽل لُڙڪ لڙي پيا.

هڪڙي ئي نظر هن جي ڪيو ڪين نه هٽيڪو،
اکڙين جي اشارن جا ڪيل قول پڙي پيا.

تو ريءَ حياتيءَ جو سفر سَڄ سُجهي ٿو،
ڪنهن کي ڇا خبر ڪيئن گذاريون ٿا گهڙي پيا.

هن هجر جي هاڄي تي ڪيو ضبط گهڻو، پر
نيڻن مان وهي ليرَ، ڳلن تي سي ڳڙي پيا.

ڳوڙهن جو وهڻ، ڪين رُڪڻ راس نه آيو،
ڇپڙن ۾ سندس چاهه جا الفاظ اڙي پيا.

## رحيم بخش "قمر"

●

محبت ۾ سختيون سهڻ، ڪم اسان جو!
ڏکن ۾ به راضي رهڻ، ڪم اسان جو!

ملي موت جي جهڙي سزا سوڪڙي تي، ته سوريءَ تي سُرڪي چڙهڻ، ڪم اسان جو!
حبيبن هٿان جي مليو زهر قاتل، پيالو سو پرتئون پيڻ، ڪم اسان جو!
نه تلوار تيرن جي پرواهه آهي، قريبن جي آڏئون ڪُسڻ، ڪم اسان جو!
ڏسي مُنهن مبارڪ جو جلوو ۽ جرَڪو، پرينءَ لئي پتنگ جان پچڻ، ڪم اسان جو!
نه محبوب آيو ته پوپٽ جي پَرَ تي، سو لُڙڪن سان خطڙو لکڻ، ڪم اسان جو!
وٺا تير ديدن جا دل جي مٿان جي، سنڀالي سي دل ۾ رکڻ، ڪم اسان جو!
"قمر"! شمس، تارا، ڪتيون جنهن تان صدقي، فدا تنهن تان هردم ٿيڻ، ڪم اسان جو.

مير محمد پيرزادو

## پٽ جي بي جان بت ڏانهن!

تون چپ نہ رهہ، تون چپ نہ رهہ،
هيءَ چپ اسان کي ماري ڇڏي!

تون ڪڇ تہ ڪلا کي ڪانڌ ملي، ڏي ٽهڪ تہ منهنجي ذات کلي،
ڪجھ ٻول تہ من جي ڊيل ٽِلي، هر جذبو تنهنجي آهہ ٻلي!

تون ڇورج چپ تہ چنگ ڇرن، تون گهُور تہ منهنجا انگ نچن،
تون مُرڪ تہ مهڪي گل ٻون، تون ٻهڪ تہ منهنجا ٻول ٻُرَنِ!

تون اُچُ تہ هرڪا چيز اچي، تون نچُ تہ هرڪا چيز نچي،
تون چاهين جي ڪو رنگ رچي، تون چاهين جي ميڙو ٻہ مچي!

هيءَ مات اسان کي ماري ٿي، ۽ هالوءَ اسان جا ڏاري ٿي،
ڪجھ ڳاري ٿي، ڪجھ ڪاري ٿي، ۽ تنهنجي ياد ٻڪاري ٿي.

اڄ ڇوري ڇڏيون چپ چپن، جيئن خاموشيءَ ۾ ساز ڇِڙن،
جيئن پنهنجا سيئي ساڳ ميڙن، جذبا ٻہ نچن، آتما ٻہ نچن!

آ جيوت معنوي ڇرپر ۾، آ ياد جي معنيٰ هرڪر ۾،
آ منزل ويجهي سُرُ پُرُ ۾، ٿو هينئڙو ريجهي گهر گهر ۾.

آ ڪجھ تہ ڪيون، آ ڪجھ تہ ڪيون، پيو ڪجھ نہ سهي پر هيئن ڪيون،
ڏٿي باھ سڙي ۽ خاڪ ٿيئون، من ٺوري جهٽ لئہ جوت ڏيون.

ٿون ڇر تہ ڇري پئي آس پرين، ڪر موڙ تہ جاڳي پياس پرين،
ڪِڻ ساھ تہ ٻکڙي واس پرين، جيئن سمجهون آهي سواس پرين!

تون چپ نہ رهہ، تون چپ نہ رهہ،
هيءَ چپ اسان کي ماري ڇڏي!

## وفا ناٿن شاهي

### غزل

ڪڏهن عيسيٰ، ڪڏهن منصور آهيان،
مان پنهنجي ظرف کان مجبور آهيان.

ٻنهي، ڳڌجي، جي ٻوڪيا ها هٿن سان، آلهن ٻوٽن جو چنبيل ٻُور آهيان.
وڻي ڇا لئه هلين ٿو ميڪدي ۾، مان پنهنجي ئي لشي ۾ چور آهيان.
تعارف مختصر منهنجو اهو آ، بشر آهيان، دليل لور آهيان.
محبت آهي لصب العين منهنجو، ازل ۽ فطرتي دستور آهيان.
سلام شوق کي شرف تبسم؟ 'وفا!' ممنون ۽ مشڪور آهيان.

## خاڪي جويو

### غزل

هن ڳهاڻن ڪُڪه الڏيرن ۾،
ڪٿين پنڌ پنجي ويا ٻيرن ۾.

ڪيڏو لئه ڪروڌ سمايل هو، ڪو ڏيڙن، من جي ميرن ۾.
تو لال لهوءَ جي لاک ڏيان، مان ٻرهه ٻريءَ جي ٻيرن ۾.
سورج لئه سورج ترٻي ٿو، ڳهنگهور ڳهٽا جي ڳهيرن ۾.
ڪا لاک رتي جي باک ڦٽي، سَوَ آيرن سج" سويرن ۾.
ڪي جڳ جنب جي جنگ لڙي، هي ورهه وتوسون ويرن ۾.
جي پيار جا پنڇي آڏري ويا، سي آئيون سپ آکيرن ۾.
آزاد گذاريسان، عمر سڄي، مان "خاڪي" شال ڪٽيرن ۾.

## تاج جويو

### غزل

اڄ ٻسي اي ٻرين! ليڻ تنهنجا ٻيئل،
دل جو شيشو ڀڳو، ڏات ڳاتا غزل!
ڏيهه تنوڪي ججهو آ ڏکويو ڪوي!
آهه اوري اکهان لُڙڪ تُنهنجا آدل!
ٻير ٻٽرن ڇينا، ٻوءِ ٻه ڪاهوڙيا،
وک وتري وجهي ويا لتاڙي جبل!
سُرڪ موٽي مهاڻن کي ملندي ميان!
ڪپ ڪينجهر مٿان ليٽ ليڙندا ڪنول!

**اياز گل**

## گيت

تـوبن کھڙا چالورا!
او سالـورا! او بـانـورا!
منهنجي چـالـوَ چپرُ تـون آهين،
مـان درياهـُ، ڪپرُ تـون آهين،
او سالـورا! او بـالـورا!
تـوبـن ڪھڙا چانورا!
سـيـنـي ۾ دل ڏڙڪي جيسين،
مـان تنهنجي، تـون منهنجو تيسين،
او سانـورا! او بـانـورا!
تـوبـن ڪھڙا چانورا!
مـان تنهنجي چـرڻـن جـي داسي،
او! منهنجي مـَـنَ جـا رهـواسي،
او سالـورا! او بـانـورا!
تـوبن ڪھڙا چانورا!
ڏور ڳـُـذارڻ اوکـــو آهـــي،
دل کـي ڏيڻو دوکـــو آهـــي،
او سالـورا او بـالـورا!
تـوبـن ڪھڙا چانورا!

**نصير مرزا**

## ترائيل

جن راهن تي تون مان گڏجي هلندا هئاسين،
تن راهن تي ڌوهـر آيري پـيـا هـين اڄ،
ياد ڪـر اڄ ڪيئن ۽ ڪڏهن وڇڙي وياسين،
جن راهن تي تون مان گڏجي هلندا هئاسين.

جن وڻن جي ڇـايـا هيـٺـان وهندا هئاسين،
تن وڻن کـي سـاڙي ڇـڏيـو آهـي وڄ،
جن راهن تي تون مان گڏجي هلندا هئاسين،
تن راهن تي ڌوهـر آيري پـيـا هين اڄ.

## ڊاڪٽر درمحمد پٺاڻ

### وائي

ڀريو مٽو ۽ ڀريو امر آ، ٻاڦي جذٻا مڪٽا ڀوڀا،
ڀو ٻه ڏين ڪي ڀاڻ ڪي ڏوڪا.
”ذات - ڏيٺو“ ڪو ڀاري لڪتو، ماڻهن ڀاتا مڙلي ڪوڀا،
ڀو ٻه ڏين ڪي ڀاڻ ڪي ڏوڪا.
ڪهڙا ڪهڙا لظرن ڳهايا! ماڻهو چڻ ڪي آهن پوڀا،
ڀو ٻه ڏين ڪي ڀاڻ ڪي ڏوڪا.
سڀ ٺي ڄاڻن سڀ ٺي سڃاڻن؛ ڦاڻي اپ ڪي ڪهڙا ٽوڀا؟
ڀو ٻه ڏين ڪي ڀاڻ ڪي ڏوڪا.
ڪوڏيءَ ملهه تي ڪٿين وڪاڻا، رد ڪيا جن روڪڙ روڀا،
ڀو ٻه ڏين ڪي ڀاڻ ڪي ڏوڪا.

## ڪنول لهاڻو

### گيت

ٻنجي جيٺن ٿي ڀريت پڪاري،
آءُ ٻه ساجن منهنجي دواري.
ڳلي ڳلي ۽ وڻ وڻ ووڙي،
ڀربت ڀربت، ٻن ٻن، ڊوڙي،
ڪوئل ڪوڪي تيٺن ڪوڪاري،
آءُ ٻه ساجن، منهنجي دواري.
ٻاڻ وهيٺي ٻاڳل لاهي،
جهاتيون ٻائي ڪالڳ اڏائي،
راتيون روئي، ڏينهن ايااري،
آءُ ٻه ساجن، منهنجي دواري.
تو ٻن من آ، مالدو موڳو،
چاهت ڪي اچي ڏي چوڳو،
ماري ٻڌجي يا وڃ ماري،
آءُ ٻه ساجن، منهنجي دواري،

## آدل سومرو

### وائي

بُنيءَ جهڙي ٻُٽ ۾،
منهنجو روح رڙي.

ساهه سدائين ڪانئر جو، موت سنديءَ مُٺ ۾-
منهنجو روح رڙي.

کهڙو تنهن سان پريتڙو، ڪاني جنهن جي ٻُٺ ۾-
منهنجو روح رڙي.

مانَ جو مانُ، مي چا جاڻن، جيءُ جڙيو جن چُٺ ۾-
منهنجو روح رڙي.



## ذوالفقار سيال

### وائي

شهر سڄي ۾ چرچو آهي، چونڪ چونڪ تي واڪ،
دل وارا ليلام ٿين ٿا.

هر ڪنهن پنهنجو پاڻ آ ماريو، سينا سيئي چاڪ،
دل وارا ليلام ٿين ٿا.

مينديءَ رتڙا، ابهم جذبا، سڙي ٻٺيا راڪ،
دل وارا ليلام ٿين ٿا.

سوري توتي سينگاريا ويا، ڪي معصوم ۽ ماٺهو پاڪ،
دل وارا ليلام ٿين ٿا،

## سوز هالائي

# غزل

سُورَ سانديندا وَتون ۽ پُورَ پاليندا وَتون،
لُڙڪ پيئندا، پوءِ بہ کِلندا، مُسڪرائيندا وَتون.

حال محرم ناهہ ڪو، جنهن سان سَلجن سُور ڪي،
پاڻ سان پنهنجا سيئي احوال اوريندا وتون.

راز جون رمزون سيئي راز ۾ رکندا اچون،
لينهن جي ناسُور کي لوڪئون لڪائيندا وتون.

زندگيءَ ۽ موت جي چڪتاڻ ۾ چڪبا هلون،
روز مَرندا، روز جهُرندا، زخم کائيندا وتون.

زهر جو پيالو پِيَري، سقراط پيتو هڪ دفعي،
وَرَ ڏيو وهہ جا وٽا، چپڙن تي چاڙهيندا وتون.

عشق جي آري ڪڏهين بندش قبولي ڪانہ ڪا،
ان حقيقت سان سيئي ناتا نڀائيندا وتون.

"سوز" ۾ سڪندا وتون، ڪوندر ۾ گهاريندا وتون،
پوءِ بہ سجڻ کي سنڀاريندا ۽ ساريندا وتون.

## ملڪ نديم

# غزل

نہ غم ۾ ڪو ماتي سي گڏ خوشي ۾،    اڪيلا اڪيلا اسان زندگي ۾.
رُلل يار پرچي مڃي عمر پنهنجي،    گذاري ڇڏي سي اسان بندگي ۾.
اسان کان پڇو ڪين صدمن جون ڳالهيون،    اسان بي وفا کي ڏني جاءِ جيءَ ۾.
ڪنهن مهٽي ۽ منڙي محبت آ موهيو،    بڻايو آ مجنون حياتي سڄي ۾.
اسان جو ڏکن ۾ ڪو ساٿي بہ ليندو؟    ڪٿي آ نديم صدا هي سنڌيءَ ۾.

غلام هالائي

# ڪافي

منهنجو دلبر سو دلدار اٿئي.
جيڪو سهڻن جو سالار اٿئي.

جنهن ڏي ناز ڀريا ٿو نيڻ کڻي،
تنهن کي نينهن ٻچي ٿو جادو هڻي،
منهنجو ساجن سڀ کي ڏاڍو وڻي،
اهڙو محب مٺو منٺار اٿئي.

منهنجي رانجهن جي اٿي رمز سُٺي،
جنهن سان مرڪي ملي سا مُرڪ مُٺي،
جنهن تي راز ڪري سا قُرب ڪُٺي،
اهڙي پيارل جو مون سان پيار اٿئي.

جيڪا ونس وجي تنهن کي اڏيو ڇڏي،
جيڪا مُنهنڙو مٽي تنهن کي وريو سڏي،
جيڪا مديون ڪري تنهن کي بخشيو ڇڏي،
اهڙو پاجهه ڀريو منهنجو يار اٿئي.

جنهن سان ٻرچي ٻوي تنهن جي ٻاٽ ڀَري،
جنهن تي ڏمر ڪري تہ ٻہ نظر ڏري،
جيڪا جهولي جهلي خالي ڪين وري،
اهڙو ڏيهه ڏٺي ڏاتار اٿئي.

تو تي خاص غلاما هُن جو ڪرم،
تو کي ويجهو اچي ڪين درد ۽ غم،
تنهنجو کهڙو ڀلا ڪنهن ٻئي سان ڪم،
بس هڪڙو سخي سردار اٿئي.

## محمد حاجن ابڙيجو ”خوشتر“

●

سوين سُور صنم، تنهنجي لاءِ سٺم،
ويهي رات سڄي، تو لاءِ يار رُنم.

ڇو پيار پلا پهرين اهڙا ڏنئه،
سي جهٽ پٽ ۾ سڀ وسري ويئه،
مان تہ تنهنجو هُيس، تنهنجو يار قسم.

ساري رات مينا مون سان وِهندو هئين،
ڏاڍا ٻول مينا، مون کي چوندو هئين:
هاڻي روئي ڪيم تو لاءِ اکڙيون لم.

جڏهن مون کان ٿئين تون يار جدا،
کهڙو حال ٿيو، سو ڄاڻي خدا،
پر ڪين ڪڏهن ڪنهن کي دانهن ڏنم.

نہ ڪي ڀل تي سري منهنجي توکان سوا،
هاڻي ’خوشتر‘ تي ڪر تون ڪا عطا،
نہ تہ توکان سوا ويندو لڪري دم.

## محمد خان مجيدي

### اڄا ٻہ اڳتي

اِهي سُکن جون بهار بستيون،
دُکن جا ديرا اڄا ٻہ اڳتي.

اِهي تہ ڇيٺگون آٿن آڏامن، جيپون ۽ جيرا اڄا ٻہ اڳتي.
اِهي تہ ميرن لٽن سان ماٺهو، مٽن جا ميرا اڄا ٻہ اڳتي.
اِهي تہ انگڙيون اڙيون آراٿون، مٽلهن جا ڦيرا اڄا ٻہ اڳتي.
اِهي ٻکي سڀ سُکيا سٽتابا، غريب ڳيرا اڄا ٻہ اڳتي.
اِهي تہ هلڪا وڏن جا واهي، وڏا وڏيرا اڄا ٻہ اڳتي.
اِهي تہ ليڪا نپڻ ۾ سَولا، کهٽن تي کهيرا اڄا ٻہ اڳتي.
اِهي آڏامي لڳن ٿيون ڪکريون، ڇڙاڪ ڇيرا اڄا ٻہ اڳتي.
اِها تہ ننڊ مان آٿڻ سان نڪتي، آٿيا سويرا اڄا ٻہ اڳتي.
اِهي تہ ٻَٻ جا ٻهاڙ اوري، ٻُنهون جا ٻيرا اڄا ٻہ اڳتي.
هٽن سان هٽڙا مليا تہ ڇا ٿيو؟ دليون ۽ جيرا اڄا ٻہ اڳتي.
اِهي تہ ٻوڻرا ٻيرن گُلن تي، ٻلن جا ٻيرا اڄا ٻہ اڳتي.
اِهي ٻلايون ڪندا اهن ٿا، ٻلا ٻلهيرا اڄا ٻہ اڳتي.

## احمد خان آصف مصراڻي

### غزل

بناڻي عشق کي رهبر، عجيبن کي ڏسي ورتم،
محبت جي سهاري سان حبيبن کي ڏسي ورتم.

سمايو درد جو دل ۾، دوائون ان جون دلبر وٽ،
سوين حيلا حڪيمن جا، طبيبن کي ڏسي ورتم.

نه باغن ۾ بهار آيو، نه گلشن ۾ نکار آيو،
خزان جي خوف ۾ اڄ عندليبن کي ڏسي ورتم.

سڪونِ قلب حاصل ناهه ڪنهن کي، هرڪو حيران ٿيو،
بچيو سرمائيدارن کان، غريبن کي ڏسي ورتم.

رڍن جي روپ ۾ ڪيئي بگهڙ بالڪل نظر آيا،
وڃي ويجهو شريفن ۽ نجيبن کي ڏسي ورتم.

جدائي جي عذابن ۾ گذر ٿي عمر اي 'آصف'،
نه آهي بخت ياور ٿيو، نصيبن کي ڏسي ورتم.

## جوهر بروهي

### غزل

عاڻ جيون ۾ ڪو مزو نه رهيو.
حال پنهنجي ۽ پرجهلو نه رهيو.

شهرواسين ۾ مان به ڳنجان ٿو، شهر سان پو به واسطو نه رهيو.
ڪنهن بئي ۾ اميد ڪهڙي رکان، پاڻ تي پنهنجو ڀروسو نه رهيو.
ايترو انتظار ڪرڻو پيو، نيٺ ڪنهن جو به آسرو نه رهيو.
دل جي ڏاڙهن به نيٺ رڪجي وئي، هاءِ هائي ڪو ماسرو نه رهيو.
زندگيءَ جي ڪٺن نه واٽي تي، مون جيان ڪولي هيڪلو نه رهيو.
بدنصيبي آ اوڄ تي پهتي، شعر منهنجي ۾ سلسلو نه رهيو.

سوچ تڙپائي ٿي اڃا 'جوهر'،
بي غمي جو ڪو مرحلو نه رهيو.

## نثار بزمي

### غزل

جلائي شمع پجهائڻ مان فائدو ڪهڙو،
نہ لائي سگهجي تہ لائڻ مان فائدو ڪهڙو.

ملن تہ پاڻ ۾ دليون ملن ٻہ ڪي يارو!
رڳو اکين جي ملائڻ مان فائدو ڪهڙو.

ٻرن ڏيا لڙڪ تہ، تي روشني ٿئي جڳ ۾،
تہ ٻوءِ لڙڪ لڪائڻ مان فائدو ڪهڙو.

جهڪي نہ دل تي اگر سر سان گڏ ڪا سجدن ۾،
تہ ٻوءِ ٻرڙ گسائڻ مان فائدو ڪهڙو.

نہ دل رکي جا محبت تہ، دل آها ڪهڙي،
انهيءَ کي گهر ۾ ٽڪائڻ مان فائدو ڪهڙو.

هُجي خريدڻي ڪا شيءِ تہ ٻوءِ وڃي ڇڏجي،
ڪا چيز خالي چُڪائڻ مان فائدو ڪهڙو.

هُجي جا دل ۾ تہ ڪولي ڪجي اها ظاهر،
مگر بهاني ٻنائڻ مان فائدو ڪهڙو.

نہ ٻُوند ڪنهن کي ملي، جام ڪي پيئڻ وڃا،
تہ ٻوءِ اهڙي ورهائڻ مان فائدو ڪهڙو.

هُجي منهاس ڪو آواز ۾ تہ پو وه وه،
اجائي ٻي سُري ڳائڻ مان فائدو ڪهڙو.

ملي جتي نہ محبت جو ڪو صلو 'بزمي'،
اتي ڪا آس لڳائڻ مان فائدو ڪهڙو.

## عاجز اَڇڻ

### ڪافي

نام ڏٺيءَ جي جيڏيون مون کي، پنهل ڏيو پرچائي.
پنهل ڏيو پرچائي، ٻون کي، ساجن ڏيو سرچائي.
رانول مون کان رات رسي ويو، منهنجي ننڊ ڦٽائي.
ڏاڍيءَ ڏر کان ڏوهارڻ جون، ٻڌيون ڏيو بخشائي.
سڪندي ڪيئي سج لهي ويا، واٽن تي واجهائي.
روئي تن کي ريجهائيندي ٻس، ٻاند ڳچيءَ ۾ پائي.
دل ڪسي هُو دور هليا ويا، 'عاجز' کي تڙپائي.

مريم مجيدي

## غزل

ڪجن ڇا نيڪاريل نظارن جون ڳالهيون؟
ٻچاريل ٻئدن تي بهارن جون ڳالهيون.

اکين جي وٿين ۾ تہ آلڪا لڙڻ ٿا،
ڪري ڪيئن سگهجن قرارن جون ڳالهيون؟

ڪٿي ساهہ سڏڪن، ڪٿي روح راڙا،
اهي ويل واڪا، ڏڪارن جون ڳالهيون.

امن جي آڌوڙيل هڏن تي بہ هاڃا،
ڪريون ڇا سگهارن، هچارن جون ڳالهيون؟

ڏڪن ڏيهہ ۾ سڀ ڏڪويا وتون ٿا،
مٿي مرڪ ۾ پي ميارن جون ڳالهيون.

گناهن ثوابن جا گهيرا لتاڙي،
ڪڏي ٿا ڪهون عشق وارن جون ڳالهيون

ج. ع. منگهاڻي

## وائي

ڏي تون ڏونگر وات ميان، آئون نہ بيهٺي آهيان.
تنهنجي اندر ڪان پيي اونهان، منهنجي اندر ڦات ميان.
آئون نہ بيهٺي آهيان.

جوتي منهنجي جيء سندي، ماڳ جي ٿيندي لات ميان،
آئون نہ بيهٺي آهيان.

ٻب مثان 'منگهاڻي' گذري، ويندس آچي ڳات ميان،
آئون نہ بيهٺي آهيان.

مهر پروين

## بيت - (سر سارنگ)

( ١ )

ساريو سڄڻ يار کي، روئان راتو ڏينهن،
محب موٽيو ڪين ڪي، نيڻ چڙهيو نينهن،
سڙي ويو سينهن، پکو نه 'پروين' سان.

( ٢ )

چوڻي ڪري چنڊ جيئن، بادل ڪئي بهار،
ڪڪرن سندي ڪار، سڌي پيئي سڄڻ ڪي.

( ٣ )

آئي آهي بهار، ڪئي نياپو نينهن جو،
ملڻ جي ملهار، سکهي ٿيندي سڄڻ سان.

( ٤ )

من ماندو ڪيو 'مهر' جو، محب هٿي مٺڊ،
اهڙي سونهن سڄڻ جي، جهڙو چوڏهينءَ چنڊ،
گهورن سان ڪو گهيند، ويو وڃائي وجود ۾.

( ٥ )

وڃائي وجود ۾ سڄڻ شهنائي،
رهي نه سڌ ڪائي، 'مهر' کي ڪنهن ملڪ جي.

( ٦ )

سڪ سڪايو سڄڻ جي، حال وڃايو هير،
شل سڄڻ اچي سيج تي، ويلي انهيءَ وير،
پرين سندا پير، چمنديس آئون چاهه مان.

( ٧ )

الله اڻ پرينءَ کي، جو ساريان سڄو ڏينهن،
اکيون وسن ايئن تيون، جيئن ساوڻ وسي مينهن،
ننڊ پڻ وارو لينهن، شل ڇڄي نه ڇيهون ٿئي.

( ٨ )

مٺڊون موٽي آئيون، سڄڻن ڪيا سانگ،
آڏرن پيا ڪانگ، سکها اينده سپرين.

( ٩ )

جانب آيو جُوءِ ۾، ويو ڏرت ڏڪار،
سائيهه ٿيو سڪار، اچڻ سان عجيب جي.

( ١٠ )

جانب آيو جُوءِ ۾، سرهو ٿيڙم ساهه،
پورو ٿيم پساهه، سپريان جي سيج تي.

( ١١ )

محب موٽي آئيو، ڪري پلاوون پال،
لٿو جيءُ جنجال، جالب مليو جيڏيون.

( ١٢ )

دلبر اچي ديرو ڪيو، 'مهر' سندي من،
ڪاڻ ڪندي ڪن، وسندي پنهنجي وصل ۾.

( ١٣ )

سر ته وسان محب سان، جو مشفق مهربان،
اچڻ سان احسان، محب ڪيو 'مهر' تي.

( ١٤ )

محب ٿيو 'مهر' جي ساهه سندو سينگار،
ساڻ ڏنو سردار، ڪري وڙ ولهيءَ تي.

## سرفراز راڄڙ

●

آءُ تہ منڙي ڪيڏيون راند،
مون جي ڪتيو، تون ونج ھلائد.

ڪالهہ بہ مون وٽ ڪين تون آئين، راند جي ڇو تون مهل وڃائين،
وٺي ويئي ڪيئن ھيءَ ويچائد.

چنڊ پيو چمڪي ۽ ستارا، ڇو ھي گھارين ھري ھيارا،
ورھہ ڪان ناھيم ڪا ويساند.

آءُ تہ ويهي ڊارو ڊاريون، واري واري گوٺون ھاريون،
راند ۾ گھرجي تي ٻي راند.

توکي ھرگز مات نہ ڏيندس، ڪنيم تڏھن پي مات ميڻندس،
ڪيڏڻ لئہ ٿو ھايان ٻاند.

ھن ۾ ڪير ڪتي ٿو پيارا، ماڻھن جا ٿيا اندر ڪارا،
ڇون ٿا دنيا تي وٺواند.

راند 'فراز' جو آھي بهانو، جنھن ڪي تون آن ياد روزانو،
تومان گھرجي ٿي ھيڪاند.

## ناظم منگي

### غزل

سجڻ جدائي ڪئي خوب انقلاب رُنو،
آ بي رخي تي حقيقت ۾ انتخاب رُلو.

صنم جي مُرڪ نصيبن جي آ سنوار، مگر
هو سنگدل ٿيو وفا منهنجي بي حساب رُلو.

جڏھن بہ سامهون گذريو نقاب سان گذريو،
آداس سمجهي ھو محجوب بي حجاب رُنو.

وصالِ يار لِيءَ شب روز بيقرار رهيس،
ھريشان حال تي مهتاب آفتاب رُنو.

خدا گواھہ وفا جو وٺي جفا نہ ڇڏينءَ،
مان بي گناھہ ھيس تنهنڪري عذاب رُنو.

ستم جا داستان تحرير ڪئين نقاد ڪريان،
قلم ڪنيم تہ رقم تي ڏنم ڪتاب رُلو.

نزاڪتون ٿيون گلن ڪي مان بهار منجهان،
آجڙ چمن ڪي ڏسي خود بخود سراب رُنو.

تمام عمر محبت ۾ ڏک ڏنا 'ناظم'
مکن نہ سات ڏنو تنهنڪري شباب رُلو.

# محمد اسحاق "راهي"

## قطعا

چنڊ ڌرتيءَ تي ٿو اڀري دوستو!
زلف مُنهن تان ٿو ڪري دلبر پري،
آسمان جي چنڊ کي ليکو ڏيو،
ڪر وڃي ٿي يا پڇي پاسو ڪري.

جت ڏٺم تنهنجا قدم سجدو ڪيم،
راهه تنهنجي ۾ صنم سجدو ڪيم،
تون ٻجاءِ ٻر تنهنجي دلبر ٻار جو،
جو مسلم ۽ جو ڏٺم سجدو ڪيم.

مون کي ليڪن لماڻي پڙيو،
ٻمني: يار جي ماڻي پڙيو،
هڏ هڏ پيار جي پيچ ۾ آهي،
کهٿورن جي ٻرَ کهاڻي پڙيو.

قدم ان جا مون ڏي اچڻ کان نه روڪ،
اکيون عشق واريون ڏسن کان نه روڪ،
قبولي آ هڪٻئي کي دلين چڏيو،
زمانا! اسان کي ملڻ کان نه روڪ.

## رباعيون

جلون جي خدائيءَ ۾ فقط يار ٿو ڳوليان،
بازارِ محبت ۾ خريدار ٿو ڳوليان،
ڪو دام ڪٿيندڙ کي ٻڌائي 'راهي'،
دل ڏئي جو وٺي دل سو طلبگار ٿو ڳوليان.

اوسيڙو آ آمد جو ڪيان وينو ٿو،
ٻرچائي اچي ڪير رُٺان وينو ٿو،
تقدير جو اي 'راهي' سهارو آهي،
تقدير جي مالڪ کي ڏمان وينو ٿو.

حورن جي ستائش ٿو ڪيان پيو مان،
جلون جي ٿو تعريف لکان پيو مان،
اي دوست: قلم تنهنجي اشارن سان هلي ٿو،
جڻ يار فدا ٿوتي ٿيان پيو مان.

حسرت جي ڪچهري ۾ اچي ويناسين،
مايوس طبيعت کي ڏسي ويناسين،
مدت کان پريل نيڻ هيا اي 'راهي'،
اڄ اوچتو اي يار وسي ويناسين.

•

احمد خان "مدهوش"

## "شاعر نہ هجي ها تہ......" (قطعات)

شاعر کو اگر بزمِ جهان ۾ نہ هجي ها،
هيءَ آلس و محبت بہ اسان ۾ نہ هجي ها،
سازن ۾ هجي سوز نکي روح لحن ۾،
دراصل جي شاعر جي اذان ۾ نہ هجي ها.

شاعر نہ هجي ها تہ ثقافت نہ هجي ها،
هيءَ رونقِ محفل ۽ نزاکت نہ هجي ها،
جنهن فن تي کري ناز ٿي مطربہ هاڻي،
تنهن فن جو کوئي قدر ۽ قيمت نہ هجي ها.

شاعر جي تخيل جي عنايت نہ هجي ها،
تهذيب و تمدن، فن و صنعت نہ هجي ها،
ترقي ٿا سڏيو جنهن کي اي اربابِ سياست،
سا کنهن بہ نموني سان سلامت نہ هجي ها.

شاعر نہ هجي ها تہ اخوت نہ هجي ها،
انصاف و مروت ۽ عدالت نہ هجي ها،
قومن کي ملي ها نہ کڏهن، درسِ صداقت،
هين اوج تي انسان جي عظمت نہ هجي ها.

شاعر نہ هجي ها تہ هيءَ ملت نہ هجي ها،
آزادي جو اعزاز ۽ عزت نہ هجي ها،
شاعر نہ اگر قوم کي بيدار کري ها،
هت نعمتِ جمهور جي دولت نہ هجي ها.

شاعر نہ هجي ها تہ صحافت نہ هجي ها،
هيءَ علم و ادب نشر و اشاعت نہ هجي ها،
اسٽيج نہ ڊراما نہ اداڪار نہ فلمون،
مطلب تہ ڪوئي لطف و لطافت نہ هجي ها.

## نشتر ناڌن شاهي

### غزل

بي وفائن سان لباهڻ ٿا گهرون،
لينهن لالڪن سان لڳائڻ ٿا گهرون.

هرخوشي کي پيار تان صدقو ڪيو،
غم کي سيني سان لڳائڻ ٿا گهرون.

عشق جي هر آزمائش ۾ اسان،
پنهنجي وک اڳتي وڌائڻ ٿا گهرون.

پاڻ ڏي هڻ جون خطائون ئي ڪري،
يار رنڙي کي مڃائڻ ٿا گهرون.

يار جون يادون بہ خطرا ٿي پيون،
دل جي ڌڙڪن کي دبائڻ ٿا گهرون.

وقت گذريل جي ڪري يادن کي ياد،
دل جي آتش کي اجهائڻ ٿا گهرون.

تنهنجي محفل ۾ اسان ئي اي سڄڻ؛
اڄ نوان نغما ٻڌائڻ ٿا گهرون.

آيو مان سينگارجي مقتل ۾ هان،
پنهنجا توسان وعدا پاڙڻ ٿا گهرون.

ضبط ليئن ۽ زبان تي ڀڻ ڪري،
درد کي دل ۾ دٻائڻ ٿا گهرون.

ڪان نظرن جا سجهن تا تنهنڪري،
تنهنجي ليشن ڪان لتائڻ ٿا گهرون.

پنهنجي دل کي تنهنجي سيني ۾ رکيو،
تير مڙگان ڪان لڪائڻ ٿا گهرون.

تنهنجي قدمن کي چمون ٿا، ڏي چمڻ:
پنهنجي ايمان کي اجارڻ ٿا گهرون.

خنجر ۽ تلوار جو ڪهڙو ضرور!
دل کي گهورن آڏو کهائڻ ٿا گهرون.

تو ڪشي 'نشتر' زلي نقصان ڪيو:
پاڻ زخمن کي چڏائڻ ٿا گهرون.

محمد حسن "بيوس" بازيد پوري

## غزل

اسان جي عيبَ اوڻاين ۽ ارمانن سان تنهنجو ڇا،
اسان مجذوب متوالن ۽ مستان سان تنهنجو ڇا.

ڏکن ۾ ڏينهن ٿا گذرن، ڏکيا ڏاڍا ڏسي ڏاتر،
ڏٺا سون ڏاڍ ڏک ڏاڍا، ڏکن منهنجن سان تنهنجو ڇا.

ڪنڊيون، ڪجليون، ڪوربل، ڪارڙيون ڪن قربُ ڪنهن ڪنهن تي،
اکيون اهڙيون عجيبن جون، انهن اکڙين سان تنهنجو ڇا.

سڄڻ جي سينڌ سهڻي ڇڻ تہ آهي سير سنڌوءَ جي،
سراپا سونهن جو سردار آ، ساجن سان تنهنجو ڇا.

مٺو ماهِ لقا منهنجو مٺو آهي مٺايُن کان،
مٺو محبوب جو مرڪڻ، مٺن منهنجن سان تنهنجو ڇا.

اسين اڄ يار اڻ پيتي نشن ۾ پُر خمار آهيون،
لشا ٿيون لينهن جا ڏاڍا، اسان نشين سان تنهنجو ڇا.

مٺي محبوب جي دَرَ جا اسين منگريا سڙئي مالهو،
اسين منگريا آهيون 'بيوس'، اسان منگرين سان تنهنجو ڇا.

سيد اڪبر

## غزل

ڪاري رات ڪان ڪهڙو ڊڄُ،
نيٺ تہ لڪري ايندو سڄُ.

دل جا داڻا، من جا موتي، ماروئڙن کي ميڙي ڏڄُ.
پيار منجهاران پيارئي سهجي، پوکج پيارا اهڙو ٻڄُ.
لوهہ ٻہ آخر ڳري وڃي ٿو، راڻا ٿورو تون ٻہ تہ رڄُ.
پارس سان ٿي سون ٽشي ٿو، ٿورو ٿوڪ ٽڪيءَ تي ٿڄُ.
ماڪ چون ٿا موت ٽشي تي، پُلَ نہ پاڻو اهڙي ڪڄُ.

ايئن نہ ايندو هو اريلو،
ڪجهہ تہ 'اڪبر' ڪپ ۽ ڪڄُ.

## حيدر شاهہ

### غزل

ڏکن ۾ ڪيلي ٿا گذاريون اسان،
پيا پيار پنهنجو جياريون اسان.

هي اکڙيون اوهان لاءِ اربي ڇڏيون، پر تي لڙڪ محبت جا هاريون اسان.
حياتي پريشان وارن جيان، گهڙي پل ٿا جنهن کي سنواريون اسان.
اندر ۾ اچي جيڪو ٻيهي وڃي ٿو، کلي نانءُ اهڙو آچاريون اسان.
مصيبت اڳيان 'شاهہ' طوفان بڻجي، اميدن جي ٻيڙي کي تاريون اسان.

## نظام الدين زائر

●

غم کان ڪو آزاد نہ آهي،
ڪير آ جو ناشاد نہ آهي.

دل ۾ تنهنجي ياد آ ليڪن، لب تي ڪو فرياد نہ آهي.
ڪو ڪو ڪير جي نهر کڏي ٿو، هرڪوئي فرهاد نہ آهي.
پيار ۾ جيڪو لٽجي وڃي ٿو، هرگز سو برباد نہ آهي.
جانِ غزل جي محفل ۾ اڄ، مون کي غزل ڪو ياد نہ آهي.
کهڙو واءُ لڳو آ يا رب، دنيا ۾ ڪو شاد نہ آهي.
ممڪن آهي شعر ۾ غلطي، 'زائر' ڪو استاد نہ آهي.

## نياز پنهور

●

ذهن تي وريا ياد جا سايا،
آڏما سڏڪي سڏڪي آيا.

وکريل سوچون، ڪر ٿيل سپنا، ڪوءِ جي اهائي مايا.
اڄ بہ چپن تي هُريا آهن، تو آڏو مون جي گيت ڳايا.
تنهن ڏينهن سپنا ساپيا چنبا، جنهن ڏينهن مون وٽ پيارل آيا.
ڪوي تو پنهنجي دل جا آڏما، ڪجهہ سپنن ۾ ڪيئن سمايا.

## علي نواز صابر نظاماڻي

### ڪافي

اکيون يار تنهنجيون ڀ ڪوثر جا پيالا،
ڀئي لين لرواز نرمل نرالا.

اکين ساڻ دلبر دلين کي ڦٽين ٿو،
عقابي اکين سان دلين کي جهٽين ٿو،
ڏسن تنهنجا عاشق ٿا ڪيئي ڪشالا...

اکيون تنهنجون اسرار اونها رکن ٿيون،
ڏٽاريو وڻن جهٽ دليون سي لکن جون،
ٿين زور وارا ٻه ٿا زير و بالا...

اکيون تنهنجون ڪاريون وڏي شان واريون،
وجي دهلجو دل جي ٿوڏي نهاريون،
سدا هئڻ نه 'صابر' کي بئڇيون ۽ پالا...

## عزيزالله عزيز بروهي

●

ڇڏي محب مٺو منٺار ويو،
دکي دل ڪري دلدار ويو.

هاڻي ڪيئن گذاريان مان يار بنا،
ٿيو آهيان پريشان پوار بنا،
حق ڪين ٿهي حقدار بنا،
لٽي منهنجو سڄڻ سينگار ويو.

پيو ڪونه پتو اهو سور اٿم،
مٿان ڀور جي ٻيو هڪ ڀور اٿم،
دل دردن ۾ چور چور اٿم،
هليو سونهن ڀريو سردار ويو.

روئي روئي گهڙيون مان گذاريان ٿو،
ويٺو واٽ سڄڻ جي نهاريان ٿو،
پنهنجي پيارل کي مان پڪاريان ٿو،
وجهي ڏکن ڏجهن ۾ يار ويو.

هت وينو 'عزيز' ٿو آهه ڀري،
ساري سيني ۾ ٿي باهه ٻري،
شل قربن وارو قرب ڪري،
پنهنجو پاڙي نه جو اقرار ويو.

## مختيار گهمرو

کسي دل پين کي ڏيڻ ڪار ناهي،
کهڻ ساڻ الفت رکڻ ڪار ناهي.

سڳو سڪ جو سوري محبت وڌائي، وري تار دل جي ڇنڻ ڪار ناهي.
جدا ٿي نہ جالي جدائي ٿي ماري، محبت ۾ منهنڙو مٽڻ ڪار ناهي.
ڍڪي راز دل جو ڪري رازداري، وري سور ٻئي سان سلڻ ڪار ناهي.
وفا جا افسانا وساري نہ ڇڏ تون، وفا ۾ جفائون ڏيڻ ڪار ناهي.
تڪيندي ستارا گذاريان ٿو راتيون، سوا تنهنجي سڪ سان سمهڻ ڪار ناهي.

نہ 'مختيار' کان ٿي پري يار جاني،
"رسي وڃ نہ پيارا رسڻ ڪار ناهي."

## ميوو خان "موج" لغاري

صاف دل جون سپ سڻايون، ٻي ٻيائي ٻانگ چٽ،
قدرتاً اهل ڪدورت جون سڻائون سانگ چٽ.

صلح سان اصلاح ايندي ۽ سدا سالم سلوڪ،
ورنہ جهيڙن جهري ٿين، چار چوڪا چالڪ چٽ.

ڪيڏ ڏڪاريا ڏيهہ سان ۽ ڏاها جي ڏولکر کي ڏار،
ڏاڍ سان ڏاڍو ٿي لڙي، پوءِ ڏاڍ چٽ يا ڏانگ چٽ.

دوبدو آهي ميان عاشق و معشوق جنگ،
برسر پيڪار ٻئي، مشتاق چٽ يا مالڪ چٽ.

حسن جي فوجن ڪري حملا، مارايا مير مور،
لينهن جي لاتي لمائي، ڪيا اٽل اڙٻانگ چٽ.

منتظر سان هت مران، ۽ هي اڏيو تنهنجو عجيب،
جي پرين پيلالگ! ليک لحظي ۾ لنگهہ فرلانگ چٽ.

سام ۾ قاصد ڪري، پر در تي چوڪيدار چست،
يا تہ چاريءَ چور، جي نہ تہ ڪانگ سوڏو ڪانگ چٽ.

قرب جو پيغام قاصد کان، قريبن جو مليو،
ٿيا رقيب روسيہ جا، آسرا آسانگ چٽ.

ٿيو محب سان 'موج' ميلو، ويو لهي ڏولائو ڏنجهہ،
اهل ڪينہ کل جا کل، کيا نت نيت جي نانگ چٽ.

## منظور ظفر

### گيت

اي جانِ من ٻرين ٻرين،
اي مه جبين اي دلنشين.

( ١ )

هي رات جو ترڻ ڏسي،
هي ساهه جو ڪڇڻ ڏسي،
هي پيار جو مچڻ ڏسي،
اچين اچين لڳي اچين،
اي جانِ من ٻرين ٻرين.

( ٢ )

هي روپ رنگ سانولا،
هي جوش جوش ولولا،
حسين حسين هي سلسلا،
رات رَتُ جان رنگين،
اي جانِ من ٻرين ٻرين.

( ٣ )

دور دور جا ٻـجـا،
جهولن جا ڇهڇٽا،
حسين حسين اڇا اڇا،
۽ تون لڳي چيو وڻين،
اي جانِ من ٻرين ٻرين.

( ٤ )

ڳالهه ڳالهه تي ڳريون،
لشيليون اکيون ڪڇيون،
مري ويون ٻريون ٻريون،
اڄان نٿي اچين لڇين،
اي جانِ من ٻرين ٻرين.

## خليل لاکير

### وائي

ٻـهـرين جهليو ٻُور او منڙا،
موٽ تون پنهنجي ماڳ وري.

روئي روئي نير وهائي، نيڻ ٻه ٽيڙم جهور او منڙا،
موٽ تون پنهنجي ماڳ وري.

توريءَ آٽت ڪير ڏئي، چوڪوه تو گهارين ڏُور او منڙا،
موٽ تون پنهنجي ماڳ وري.

مند وري ڪا راس نه آئي، جنهن سان ساجن سور او منڙا،
موٽ تون پنهنجي ماڳ وري.

هر ڪا ڳالهه ’خليل‘ امر آ، موٽ ٻه آ منظور او منڙا،
موٽ تون پنهنجي ماڳ وري.

## "مسرور" سومرو

### غزل

ساز دل جي سان سڄڻ سائين کي اڄ ساري ڏٺم،
مست المستي ۾ تي مستي کي هڻ جياري ڏٺم.

زندگي جي پُرخطر ساگر ۾ اڇلي پاڻ کي،
ريءَ ترهي، ٻانهن تي پاڻ کي تاري ڏٺم.

'لحن اقرب' مان ملائي چڏجي 'من حبل ورید'،
منهن کي مونن ۾ وجهي ان مام ۾ گهاري ڏٺم.

عشق وارن جي اکين مان اشڪ نت جاري ڏٺم،
'ليس الانسان' الاّماسعيٰ ساري ڏٺم.

ڪنهن طرف کان پيو ناهي پنهل جو ڪو پتو،
رڻ پٽن جهنگ جهر ۾ ۽ جبلن ۾ جهونگاري ڏٺم.

يا جي اکين ۾ مون خود کي لڪائي دوستو!
شاعري پٽ جي ڏٺي جو ورق هڪ واري ڏٺم.

زندگي ۽ موت جي الفي ۾ پنهان اي عزيز!
دود کي دل ۾ دکائي پاڻ کي ٻاري ڏٺم.

نياز نوڙت ۽ حيات خضر کان "مسرور" وٺي،
زندگي جي لاءِ خطرن کي صفا ٽاري ڏٺم.

## زيبِ سنڌي

### غزل

زيب اڄ تيون ڪانڻ هاڻي تنهايون
ڇني ڀاسي ڦهليل آهن اونداهيون.

تو لئه جيڪي گيت لکيا مون آهن سي،
هلي اچين جي ساجن! ٻئي گڏجي ڳايون

ياد پوني شل پيارا، تو جو چيو هو:
"توريءَ سائين! اسان تہ جڻ ڪجهہ پيا لاهيون"

رات سُهائي، رُت مستاني آئي آ،
گذري رُت يا دور تين هي تنهايون.

اوهين وساريو، ڀلي وساريو، خوش هجو،
ممڪن ناهي، اسان ڪنهين ٻئي کي چاهيون.

پهرن واري بستيءَ کان هل دور هلي،
ننڍڙو ننڍڙو پيارو ڪو گهرڙو ناهيون.

راهي چنا

## جل ٿل ۾ جوت نہ ڪائي

من منھر پيي پورا پورا،
چانڊوڪي جي ڳھاڳھر ٽڪرا،
چنڊ پيي ٽڪرا؛
ماٺ ستارا.

رات رلي آ ماڪ وسي آ،
لهر لهر سان ڇاتي ڇيهون،
جل ٿل ۾ جوت نہ ڪائي،
ماڻهو ماڻهو، پٿر پٿر،
پيڙا پيڙا،
سڏ پڙاڏا.

پنهنجا سمورا پالھ پسيل،
سرلهن جا پيلا پيلا پن ڇڻيل،
اوسيڙو ئي اوسيڙو!
تراسائي—

هاءِ ڙي هي تنهائي،
واءِ ڙي هي تنهائي.

●

محمد رمضان ڪمبوهہ "زلفي"

## شال رسان

تنهنجي سونهن ثنا مان ڪيئن لکان؟
تنهنجي زلفن جا پيچ و خم ٿو ڏسان،
منهنجي دل ۾ رهي ٿو اهوئي گمان،
تو ايڏو حسن آندو آهي ڪٿان؟

تنهنجي ديد لئہ ٿيا حيران سوين،
جيئن قرب مان ڪنهن ڏي نيڻ کڻين،
تنهنجو رخ ٿئي چنڊ ستارن جان،
تو ايڏو حسن آندو آهي ڪٿان؟

تنهنجي حسن جو هرڪو طالب ٿيو،
منهنجي من ۾ آگ لڳائي تو،
تنهنجي سونهن کي تو مان سلام ڪيان،
تو ايڏو حسن آندو آهي ڪٿان؟

تنهنجي هجر ۾ مان ٿيو آن ديوانو،
جيئن پيار ۾ ٻيوس پروانو،
تنهنجي ديد لئہ هر پل سڪندو رهان،
تو ايڏو حسن آندو آهي ڪٿان؟

مون تي نازل تنهنجو جمال ٿيو،
منهنجا پير ٿڙيا، ۽ هوش ويو،
شل عشق جي منزل تي مان رسان،
تو ايڏو حسن آندو آهي ڪٿان؟

پنهنجي هستي تنهنجي لئہ وقف ڪريان،
تنهنجي لاءِ جيان، تنهنجي لاءِ مران،
تنهنجي سونهن جي 'زلفي' ثنا ڪريان،
تو ايڏو حسن آندو آهي ڪٿان؟

رزاق مهر

# فيصلو

”دريءَ پنيان ٻيهي هن چيو: ”نيٺ ڪهڙو فيصلو ڪيئي؟“

”ڇاجي باري ۾؟“

”منهنجي باري ۾، ڇٺو ڇا ٿو چوين؟“ پڇيائين.

سان هن جي سوال لاءِ قطعي تيار نہ هئس، سندس منهن ڏانهن واڻڙن وانگر ڏسندو رهجي ويس.

”ٻڌاءِ، مون کي موت جي منهن ۾ ڏسڻ پسند ڪندين، يا پنهنجي قدمن ۾ جاءِ ڏيندين؟“

”مان توکي ٻنهي روپن ۾ ڏسي نٿو سگهان. فهميده! مون توکي پوڄيو آهي.“ چيم: ”تون منهنجي لاءِ مقدس آهين، منهنجي اتاولي روح جي عبادتگاهہ آهين. مان تنهنجي پوڄا ڪرڻ ٿو چاهيان.“

هن وراڻيو: ”پر تون منهنجي سوال کي لنوائي، مون کي جنهن عذاب ۾ مبتلا ڪري رهيو آهين، اهو منهنجي سهڻ کان ٻاهر ٿيندو پيو وڃي — مون کي ٻڌاءِ، تون مون سان شادي ڪرڻ لاءِ تيار آهين يا نہ؟“

ماڻ پاڻ کي صدين جو ذهني مريض سمجهڻ لڳس. مان محسوس ڪري رهيو هوس تہ ڪا شيءِ منهنجي دماغ جي رڳن کي لپوڙي رهي هئي، ٽوڙي رهي هئي؛ ۽ مان چاهڻ جي باوجود بہ ڪو جواب ڏيڻ کان لاچار ٿي پيو هوس.

ڪيتري دير ٻئي چُپ رهياسين. نيٺ هن ڳالهايو: ”ٻڌاءِ، نيٺ ڇا ٿو چوين؟“

”فهميده، چيم: جڏهن مان مري ويندس تہ منهنجو روح تنهنجي قدمن ۾ جهڪيل هوندو. ڪائنات جي ڪنڊ ڪڙڇ تنهنجي سجدي کان خالي نہ ڇڏيندو.“

”اهو منهنجي سوال جو جواب ناهي.“ فهميده چيو: ”تون هاڻي ڇا ٿو چوين. ٻڌاءِ، مون وٽ وقت تمام ٿورو آهي، ۽ مان انهيءَ ٿوري وقت ۾ ڪو فيصلو ڪرڻ ٿي چاهيان.“

هن جي هٿ کي زور ڏنم. چيم: ”تون منهنجي اندر جو آواز آهين. مون توکي ڪڏهن بہ پاڻ کان ڌار نہ سمجهيو آهي.“

”تون مون سان شادي ڪرڻ نٿو چاهين؟“ هن پنهنجو هٿ منهنجي هٿ مان ڪسڪائي ورتو.

”مون کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪر، فهميده!“

سندس چهري تي پريشانيءَ جون انيڪ ليڪون اڀري آيون. هن ڪجهه نه ڪڇيو.

مون ڳالهايو: ”فهميده، ڪي ماڻهو ظاهري طرح پنهنجي اندر کان مختلف هوندا آهن. ضروري ناهي ته هر ماڻهوءَ جو ٻاهريون ڏيک ان جي اندر جو آئينو هجي، جڏهن ته انهن جو اندر جاچيو ويندو آهي ته اهي چڪناچور هوندا آهن. ڪنڊرن جيان ويران هوندا آهن. اهڙن ماڻهن مان هڪ مان به آهيان. مان مجبورين جي صليب تي ٽنگيل هر دؤر ۾ خودغرض نظر ايندو آهيان. منهنجي اندر ۾ جهاتي پائي ڏس فهميده! منهنجي اندر ۾ جهاتي پائي ڪو فيصلو ڪر.“

هن جي چهري تي خزان جي ٻهرين ٻهر جهڙي اداسي پکڙجي وئي. منهنجي مٿان هڪ ڀرپور نظر وجهي، پني ڏيئي ٻيهي رهي. چيائين: ”مان سمجهنديس ته مون جنهن کي چاهيو هو، اهو فقط خواب هو، سندر سپنو هو، جيڪو اوچتو ٽٽي پيو.“ هوءَ اڳتي وڌي وئي.

”فهميده!“ سڏ ڪيو مانس، پر هوءَ نه بيٺي.

ڏڪندڙ هٿن سان دري بند ڪري، ٿڪل ٽٽل قدم کڻي ڪوٺيءَ ۾ آيس. منهنجو ننڍو پٽ رانديڪن سان کيڏي رهيو هو. اڳتي وڌي سامهون وارو ڪٻٽ کوليم، فهميده جو فوٽو ڪڍيم، پوءِ پاڻ کي ڪرسي تي ڇڏي ڏنم. مان پريشانيءَ جي اهڙي ڏٻڻ ۾ ڦاسي پيو هوس، جنهن مان جيئن جيئن پاڻ ڪڍڻ جي ڪوشش ٿي ڪيم، اجا به اونهاين ۾ لهندو ٿي ويس. منهنجي ذهن ۾ مانڌاڻ متل هو. ڪيتري دير ڪنڌ جهڪائي فوٽوءَ ڏانهن ڏسندو رهيس. پوءِ جڏهن ڪنڌ مٿي ڪنيم ته منهنجي مٿان منهنجي زال شڪيلا بيٺي هئي. هن هڪدم فوٽو منهنجي هٿن مان ڦري ذرا ذرا ڪري ڇڏيو. ڦاٽل فوٽوءَ جي ٽڪرن ڏانهن ڏٺم ۽ وري شڪيلا جي اکين جي ٻنيءَ ۾ ڏٺم، جن ۾ نفرت جون چڻيون ٻڙڪي رهيون هيون. سندس اکين مان نظرون ڪڍي ڦاٽل فوٽوءَ جي ٽڪرن ڏانهن ڏٺم. پوءِ محسوس ڪيم ته مون غلط فيصلو نه ڪيو هو. اوچتو ذهن ۾ متل مانڌاڻ، طوفان کان پوءِ وسيل مينهن جيان بلڪل صاف لڳو، ۽ مان محسوس ڪري رهيو هوس ته ڪا شيءِ منهنجي سيني کان آهستي آهستي لهي رهي هئي.



ملڪ آگاڻي

# چري چاهت چت جي

فلم جي آخري شو تان موٽندي ٻه ھن کي جاڳندو ڏسندو هوس. قدمن جي اوچتي آهٽ تي هن جي خيالي دريائن کي ٻنڌو اچي وينهو هو، ايستائين جو ڪڏهن ڪڏهن بغير ٺڪ ٺڪ ڪرڻ جي ٻه دروازو کولي ايندو. مک تي منجهيل مرڪ پکڙيل. جهريل لفظن ۾ پڇنه و:

”پارٽنر آئين؟ ڪيئن پڪچر پسند آئي؟“

جواب ڏنو نه ڏني جهڙو، پنهنجن ئي سوالن جي مٿس بارش ”ڇا يار، پنهنجا حال قال ته ڪيا اٿئي. مَرُ مرندن لاءِ، واٽا واهن لاءِ ڇا مرجي. هن کي تنهنجي ڀرجڻ جي سُڌ ئي ڪانهِ ۽ تون...“

”اڙي بابا، خدا ڏي ڏس، توکي هرويرو انهن ڳالهين ۾ وڏو ڪنهن آ-سانڻ ڀچان ڇا ٿيو.“

”ڏسيان ڇا، بس فلم ڏٺم ٻيو...“

”اڙي بابا، تون آخر ڇيڙيو ڇا تي آن- ٻڌائين ڇو نه...؟“

”ٻڌايان ڇا، ڏوڙ وجهينس- تو واري ڇوري آ، جو ناز لخرن ۽ فلم ڏسڻ ۾ پوري ۽ تون...“

”اڙي ٻڌاءِ، ٻيو ڪير؟“

”نه بابا نه، هرويرو مون کي لنبڊ ناهي ڦٽائڻي.“

”ميان هاڻ ڪٿي خدا ڏي ڏس.“

”هيس ٻه-چار ڇوريون ساڻ. اسان جي ٻنيان وينيون هيون. دل ۾ آيو ته ڪجهه ٻڌايائين، پر وري سوچي ٿري ويومانس. تون به کهڙي نه ڇسي سيڻ سان ڦاٿو آهين.“

”ڳهلو ٻه ڪو حد جو آهين. نهيو، ماڻڙي ڪري آرام ڪر.“

”ٻر تون سوچين ڇو ٿو. اجايو خوابي پارس جي ڪيڏ ڇو پيو آهين. اهي حال رهيا ته پوءِ اهو ڏينهن پري ناهي، جڏهن هڪ ڏينهن سماجي نفرت، ذات پات ۽ اونچ نيچ جي ديوار هيئان ڇيپائجي چٽجي نه وڃين.“

”اڄ جي جيٽ دؤر ۾ اهڙين ڳالهين کي کهڙي اهميت؟“

”پر هن کي تہ تنهنجي سورن جي سڌ ئي ڪانہ ۽ تون آهين جو اجايو پيو غمن جي گهراين ۾ ترڪي ترڪي زندگيءَ جو انت آڻين.“

”مان پنهنجو پاڻ ملهائي، اوجاڳن جي آڳ لاهيندس پوءِ...“

ائين ئي هو اوجاڳا ڪاتي ننڍڙي تلڦڙي ٻارڙي جيان لڇي ڦٿڪي گذاريندو رهيو. عاشيہ جي ملڻ جي آنندمانڊ، هن جي اندر ۾ ولوڙ پيدا ڪندي رهي. پهرن جا پهر، راتين جون راتيون وياڪل وياڪل، آپاڻڪو آپاڻڪو ٿي گذارڻ لڳو. هن جي منهن تي سدائين ڳڻتي ۽ تڪليف جا آثار. هن جي خيالن ئي خيالن ۾ عاشيہ جون ڪيئي سندر سندر مکڙيءَ جهڙيون مورتون، ڪرَ موڙي اٿنديون هيون، جن جي مڌر مڌر نيڻن مان امرت جا ڍڪ پي، الدر جي ڪڙاڻ وڃائيندو هو. آواز ۽ آلاپ بہ سريلو هوس. ڪڏهن ڪڏهن اڪيلائپ ڪان ڪک ٿي، تن جي تندن کي ڇيڙي ويهندو هو، تڏهن آواز هاسٽل جي ڪمرن مان پڙاڏا ڪندا پولار ۾ اڏري ويندا هئا جهڙا ڏوڙيون ڏيندڙ ڪبوتر، پرڪا ڏيندڙ تتر يا پاڻيءَ جي مٿاڇري تي قطاريل هنجهن ۽ بدڪن جا وَلَرَ.

هنو، هڪ سنگتراش جيان خيالن ئي خيالن ۾ عاشيہ جي جڙيل مجسمي ۾ ڪيئي رنگ اوتيندو ۽ ڪيئي روپ پريندو هو، جيئن ڪي ٻارَ مکڻ جي مانڙيءَ جيان رجي ويندا هئا. وقت جون ويرون ڪيتريون آيون ڪيتريون ويون، جن ۾ هڪ نہ پر سوين پيرا نثار پڌيو ۽ ترپيو. آخر هڪ ڏينهن جڏهن هن جو پيار گونجاري جيان گونجي اٿيو، تڏهن عاشيہ جي امن ۽ شانتيءَ ۾ نفرت جو تيز چوهو چوليون هڻڻ لڳو:

”توکي ڪيترا پيرا روڪيو اٿم، اشراف ٿيءُ، ڇڏي وڃ منهنجي پچر.“

”مارا! ايڏو غصو...“

”سنو ٿي تہ منهنجي راهن تي اکيون وڇائڻ بند ڪر، پر جي اِ تہ پوءِ اجايو ڏنو ٿيندين. تون پاڻ سنڀال...“

”مون پاڻ سنڀالڻ جي طاقت نہ ساريندي تہ توکي سهارو...“

”او مسٽر، توکي خبر هئڻ گهرجي تہ دبي جي مڇي سمنڊ جو ترو ڇاڇولي لٿي سگهي. تون هرويرو...“

”ان معاملي ۾ اَءُ تمام سخت آهيان، پوءِ جيڪڏهن...“

”تون هرويرو ايترو پري چڙ ٿي وڃين. اڄ جي دؤر ۾ ڌرتي ۽ آسمان جون...“

”ٺيڪ آ ٺيڪ، پر مان نٿي چاهيان تہ ماڻهو مون تي توجهڙي خسيس جي سنهڻ جي سَرُ لائن.“

”هُون ـــ! سوچيو هيم...“

”تنهنجي سوچ هرويرو اڙي بہ مون ۾ آ ـ پيو گهڻو ملڪ پڪو پيو اٿئي، آخر هيءَ ڦشري مون لاءِ چو؟“

خبر ٿي مون تولاءِ ڇا نه سوچيو..."

"پر مان توسان تن جون تندون ڳنڍي اجائي سجائي زندگيءَ ۾ زهر اوتڻ نٿي چاهيان."

"خير! تون ڪٿي ڇا به چوين پر پوءِ به..."

تون آخر چاهين ڇا ٿو؟ اهوئي تہ مان بہ توسان گڏ جان پوهي ۾ ڏيئي زندگيءَ ۾ پنهنجن هٿن سان پاڻ زهر اوتيان! جي اهو ٿو سوچين تہ پوءِ تون پليل آهين. مان ايتري اياڻي ٿي ناهيان جو پاڻ تي تنهنجي محبت جو ڇنڊو هڻي پنهنجو پاڻ کي ڪارنهن جي کُڻ ۾ ٻوڙيان."

"تون ڪٿي ڇا به چوين پر مون کي تنهنجو پيار گهرجي، پوءِ ڀلي نہ ڪٿي اهو هزارين پردن پٺيان ٿي هجي."

"تون آخر ڪيستائين... او مسٽر مان چوانءِ ٿي ڪن کولي ٻڌ، اهو ياد رک تہ تنهنجي زندگيءَ ۾ منهنجو اچڻ ناممڪن آهي، مان پنهنجو پاڻ کي سٺي نموني سڃاڻان ٿي. ان ڳالهہ جو خواب خيال ٿي دل مان ڪڍي ڇڏ تہ ڪو مان بہ ڪا تنهنجي ٿي سگهنديس."

لفظ زهر ۾ ٻڌل تير مثل هئا پر پوءِ بہ آواز ۾ منٺڙا منٺڙا سر هئا، جيڪي سنگيت جي لهرن جيان ماحول ۾ ڊوڙي ويا. ٻنهي جو بحث هو ڇڻ طوفان ۽ لهرن جي ويڙهاند، زندگي ۽ موت جي جنگ، هن جو منهن پيلو ٿي ويو، هن هڪ عورت کان هار کاڌي هئي، لفظن ۾، جملن ۾ ۽ پيار ۾.

"ها! منهنجو ۽ تنهنجو ميلاپ سچ بہ مشڪل آهي. اها خبر مون کي اڄ پيئي آهي. هونءَ بہ سگهي مان ڪا جي آميد رکڻ... تون منهنجي زندگيءَ ۾ جهڙيءَ طرح گهڙي آئي آهين، ڪوشش ڪندس تہ جيئن اڳ لاءِ تنهنجي وَرِ نہ چڙهان!"

"ڏاهو ٿيءُ، هرو ڀرو مون کي بدنام..."

جملي کي اڌورو ڇڏي هڪ جيڏين ۾ بيعزتيءَ جي ڊپ کان ڊڄي نثار کي پيار جي ٻچرندڙ باهہ ۾ ڏکو ڏيئي اها جو ويندي رهي.

وقت گذرندو رهيو، اڳين ڳالهين جون وٿيون ويڪريون ٿينديون رهيون. نين ڳالهين، نين باتين، نين چميگوين گهڻن سان منهن ٻاهر ڪڍيا. وڏي جنگاڻ ۽ وڏي ڏي-وٺ ٿي. پهرن جا پهر پچارون ٿيون، وقت جي وٿيءَ هڪ پاسي نثار جي تڙپ ۾ واڌارو ڪيو تہ ٻئي طرف عاشيہ جي اندر ۾ آندمانڊ پيدا ڪئي. نثار جي ڳالهين عاشيہ جي چت تي اهڙا نقش چٽيا ڇڏيا جن جون يادگيريون اڃان سوڌو تازيون هيون. بي رخي آهستي آهستي ختم ٿيندي ويئي، جنهن سان گڏ عاشيہ جي من ۾ نثار جي پيار جو پکيئڙو پرڙا ساهڻ لڳو. هن ڏانهن بغير خواهش جي بہ ڇڪجڻ لڳي.

"مون کان چُڪ ٿي آهي، جو توسان سٺو ورتاءُ ڪين ڪيو اٿم، مان بيخبريءَ ۾ توکي رنج رسايو، تنهن جي معافي ٿي گهران."

نثار هڪ ڀيرو عاشيہ ڏانهن ڏٺو جنهن جي ماڻاڻپ، معصوميت ۽ گهري خاموشي سموئڻ جيان هئي، جنهن ۾ هن پاڻ کي وساريندي ۽ غرق ٿيندي محسوس ڪيو. هن جي بدن ۾ هڪ قسم جي ڪتڪتائي ڊوڙي ويئي. شڪست جو سيڻانڊو هن جي جسم مان نڪرندو رهيو. هن جو ڏک ۽ گهٽتي ڪن پل لاءِ ڪافور ٿي ويو. هن کي محسوس ٿيڻ لڳو ڄڻ عاشيہ سان سوين سالن ڪان سندس سڱ هجي، جنم جنم گڏ گذاريو هجائون، جڳن ڪان واقف ۽ سڃاڻپرا هجن.

”تو جيڪي ڪجھ ڪيو سو درست ڪيو ۽ وڏيڪ اهيان جيڪو ڪجھ ڪرين ها، سو بہ واجبي هجي ها. ڇو تہ ان ۾ تنهنجو نہ پر قصور حالتن جو هو. تو جيڪو هيءُ مون تي وڙ ڪيو آهي، تنهن جي قيمت زندگي ڀر ادا ڪري ڪين سگهندس.“

عاشيہ کي هن جي لفظن مان سچائي جهلڪندي نظر آئي، هن کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ ڪنهن مقناطيسي اثر سبب نثار ڏانهن ڇڪجي رهي هجي. پر پوءِ بہ پڪ ڪرڻ خاطر پڇيائين:

”سچ سچ ٻڌاءِ تون ائين سدائين پاڇولي وانگر منهنجي ڪڍ ڇو پيو آهين؟ پلا ان طرح مون کي شرمندي ڪرڻ مان توکي آخر هٿ ڇاٿو اچي؟ توکي پيون بہ تہ ڇوڪريون آهن پوءِ...؟“

هن جيڪا نثار ۾ هلڪي ڪشش محسوس ڪئي، تنهن جو اڻ چٽو احساس نثار کي بہ ٿيڻ لڳو.

”عاشيہ، تون منهنجي زندگيءَ جي ميراث آهين، اهڙي ميراث جنهن کي وڃائڻ جو سوچي بہ نٿو سگهجي. پيون ڪئي اڏامنديون اچن پر لطيف جيان منهنجي پرينءَ جي قدم برابر ناهن.“

هن اکيون زمين ۾ کپائي ڇڏيون، ائين ڄڻ ڪجھ سوچيندي هجي، ائين ڄڻ ڪجھ ڳوليندي هجي، لڄ هن جي اکين مان ليئا پائي رهي هئي، چوري پڪڙجي پيئي، چوري پيار جي چوري، چوري نينهن جي چوري، چوري دل جي چوري.

”ڊڄان ٿي متان سماج کا سيڪت نہ ڏئي، ڊڄان ٿي متان تنهنجي پياس اجهائيندي اجهائيندي ڪٿي پاڻ نہ پياسي رهجي وڃان!“

هڪ ڳالهہ ٻڌ، مون سان پيار ڪرڻ تولاءِ ايڏي اهميت ڪٿي نہ بہ رکي پر مون لاءِ زندگي ۽ موت جو سوال آهي، تون ڪيترو بہ ڪيپائين پر توکي مون سان ساٿ ڏيڻوئي پوندو.“

هيڏي وڇوٽي، هيڏي وٿيءَ کان پوءِ جڏهن نثار ۽ عاشيہ کي ڪٿي ڏٺو ويو، تڏهن ڪيترائي لفظ مٺن ميڻا ڪري ڪيريا، ڪيتريون ئي نظرون ڪين ورائي ويون. عاشيہ هڪ ڀيرو وري ڇرڪي ويئي. هن کي اوچتو پنهنجو وجود ياد اچي ويو. هن وري هڪ ڀيرو پنهنجي ڇُڪ تي پڇتايو، پوتيءَ جو پلاند نيڪ ڪندي گهيري مان نڪري ويئي.

ائين ئي ڪيترائي ايڪسيڊنٽ ٿيا، ڪيترائي پيرا جائي واٽي قريب ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي. نيٺ ٽڪر ٽٽي پيا. آڏو آيل پهاڙ پرزا ٿي پيا، دريائن جا بند پچي پيا، پوءِ ڪيتريون ئي ڇوليون آيون، ڪيتريون ئي ڇوليون ويون، جن ٻن دلين کي ڀڪائي رکيو.

عاشيه، نثار جي پلانه سان پنهنجو پلئه ڪيترن ڀيرن جي پڪارن کان ڀوءِ اٽڪايو. جيتوڻيڪ هن ڪي سڌ هئي ته مائٽن جي ناءِ ناموس ڪي ڀٽائي، پاڻ لاءِ پاراتو ڪٽيو آهي، پر ڀوءِ به سڀ لڪ لاڳاپا ۽ ڳنڍيون ڳانڍاپا ٽوڙي، نثار کي محبت جو ديوتا سمجهي عمر ڀر، پوڄڻ جا پهه پچايا ۽ ساٿس گڏ سيج ماڻڻ جا سپنا سهيڙيا. هن وقت جي ويل ٽرڻ نه ڏئي، سير جا سانگا لاهي، وڃي نثار جي آڄ لاٿي.

گذريل رات جوت جلي سنجها ٽري، تنهن ڌاٽي هوءَ سهي سنبري نثار جي موهه ۾ نڪتي. اڄ پهريون ڀيرو ٻن دلين پريت جا پيالا وڏي پاڀوهه سان هڪ ٻئي کي پيارا. پهريون ڀيرو ٻن دلين دوريءَ کي ڏکي وِهه جي وَٽڻ ۽ زهر جي ڍُڪن پرڻ جا ڪيترائي قسم ورجايا. اهڙي سمي روح ريجهائڻ لاءِ ساهه جي سازن تي ڪيئي سُرَ ڇڙيا، ڪيئي جلترنگ ٻُريا، ڪيئي قربن جا ڪوٽ اڏيا ۽ ڪيئي من مندر ۾ محبت جون مورتون سجيون.

اڄ ٻن دلين سپنن ۾ نه، پر ساپيان پنهنجي آڏمن، اميدن، خواهشن ۽ تمنائن جا ڪيئي حسين تاج محل جوڙيا. اهڙي سمي عاشه جي سونهن، سندرتا، جوڀن ۽ جوانيءَ رات جي سالت کي پيار جي پڙلائن ۾ تبديل ڪري ڇڏيو.

رات جون رمزون به پيار پريون، دل کي ٻريائڻ جهڙيون. هوا ۾ گلڙن جي سرهاڻ. بجليءَ جي تيز روشني، رات جي وجود کي لٽي ڇڏيو هو. آسمان تي تارا چمنيءَ جي ٽمڪي جيان ٽمڪي رهيا هئا. چنڊ جي سهائي مرڪيوري بلبن جي روشنيءَ سان وچڙيل. اهڙي سمي چنڊ کي ڇهڻ لاءِ ڪيترائي چڪور آڏاٽا، ڪيترن جا پَرَ پرزا ٿيا، ڪيترن جا ڳاٽا ٽٽا ۽ ڪيئي ڌرتيءَ جي ڌوڙ ۾ دفن ٿيا، پر ڀوءِ به بي خيالو، بي فلڪو ٻه دليون پيار جي منزلن ڏانهن وڌنديون رهيون. اهڙي سمي مهون مچر ماڻ، نه ڏاڍ نه ڏاڻ، ڀوءِ رهڇون ڪير ڏي روح کي. خاموشيءَ جا بند ڀڄي نثار پنهنجون سِڪ ٻڌل اکيون عاشه جي خماريل اکين ۾ اٽڪائيندي چيو هو:

”عاشه، ڄاڻين ٿي زندگيءَ جو فلسفو ڇا آهي!؟“

”زندگي!؟ زندگي حقيقت آهي، زندگي سچ آهي، زندگي پيار آهي، محبت آهي ۽ زندگي؟ زندگي تون آهين مان آهيان.“

”تون ۽ مان، مان ۽ تون! انهن ٻنهي لفظن ۾ ڪيڏي نه ردم آهي، ڪيڏي نه آسيس آهي، چڙهندي جوانيءَ جو نشو هجي، زندگيءَ جو نچوڙ هجي ۽ سنسار جو سارو سک هجي!!“ ڪن پل لاءِ خاموش پولار ۾ نظرن جي کهُت.

”پيارا، ڇا ٿو سوچين!؟“

”سوچان ٿو ته انسان ڪيڏا نه سهڻا سپنا سهيڙي ٿو، ڪيڏا نه پهه پچائي ٿو ۽ آخر ۾ انهن جو ڇيهه... پاڻين تي تولاءِ آسن ۽ اميدن جا ڪيڏا نه حسين ڪوٽ اڏيا اٿم، پر... متان... ڊڄان ٿو ته تون...!“

”مان!؟ پرين، مان رات جي تاريڪين ۾ غوطا کائڻ کان جرڪندڙ سوجهري کي وڌيڪ پسند ڪريان ٿي -- پرين! تون ئي ته منهنجو سوجهرو آهين، تون ئي ته منهنجي زندگي آهين ۽ تون ئي ته منهنجي هستي ۽ مستي آهين.“

”عاشي، فطرت جو اٽل قانون آهي. اڳتي اڳتي، تمام اڳتي پوءِ...“

”ها، پر مان اڳتي تهان اڳتي نڪري آئي آهيان، دنيا جي ڪابه طاقت واپس ڪري نٿي سگهي.“

”مون پانيو هو... خير...“

”نثار! مان سک کي پک ۾ بدلجڻ جو ڪڏهن سوچيو به ڪين آهي، تڏهن ته سڀ ليڪا لتاڙي تو تائين پهتي آهيان. تون هرويرو نه ڇرڪ. مان ڄاڻان ٿي ته تون ڇوڻ ڇا ٿو چاهين. پر پُٽ، منهنجي پلئه تسي ڪڏهن به ٻئي جي پاپ جو پاڇو ڪين پوندو - نثار، مان تنهنجي آهيان ۽ تنهنجي ئي رهندس. مون کي سنهن آهي تنهنجي سر جو، جيئري جدا ٿيڻ کان ڏاگهه تي چڙهي ستي ٿيڻ جي رسم کي جيارينديس.“

”مٺي، مون کي موجهه هڪڙي آهي ۽ سا تنهنجي، باقي هي ويرانيءَ جا پوڇاري پنهنجو ڇا ٿا بگاڙي سگهن.“

نثار جي سيني ۾ منهن سانديندي سرگوشيءَ واري انداز ۾ چيو هئائين ”نثار، مان تنهنجي آهيان، تنهنجي ئي رهنديس ۽ تون منهنجو...“

”مٺي مان تولاءِ سڀ ڪجهه سهسائي سگهان ٿو، پر آءٌ...!“

”جاني، تنهنجو سک سواد مون کي دنيا جي مڙني لعمتن کان وڌيڪ پيارو آهي. جيون جتا ڪئي ته هڪ ڏينهن... ها، هڪ ڏينهن... اسان ٻئي... ها اسان ٻئي...“

پيءَ گهڙيءَ ٻنهي دليون کي گهڙيون محبت ۾ محو، پريت جا پيالا پيئڻ لڳيون. هنن کي ڪا، ڪَلَ جي خبر ئي ڪانه ته ڪو گهڙي گهڙي به گهاءِ هڻندي ۽ پل پل به پڇتاءُ ڪرائيندو.

ائين اوچتو ئي اوچتو ڪنهن ازدها جو وات ڦاٽو. موت جي تيز تيزابي ڦوڪ، هوا ۾ گهن گهن ٿا- گهن گهن ٿا!! ۽ سنهڙا سنهڙا آواز آيري، فطرت جي آغوش ۾ هميشه هميشه لاءِ دفن ٿي ويا. آسون لراسن ۾ تبديل ٿي ويون، پيار پڙاڏي جي صورت ۾ گهايل ڪبوتر جيان پرڙا هڻي هڻي ساڻو ٿي ويو، ساهن جي ڇڙيل سازن جون تارون ڪن پل ۾ ٽٽي پيون. دور پري دور ڇڻ ڪنهن نم جي ٽاريءَ تي ٻه ڪايل ساهه، ڪوئل جيان ڪوڪي اٿيا هجن. جوانيءَ جي جوت اجهاڻي، محبت جا اڏيل محلات ڪن پل ۾ ڊهي، ڊو اچي پٽ پيا. چند تلمڙي پارڙي جيان چيڙا ڪيڏي رت روئي ڏنو، ايستائين جو سندس ڳوڙها لالاڻ جي صورت ۾ پرهه جي پاڇولن پنيان گم ٿي ويا. ويري وقت وار ڪري ٻن دلين کي ڀڪڻ کان اڳ پوهي ۾ ڏيئي، ڏينهن اڇڻ جون ڏياٽيون روشن ڪيون. سوجهري تي اکين ڏٺو، هڪ طرف رت ۾ ليٽڙيل ٻه مئل مڙدا ۽ ٻئي طرف......!!

---

ظفر عباسي

# آزاديءَ کان قيد ڀلو

”ايڏانهن نہ وڃ، ڳهڻا ڪٽا خطري جو نشان اٿئي پياري!“ جهرڪ ڪڏ ڏئي گدري جي وَل جي هڪ ٽاريءَ تان ٻيءَ ٽاريءَ تي ويهندي چيو.

”ڪاري جي ٻاهران ئي ٿي ٻہ-ٽي ڪٽا ڇڳان، ڀلا ٻُڪ بہ تہ ڪجهہ ڪرڻ تي مجبور ٿي ڪري نہ!“ جهرڪيءَ ڪٿو چڳندي چيو.

”ٻُک لهي ٿي سگهي، جان ڦاٽي تہ ڇنِي ڪونہ ٿي سگهي ڇري!“ جهرڪ سمجهائيندي چيس.

”جان تہ سڀ ڪنهن کي پياري آ.“

”تہ بہ احتياط ضروري آ، منهنجي جان!“ جهرڪ چيو.

”انڊي ڪالہ آهيان، احتياط ڪيان پئي، ڪاري جي اوسي پاسي ڪان ئي ڪوڙ ڪٽا پيا آهن. هلي آ تون بہ اچي کاءُ!“ جهرڪيءَ چيو.

”آهي تہ ڳوهہ وانگر شڪاريءَ جو گهر ڳولهڻو، پر تون ڇئين، مان نہ اچان!“ جهرڪ وَل ۾ چڪ وجهي، پَرَن ٽُڪي، ان کي ڪتريندي چيو ۽ ٽپ ڏيئي اچي ڪاري جي پرسان ويٺو.

ڪجهہ گهڙيءَ تائين هو چڳندا رهيا، ٻاهريان ڪٽا پورا ٿي ويا، پر هنن جو پيٽ اڃان پورو ڀَرِ ڪونہ ٿيو هو، تہ جهرڪ چيو:

”اٿي هل تہ هلي ڪو ٻيو چارو ڳولهيون.“

”هيڏي هوڏي ڏس! ڪو بني بشر نظر اچئي ٿو. اجايو ٻيو وهم گمان ڪرين. خبر ٿئي تہ هيءُ ايتمي دؤر آ، هتي ’وهم گمان‘ بُري بلڪ تمام بُري ڳالهہ سمجهي ويندي آهي. السان بہ واندا آهن ڇا؟ جهرڪين ڦاسائڻ لاءِ جو ڪارا اڏيون وينا انتظار ڪندا. هو چاهين تہ سيڪنڊ ۾ سڄي دنيا تباهہ ڪري سگهن ٿا، اسان کي ڪونہ ڦاسائي سگهندا.“ جهرڪيءَ طويل سمجهاڻي ڏيندي جهرڪ کي چيو.

”ڦاسائي تہ سگهن ٿا، پر...“ جهرڪ سوچيندي چيو ”هل ڀلا... پر پوءِ متان هٿ نہ مهڻا ڏيون!“

”توکي ٽوري تي چوان ته ڪٿي اچي وات ۾ وجهه! مان پنهنجو خيال پاڻهي ڪنديس!“ جهرڪيءَ طعنو ڏيندي جهرڪ کي چيو.

”ترس، مان ڏسان ته ڪارو فريبي ته ڪونهي.“ جهرڪ چيو.

”مان پاڻهي ٿي ڏسان.“ چوندي جهرڪي ٽپ ڏيئي ڪاري تي چڙهي ويئي ته مٿس ڪارو ڪيري، پر ڪارو ڪونه ڪِريو. ٻه-ٽي ڀيرا ٽپا ڏنائين، پر پوءِ به ڪجهه نه وريو ته ٽينگ ڏيئي ڪاري کي انڪائينڊ ٽيليءَ کي ڀرڻ جو ’ٽيڙو‘ ڏيئي ڏڪ هنيو، ته به نه ڪِرڻ ڪان پوءِ ڪيس يقين ٿي ويو ته ڪارو ساڪن آ اصل ڪان آتي.

هن ڪاري جي وٽ وٽان داڻو ڪٿي، ٽپ ڏيئي پونٽي وچي پئي ڪاڏو. هاڻي جهرڪ به ائين ڪرڻ لڳو هو. ڪجهه ڪڻن ڪائڻ ڪان پوءِ جڏهن ماحول ۾ ڪابه ڦيرگهير ڪول نظر آين، تڏهن ڪين پڪ ٿي وئي ته ’هيرا ڦيريءَ جي ڪا ڳالهه ڪانهي‘. هاڻي ٻنهي اڳتي وڌڻ شروع ڪيو ۽ ڪاري اندران ڪائڻ لڳا. اوچتو ڪاري سان اٽڪيل ٽيليءَ ۾ ٻدل سنهڙيءَ ڏور ڪي ڇڪ آئي، ٽيلي ڪاري کي اڏ ۾ سهارو ڏيڻ ڇڏي ڏنو ۽ ڪارو اچي زمين سان مليو.

جهرڪ ۽ جهرڪي ڇرڪجي ويا ۽ وائڙا ٿي هڪ ٻئي ڏانهن نهارڻ لڳا. مايوسيءَ وچان هيڏانهن هوڏانهن ڀڄڻ جي ڪا واهه ڳولهڻ لڳا، پر نراسائي سندن مقدر ٻنجي چڪي هئي. ڪائنن آن جا ٻه-ٽي ڪٺا به ڪائڻ وسري ويا، جن جي باقي ’ڳجهيءَ‘ ۾ ڦيلت هئي.

جهرڪ همت ڪندي جهرڪيءَ کي چيو:

”آيس ته مان تنهنجي ڪري، پر پوءِ به چڱو، جو آهيون ته گڏ! توکي ڪُٺائين ته مان به قربان ٿوتان.“

”هڙي ويل به توکن ڪان لٿو مٽوبن.“ جهرڪيءَ روئڻهارڪو ٿي چيو.

”تنهنجو عقل آ سيبتي! نه ته اچي ها هڙي ويل!“

”آهي ته صحيح، پر هاڻي ڇا ٿيندو؟ امان ۽ بابي کي ڪير ٻڌائيندو!“

”اِجهو ڪي مٺينءَ! ماڻهن ٻڌهين کي ٻڌائي ڇا ڪبو؟“

”ائين نه چئه، وائي ته ڪا سٺائي وار.“

”الله بچاوئي، باقي وايون سڀ سٺايون اٿئي.“

ٻئي ٽيڪين ڪڏڪين سان گڏ سُسڪا پُسڪا به هڻي رهيا هئا. اوچتو هڪ پاسي ڏانهن ڪارو مٿي ٿيو، هنن ٻنهي هڪ ٻئي پويان وٺي اوڏانهن ڇال ڏلو. ٻئي لمحي هو ڪهڙي جي هڪ ٿلهي ڳوٿريءَ ۾ ڦاسي چڪا هئا.

ٿلهي ڪهڙي جي ڳوٿريءَ ۾ هنن جو ساهه گهٽجڻ لڳو، ٽيڪيون ڪڏڪيون وسري ويون، سسڪا پسڪا الائي ڪيڏانهن هليا ويون. هاڻي هو پنهنجي بدقسمتيءَ تي روئيندي موت جو انتظار ڪرڻ لڳا.

السالي هٿ ڳوٺڙيءَ ۾ داخل ٿيو ۽ جهرڪ ۽ جهرڪيءَ کي چنگهن کان وٺي ٻاهر ڪڍيائون. هاڻي هو انسان جي هٿ ۾ هوندي، موت جو انتظار ڪندي، ٻچائڻ جون التجائون وري خدا کان گهري رهيا هئا.

انسان خلاف توقع هنن کي ڀهريائين گلابڙي رنگ ڏنو ۽ پوءِ اچي کين سهڻي پڃري ۾ بند ڪيو ۽ هرويلي تي کين سنو سنو کاڌو کارائيندو رهيو! جهرڪ ۽ جهرڪيءَ ان انسان جو جائزو وٺڻ شروع ڪيو. هنن ڏٺو ته:

انسان هن هيڏي ساري جڳهه ۾ اڪيلو رهندو هو، تنهائي کيس ڏاڍي تڙپائيندي هئي ۽ پوءِ هو اتي ايندو هو، اڌ اڌ رات هنن وٽ اچي هنن سان دل وندرائيندو هو. هنن کيس ڪڏهن ڪڏهن اونڌي سُنهن ڪٽ تي ڪِرئي پئي، رئندي به ڏٺو.

”اسان کي ته موت جو خطرو هو! پر هتي ته مزو لڳو پيو آ.“ جهرڪيءَ چيو.

”ٻاهر پنهين ماڻهين ۽ مائٽ مٽ تو وارا، ڳالهائڻ به نه ڏيندا هئا ۽ هتي ته ڏس پيار جي هن پڃري ۾ محبت ڪندي ڪوبه روڪي ٽوڪي لڌو. ائين چئي جهرڪ جهرڪيءَ جي ڳچيءَ تي ڳچي رکي اکيون بند ڪري ڇڏيون.

اوچتي پڃري جي در ڪلڻ جي کڙڪي تي جهرڪ ۽ جهرڪيءَ اکيون پٽيون، ۽ هو اهو ڏسي دلگ رهجي ويا ته اج ان انسان جي هٿ ۾ هنن لاءِ کاڌو ڪونه هو. هٿ پڃري ۾ داخل ٿيو ۽ پئي لمحي ۾ جهرڪ ۽ جهرڪي ان انسائي هٿ ۾ هئا. انسان هٿ کي ڏاڍيان لوڏو ڏيئي ڪٺي اڇل ڏني، جهرڪ ۽ جهرڪي اڏامي وڃي سامهون واري وڻ تي ويٺا.

انسان جو جهرڪ ۽ جهرڪي اڏائڻ کان پوءِ ليٽڻ جو لير ڇاڪي هيو، روئيندي چوڻ لڳو:

”وڃو! اي معصوم پکيئو! وڃو. جتي انسان کي انسان کان جدا ڪيو ٿو وڃي ته هو ماندو ٿي ٿو پوي، اتي اوهان به ضرور ماندا ٿيا هوندئو. مون رڳو اهو ئي سوچيو هو ته اوهان منهنجي تنهائي دور ڪري سگهو ٿا، پر مون اهو ڪونه سوچيو هو ته منهنجي تنهائي دور ڪرڻ لاءِ اوهان کي مائٽن جي وڇوڙي جو منهن ڏسڻو پوندو. پر جڏهن مون اوهان جي حالت ڏٺي ته مون اوهان کي ڇڏي ڏنو. ها! مان انسان ٿي تنهائيءَ مان تنگ ٿي پيو آهيان اوهان ته پکي آهيو. وڃو! وڃو اي پکيئو! وڃي پنهنجي وڇڙيل ولر سان ملو. منهنجو ڀاڳ مون سان!“ ۽ ائين چئي انسان سڏڪو ڀري اونڌي سُنهن وڃي وڇايل هنڌ تي ڪِري ۽ روئندو رهيو.

”اسان کي ڇو ڪڍيائين؟“ جهرڪ نهايت آهستگيءَ سان جهرڪيءَ کان پڇيو.

”سوچيو هوندائين ته هنن کي به ڪي ماءُ-پيءُ هوندا، مٽ-مائٽ هوندا، وڃي انهن سان ملن.“ جهرڪيءَ چيو.

"سچ"پڇاءِ! تنهائيءَ ۾ محبت وندبندي ڪڏهن ماڻهوءَ ياد به ايئه؟"

"ها" جهرڪيءَ چيو.

"ته پوءِ، هل ته هلي ڏا ڇتولس ته اسان کي پڄري ۾ وجهي ڇڏ!" جهرڪ ون تان اٿندي چيو!"

"اڙ" جهرڪيءَ به چوندي آئي ۽ هو ٻئي اچي ان اونڌي مُنهن ستل انسان جي ڪٽ تي ويٺا ۽ چين چين ڪرڻ لڳا.

ان انسان ڪنڌ مٿي ڪري مُنهن ورائي جهرڪ ۽ جهرڪيءَ ڪي ڏٺو پوءِ اٿيو، ۽ اندران پڄرو ڪڍي آيو ۽ اوچتوئي اوچتو سِر جو اڌڙ ڪڍي هڪ ٻن ڏڪن سان پڄرو صفا ڇپو ڪري جهرڪ ۽ جهرڪيءَ کي چوڻ لڳو:

"قسم آ مون کي پنهنجي انسانيت جو ته اي جهرڪ ۽ جهرڪيو! اڳتي مان ڪڏهن به ڪنهن پکيءَ کي ڪولہ ڦاسائيندس. اوهان مون ۾ اعتماد رکو، پلي هاڻي وڃو. ڏسو اوهان جي سامهون ئي پڄرو پڄي ڇڏيم، هاڻي ڦاسائيندس ته ڇا ۾!"

جهرڪ ۽ جهرڪيءَ هڪٻئي ڏانهن ڏٺو ۽ پوءِ مايوس ٿي اڇل ڏيئي وڻ ڏي اڏاڻا.

انسان کين ڳڏ ويندي، پويان ڏسي چيو:

"شل! اوهان جي جوڙي سلامت رهي!"

۽ وري اهو انسان اونڌي مُنهن وجي ان گهنجيل هنڌ تي سڏڪا پريندي ڪريو!



آزاد جتوئي

# تصوير اڻپوري

سانوڻ! الا مون کي فوٽوءَ جو ڏاڍو شوق آ. ڪڍ نه...؟ ڏس. مان ڪيڏو هار سينگار ڪري آئي آهيان. پلا مان توکي ڪولر تي وٺان."

"نه سوني اهڙي ڳالهه ڪانهي، هونئن به توکي فوٽوءَ جي ڪهڙي ضرورت. توکي ڏسڻ سان ته..."

"ته ته... اهو تو ڇا چيو...؟ الا مون کي ٻڌا ڏس سانوڻ، سونيءَ جي ته جڻ زندگيءَ جي وڏي ۾ وڏي خواهش ئي اها هئي ته هوءَ پنهنجي تصوير ڪيرائي."

ڪڏهن ڪڏهن اوچتو منهنجي ڪمري ۾ ايندي هئي، اچڻ سان ڪمري ۾ لڳل فوٽو ڏسڻ لڳي ويندي هئي. هڪ دفعي اوچتو نظر البم تي پئجي ويئي هئس، جهٽ هٿي ڪٿي ورتو هٿائين.

"سانوڻ تو واري ڪتاب (البم) ۾ ڪوڙ تشويرون (تصويرون) هين،" ڪلي چيو هئائين:

"تون ته وڏو ڪو شودو آهين."

هن جي سادگيءَ تي مون کي به ڏاڍي کل آئي هئي. پلا ان ۾ شودي هئڻ جي ڪهڙي ڳالهه آ...؟ پر توکي فوٽوءَ جو شوق آ. پوءِ...!

خبردار! جي مون کي ڪو لفظ ڳالهايو اٿئي.

هون! واه واه! وڏي غيرتمند آهين. ته پوءِ روز مٺو نه کائيندي ڪر فوٽو ڪيڻ لاءِ.

ڏس سانوڻ. تون ته ڪاوڙيو ٿو وڃين... مون ته توسان پوڳ ڪرايو نه...

ان ڏينهن ڪتاب پڙهي رهيو هئس، ڇهندي ڇهندي ڪشي اکيون بند ڪيائين. ڏاڍي ڪاوڙ آئي.

ڏس سوني تون هروڀرو ويجهي ٿيندي وڃين ٿي. مون کي اهي ڳالهيون ڪونه وڻنديون آهن. سندس معصوم صورت ساري ڪاوڙ ختم ڪري ڇڏي هئي. تورو مشڪي ڏنو هوم. ايتري ۾ هن ايترو ته زور سان ٻاڪر پاتو هو جو سندس شعور جي حد ٽپي ويئي هئي. اها گهڙي هن جي اٿاهه پيار جو ثبوت هئي، جنهن جي ڀريان ڪابه سٽ ڪانه هئي.

هوءَ جڏهن به ايندي هئي تصوير ڪڍڻ لاءِ زور ڀري ڏيندي هئي، ڳهڙيءَ ڳلي جو هار ٻنجي ويندي هئي. ڪڏهن ته قميص کي وني چڪ ڏيئي ڏونداڙيندي هئي.

ڪراچي ويندو هوس ته ڏاڍي اداس ٿيندي هئي. سندس مرڪندڙ ۽ ڪلندڙ چهرو ڪن پل ۾ مڪڙيءَ وانگر بند ٿي ويندو هوس.

تنهن ڏينهن پري ڪان مون کي ايندو ڏسي در وٽ اچي بيٺي، پهچڻ شرط بيگ ۾ ڪٽي هٿ وڌائين، صفا ويهڻ ئي ڪونه ڏنائين.

الا مون کي هرهر تنهنجي ياد ستائيندي هئي. خدا جو قسم! هوءَ ائين چئي ويندي هئي جو سندس هرهڪ لفظ ان جي سچائي جو ثبوت ڏيندو هو.

سوني خبر اٿئي. اڄ مون وٽ ڇا آهي؟

مون کي ڪهڙي خبر؟ بيزاريءَ مان چئي ته چيو هئائين.

اڇا توکي خبر ناهي؟ چڱو ان کي ڇڏيون ٿا، پوءِ ته ڄڻ هن کي اڻ ٽڻ ٿي پيئي هئي. ليٽ ٻڌايو هومانس، اڄ مان تنهنجو فوٽو ڪيندس.

فوٽو...!؟ اڄ هن فوٽوءَ کي غيرضروري سمجهيو هو، ڪوبه جواب ڪونه ڏنو هئائين.

”سوني! اوسوني! مان تنهنجو فوٽو ڪيان، تون ان ۾ خوش ناهين ڇا؟ ڪوبه جواب ڪونه ڏنو هئائين. سندس مهڪندڙ ۽ ڇهڪندڙ صورت موهن جي دڙو وانگر بلڪل خاموش ٿي ويئي هئس. ڪن پلڪ ۾ پنهنجو مٿو سيني تي رکي اکيون پوري ڇڏيون هئائين. سندس چوليون هٺندڙ مست الست جواني جي ڪوساڻ پوري جسم کي گرم ڪري ڇڏيو هو. آهستي چيو هئائين: سانوڻ هاڻ مون کي تصوير جي ڪابه ضروت ڪانهي.

پر سوني!

جي!

پر مون کي ته تنهنجي تصوير جي ضرورت آهي.

تون هاڻي وڃ تيار ٿي اچ ته مان تصوير ڪيان.

پوءِ تيل ڦليل ڪري ۽ ڪجل پائي، سهڻو گلابي چولو ۽ ليڪڙن سي سوسيءَ سان سينگارجي آئي هئي. ڪارا ڪارا وار سنواري گلابي سڳين سان ۾ ڳتون ناهي وچان سينڌ ڪيدي آئي هئي. جيئن سنڌو درياءَ پنهنجي موج ۾ ڪشمور ڪان ڪيٽي بندر تائين، تيز وهڪري سان ساوا ساوا کيت ۽ سونا سونا سنگ پيدا ڪندو آهي، تيئن سندس مست جوانيءَ جا سونا سنگ جهولي رهيا هئس.

ڪيمرا ڪان اڳ سندس تصوير دل تي عڪس ٿي ويئي هئي. هوءَ ڳل ۾ چڳهه ناهيو مرڪي رهي هئي، ۽ پوءِ ڪيمرا جي نش پليٽ تي هن جي تصوير هميشه لاءِ محفوظ ٿي ويئي هئي.

رات جا به ٿيا هئا، ترين پنهنجي رفتار سان ڪراچيءَ کي ويجهو ٿيندي پئي ويئي، گاڏيءَ جي تيز ڪڙڪي ۽ دل جي تيز تيز دڙڪڻ ۾ به هن جو وجود سامهون هو.

ڪراچي ڪينٽ تي گاڏيءَ جو اسٽاپ ٿيو.

ماڻهن جو چوليون هٽندڙ سمنڊ، ڪچاڪچ، ساز ۽ آواز واري زندگي، رنگين ۽ پرڪشش ٽريفڪ جا رنگين سگنل، تيز تيز ڊوڙ، ڏکيا ويڪرا ڪارا ڏامر جا رستا، زندگي ۽ موت جو سلسلو، انساني ڊوڙ، گاڏين جا زرڙاٽ ۽ چرڙاٽ، پرڪشش چهرا، خوبصورت زندگيءَ جي پياري پياري جهلڪ، ميڪپ واري زندگيءَ جو رڪارڊ ٽوڙ ڏيک. ۽ پوءِ...! هن جو وجود سامهون هرڪنهن ۽ پاسي ۾... هرچهري ۾... سنڌي گج ۾ ڍڪيل مضبوط جسم، گول ۽ سڊول ڇاتيون، منهن تي خوبصورت مرڪ، مرڪ مان ٽهندڙ ڳل تي چڪهه.

وڏو قدآور فوٽو ٺهرائي فريم ڪرائي اچي روم تي رکيو هوم، ۽ وقت جو انتظار ڪرڻ لڳو هوس.

اڄ آفيس ۾ تمام گهڻو ڪم هو. هيڊ افيسر جي غيرموجودگيءَ ۾ تمام ڪم اچي مٿان پيو، مس وڃي شام جو واندڪائي ٿي. روم تي پهتس، ٿڪاوٽ ٿي پيئي، ڪم جي ڪري چاهيم ته ماني به ڪونه کائيندس. ان ارادي سان هٿ منهن ڌوئي اچان بيڊ تي مس آيس ته ٽيليفون جي رنگ ٿي، جنهن کي پڌو اڻ پڌو ڪري اکيون پوري ڇڏيم. سون واري پارٽنر پري ڪان ٿي هڪل ڪئي: "يار ڪمال ٿو ڪرين! ڏسين به ٿو ته ڪم سان آهيان پوءِ به ٽيليفون لٿو ڪڻين...؟"

يار ننڊ ٿي اچي، ٽڪ به ڏاڍو ٿي پيو آ، تون ٿي ڪڻ.

ڪجهه گهڙيون ٽيليفون جڻ چيڪاٽ ڪندي رهي پر ڪنهن به ڌيان ڪونه ڏنو آخر سون واري پارٽنر وڃي ڪڻين. هلو هلو! ڪير سائين؟

يار ڪمال ٿو ڪرين ٽيليفون به تنهنجي، ڪڻين به ڪونه ٿو. پارٽنر اکيون ڪُرڙيون ڪري جڻ ته ڌمڪي ڏني.

هان وٺ! سنڀال پنهنجي ٽيليفون کي!

هلو! هلو سائين! ......!

؟.........!

زندگيءَ جا حسين لمحا ڪن پل ۾ زهر بنجي ويا. ذهن ڪنهن وڏي پهاڙ ۾ دٻجي ويو. سامهون ٽيبل تي قدآور تصوير پگهل ۽ ٽٽل محسوس ٿي. مرڪندڙ ۽ چرڪندڙ چهرو خون ۾ ٻڏل ۽ محسوس ڪيم، ساهه گهٽجڻ لڳو. ذهن جهٽ ۾ گهر جي ان جاءِ وٽ پهتو، جتي هن جو وجود ختم ٿي چڪو هو. سولي ڪوئي ٽان ڪري هميشه لاءِ پنهنجي ڪوٺيءَ کي ڇڏي ويئي هئي. هوءَ هرڪنهن کي ڇڏي ويئي، خود پنهنجي تصوير کي به.

---

عاجز عبدالغني پنهور

# درد ۽ وڇوڙو

سج پنهنجو سفر مڪمل ڪري وڃي آرامي ٿيو! اونده پنهنجا پَرَ پکيڙي رهي هئي. انهيءَ رات مون کي ريحانه سان ملڻو هو. جيئن ته اها اسان جي پهرين ملاقات هئي. منهنجي کيسي ۾ ٽي روپيا پيل هئا. ريحانه کي نشاني طور ڏيڻ لاءِ هڪ عدد مُنڊي خريد ڪيم. آءٌ بيروزگار هئس ۽ نوڪريءَ لاءِ تمام گهڻو رليو هئس. شام جو مالي به ڪونه ڪاڍم. ڪجهه دير روڊن تي ڦرندو رهيس. آخرڪار خيال آيو ته پهرين مامي جي گهر وڃجي. ماما جو گهر به انهيءَ شهر ۾ آهي. سڌو اوڏانهن روانو ٿيس ۽ وڃي ماما ۽ سندس گهر جي ڀاتين سان مليس.

ماما پڇيو ”ڪيئن آيو آهين؟ رول.“

مون جواب ڏنو ”پنڌ هليو آيو آهيان، ماما.“

پڇيائين ”آيو ته پنڌ آهين، پر خير ته آهي؟“

ورائيم، ”بس، خير لڳو پيو آهي.“

ماما پڇيو، ”ڇا، اڃان نوڪريءَ لاءِ ڌڪا کائيندو وتين؟“

”ها، ماما.“

چيائين، ”پوءِ آهي ڪو آسرو؟“

مون چيو، ”ماما، الله تعاليٰ مان آسرو ۽ اميد ڪنهن لاٿي آهي.“

”منهنجي مٿل ۾ پوريون ڪٿين ته هل، آءٌ توکي نوڪري وٺرائي ڏيان.“ ماما صلاح ڏيندي چيو.

آءٌ کياڙي کنهي ڪجهه سوچڻ لڳس. ماما ڪجهه عجيب نموني مسڪرايو، جنهن ۾ شايد طنز هئي.

ماما چوڻ لڳو، ”پٽ، محنت مزدوريءَ ۾ ڪو به عيب ڪونهي. جيستائين توکي ڪا نوڪري ملي، تيستائين هلي مون سان گڏ ڪم ڪر.“

آءٌ بيزار ٿيڻ لڳس. ماما سمجهي ويو تہ سندس نصيحت مون کي پريشان پئي ڪري.
چوڻ لڳو، ”خير، ڇڏ انهن ڳالهين کي، مالي ڪاٿيندين؟“
مون سوچيو تہ اڄ آءٌ ريحانہ جي هٿ جي مالي ڪاٿيندس، الهيءَ ڪري ڪوڙ ڳالهائيندي چيم، ”نہ ماما، آءٌ هڪڙي دوست وٽان مالي ڪاٿي آيو آهيان.“
ماما چيو، ”تنهنجي مرضي.“
ڪجهہ دير هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ٿينديون رهيون. ماما جي ننڍي ڇوڪريءَ بانوءَ مون کي مخاطب ٿي چيو، ”سڪو، مون تنهنجي لاءِ بسترو وڇائي ڇڏيو آهي، ٿڪجي پيو هجين تہ سمهي رهہ.“
(اصل ۾ منهنجو نالو بابي سڪندر اعظم جي نالي کان متاثر ٿي، سڪندر علي رکيو هو، پر هاڻي آءٌ صرف سِڪُو رهجي ويو آهيان).
سوچيم، جيڪڏهن سمهي رهيس تہ پوءِ ريحانہ سان ملي ڪو نہ سگهندس. وراڻيم، ”بانو، ڳالهہ هيءَ آهي تہ اڄ رات مون کي اوجاڳو ڪرڻو آهي!“
”ڇو؟“ ماما تعجب مان پڇيو.
مون چيو، ”الهيءَ ڪري ماما، جو سيد خاڪ شاهہ بادشاهہ جي گادي نشين فقير ملنگ بابا مون کي هڪ عدد تعويذ لکي ڏنو آهي ۽ چيو اٿس تہ اڄوڪي رات اوجاڳو ڪري گذارجانءِ، سڀاڻي توکي گهر ويٺي نوڪري ملي ويندي.“
ماما سمجهيو تہ آءٌ سيد خاڪ شاهہ بادشاهہ ۽ سندس فقير جي شان ۾ گستاخي ڪري رهيو آهيان. مون کي چيائين، ”سيدن ۽ پيرن سان ٺٺوليون ڪائيندين تہ سڄي عمر نوڪري ڪو نہ ملنديئي!“
مون چيو، ”نہ ماما، منهنجي توبهہ! سيدن سان ٺٺولي ڪائي، مون کي پنهنجي نوڪري وڃائڻي ڪونهي.“
چيائين، ”خاموش بي ادب، سمهي رهہ يا ويهي اوجاڳو ڪر.“
ماما وڃي سمهي رهيو، پيا بہ گهر جا ڀاتي آهستي آهستي اٿي وڃي سمهي رهيا، پر بانو سمهڻ لاءِ بلڪل تيار نہ هئي.
چيائين، ”آءٌ بہ توسان اوجاڳو ڪنديس.“
مون پڇيو، ”ڇو بانو، توکي بہ نوڪريءَ جو آسرو آهي ڇا؟“
چوڻ لڳي، ”آءٌ تنهنجي نوڪري ڪندس.“
مون چيو، ”بانو، آءٌ پاڻ بيروزگار آهيان، توکي پگهار ڪٿان ڏيندس.“

”آءٌ مفت جي نوڪري ڪندس.“ بانو جواب ڏنو.

مون کي ڪابہ ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ آئي. ٿوري دير چپ رهڻ کان پوءِ چيائين، ”ماني کائين تہ پچائي ڏيانءِ.“

مون جواب ڏنو، ”نہ بانو، آءٌ بلڪل ڍءُ تي آهيان.“

منهن تي ڪاوڙ آڻيندي چيائين، ”تون اسان غريبن جي ماني ڪٿي ٿو کائين! تون تہ ريحانہ جي ماني کائيندين!“

مون چيو، ”اهڙي تہ ڪابہ ڳالهہ ناهي.“

منهنجي ۽ ريحانہ جي محبت جي خبر صرف بانوءَ کي هئي.

بانو مون سان مخاطب ٿيندي چيو، ”سڪُو، جيڪڏهن ناراض نہ ٿين تہ هڪڙي ڳالهہ چوان.“

”چئو بانو، ڇا ڳالهہ آهي؟“

چوڻ لڳي، ”تنهنجي شادي ريحانہ سان بلڪل ٿي نہ سگهي.“

”ڇو؟“ مون تعجب مان پڇيو.

چوڻ لڳي، ”انهيءَ ڪري جو ريحانہ جا مائٽ هُن جي شادي هُن جي سؤٽ سان طئي ڪري چڪا آهن ۽ هو هڪ امير جو پٽ آهي ۽ تون...!“

”ٻُڪيو آهين؟“ مون جملو ڪٽيندي چيو.

”آءٌ اهو ڪين چئي سگهان.“

مون چيو، ”ڪجهہ بہ هجي بانو، ريحانہ مون سان ڪڏهن بہ بيوفائي نہ ڪندي. مون کي هن جي محبت تي ناز آهي.“

ريحانہ کي آءٌ ننڍپڻ کان سڃاڻان. هنن جو گهر، ماما جي گهر کان اڌ فرلانگ کن پري آهي. آءٌ جڏهن بہ ماما جي گهر گهمڻ ويندو هئس تہ ريحانہ مون سان گڏ راند ڪندي هئي. ننڍپڻ مان گذري، جڏهن اسان جوانيءَ ۾ پير رکيو تہ اسان جي محبت بہ جوان ٿي پئي. ريحانہ جو گهر مان نڪرڻ بند ٿي ويو ۽ پوءِ اسين صرف هڪٻئي کي خط لکي محبت جو اظهار ڪندا هئاسين.

ريحانہ جو پيءُ هڪ معمولي ڊرائيور هو، پر هن جو چاچو هڪ دولتمند ماڻهو هو. انهيءَ رات هن جي ماءُ سندس چاچي جي گهر ڪراچي ويل هئي ۽ پٺس ڪيڏانهن ٻاهر ويل هو، تنهنڪري هن پاڻ سان ملڻ لاءِ مون کي گهرايو هو. آءٌ اوجاڳو ڪاٽي رهيو هئس ۽ وقت گذرڻ ڪين ٿي گذريو.

مون کي سوچ ۾ ٻڏل ڏسي، بانو پڇيو ”ڇا پيو سوچين؟“

آءُ دماغ تي زور ڏئي، ڪنهن فلم جو ڊائيلاگ ياد ڪرڻ لڳس. جذباتي ٿيندي چيم، ”بانو، محبت دولت جي ساهمي ۾ توري نٿي سگهجي! توهان جي دنيا جا سڀ دولتمند گڏجي به اسان ۾ وڇوڙو وجهي نہ سگهندا. تون پنهنجي دولتمند پيءُ کي سمجهائي ڇڏ تہ ضد تان لهي وڃي!“

”اسان جي دنيا! دولتمند پيءُ!“ بالو تعجب سان مون ڏانهن ڏسو ۽ چوڻ لڳي، ”سرڪار، توهان جو دماغ تہ صحيح آهي؟“

آئون خاموش رهيس، ڇو تہ مون ڊائلاگ ۾ ڪا بہ ڦيرگهير نہ ڪئي هئي ۽ خبر ناهي ڇا جو ڇا چئي ويس! الهيءَ ڪري مون کي شرمنده ٿيڻو پيو.

لڄي ٿيندي چيم: ”معاف ڪجان بانو، ٿورو آئون جذباتي ٿي پيو هوس.“

چيائين: ”سڪو، مون کي هاڻي لنڊ ٿي اچي، مان وڃان ٿي.“

مون چيو: ”خدا حافظ.“

بالو ويئي هلي. آئون وري سوچ ۾ پئجي ويس. ڪٿي هن جو بہ لصبب ڦٽو تہ ناهي، جو مون سان محبت ڪندي هجي. آئون تہ بکيو، بيڪار ۽ آواره آهيان. تنهن ڪان سواءِ ريحانہ سان بہ محبت ڪندو آهيان. پنهي سان تہ محبت لشو ڪري سگهان! اتي مون کي منهنجو جاني، دلبر، همدرد ۽ همراز دوست الور ياد آيو، جيڪو هڪ ئي وقت ٽن ڇوڪرين سان محبت ڪندو آهي. ٽنهي کي خط بہ لکندو آهي ۽ ٽنهي کي شادي جو آسرو بہ ڏنو اٿس. ان وقت آئون الور جي عظمت جو قائل ٿي پيس. هڪ آئون آهيان، جيڪو صرف ريحانہ سان محبت ڪندو آهيان. باقي رهي بالو تنهن کي ڏيڻ لاءِ مون وٽ ڪجهہ بہ ناهي! آئون پنهنجي سڄي دل جي دنيا! سڄي دل جي پونجي! پنهنجو سڀڪجهہ ريحانہ تي لٽائي چڪو آهيان!

ايتري ۾ ماما جو آواز ڏڪندي وانگر سٽي ۾ لڳو. هو چئي رهيو هو: ”رول، اڃان جاڳين پيو يا سمهين رهين!“

ماما گهڙو ڪري مون کي رول چوندو آهي.

مون چيو: ”اڃان سجاڳ آهيان ماما.“

چيائين: ”ٺيڪ آهي، وڃو هڃ، آئون ڏسان پيو تہ تنهنجي نوڪري بہ سڌو تنهنجي گهر ڏانهن پيئي وڃي.“

آئون چپ رهيس. سوچيم تہ ماما بہ ديوانن سان چرچا ٿو ڪري! هو وري بہ خاموش ٿي سمهي رهيو. مون ٽائيم ڏٺو، مون کي اڌ ڪلاڪ دير ٿي چڪي هئي. آهستگي سان بستري تان اٿيس ۽ ريحانہ جي گهر ڏانهن روانو ٿيس. مون وڃي دروازو کڙڪايو. ريحانہ اچي

دروازو کوليو. مون کي ڏسي جڻ خزان جي سُڪايل وڻ ۾ بهار اچي ويئي هجي! منهنجي ٻه دل جي ڪومايل مُکڙي ٽڙي گل ٿي پيئي!

هُن مون کي ولي وجي اندر ڪمري ۾ ويهاريو. مون ڪيسي مان منڊي ڪڍي ريحانه جي چيچ ۾ پارائي!

پڇيائين: "ڪيئن آهين سڪندر؟"

"اڄ بلڪل خوش آهيان ريحانه." مون پنهنجن ڊائيلاگن جو سلسلو جاري ڪري ڇڏيو.

"توسان ملي ائين ٿو لڳي، جڻ مون تنهنجي لاءِ ئي جنم ورتو آهي!"

چوڻ لڳي: سڪندر مون تنهنجي محبت ۾ جيڪي خواب ڏ نا آهن انهن جي تعبير اڌوري ته نه رهندي! مون کي ڏوکو ڏيئي هميشه لاءِ رُئندو ته نه ڇڏي ويندين؟"

مون چيو: "ريحانه، آئون پنهنجو پاڻ سان ته ڏوکو ڪري سگهان ٿو، پنهنجي وجود سان ٻه فريب ڪري سگهان ٿو، پر توکي ڏوکو نٿو ڏيئي سگهان. زمين ڦاٽي پوي، آسمان اوندو ٿي وڃي! پر آئون تنهنجو رهندس."

هن هلڪو ٽهڪ ڏنو. چيائين: "آسمان اوندو ڪيئن ٿيندو؟"

مون هن ڏانهن نهاريو، مُسڪرايم ۽ چپ رهيس.

وري پڇيائين: "ڀلا ڪا نوڪري ملي يا نه؟"

"سائين، توهان کي منهنجي نوڪريءَ جو ڪهڙو فڪر آهي؟"

چوڻ لڳي: "پڙهيل لکيل بيروزگار، دوستن ۽ مائٽن لاءِ بيزاري جو باعث هوندو آهي."

مون چيو: "ته پوءِ آئون تنهنجي لاءِ ٻه...!"

جملو ڪٽيندي چيائين: "سڪندر، تون منهنجي زندگي آهين. توسان بيزاري جو آئون تصور ٻه نٿي ڪري سگهان."

مون پڇيو: "ريحانه، مون ٻڌو آهي ته تنهنجي شادي تنهنجي سؤٽ سان طئي ٿي چڪي آهي؟"

چيائين: "سڪندر آئون انهيءَ شادي مان راضي نه آهيان. آئون مري ته سگهان ٿي، پر شادي نه ڪندس.

اهو ٻڌي آئون ڏاڍو خوش ٿيس. سوچيم ته مون کي ٻه ڪو چاهي ٿو ۽ منهنجي لاءِ ٻه ڪو مري سگهي ٿو!

هُن جي ڪينجهر ڍنڍ جهڙين گهرين اکين سان لڙڪ اٿلي پيا. خوبصورت ۽ گلابي چهري تان لڙڪ اُگهي چيم:

”تون عظيم آهين ريحانہ تو مون جهڙي بيڪار انسان سان محبت ڪري، دنيا ۾ زندهہ رهڻ جو ڍنگ سيکاريو آهي!“

ٿوري دير چپ رهي پوءِ چيائين: ”سڪندر، مون تولاءِ کير وٺي رکيو آهي، ٿون ويهہ تہ آئون بورچيخاني مان گرم ڪري اچان.“

هو ٻاهر نڪري ويئي. منهنجي پيٽ ۾ بک جي ڪري گهوڙا ڊوڙي رهيا هئا، سوچيم تہ دنيا ۾ اهڙو ڪو عاشق ٿيو گذريو آهي! جنهن بک ۽ بيروزگاري ۾ عشق ڪيو هجي؟ ڪٿي پڙهيو هئم تہ محبت ڪرڻ سولي نہ آهي. محبت ڪرڻ وارن کي بک ۽ ڏک سهڻا پوندا آهن. جنهن محبت جو ٻوٽو درد مان آپري پيدا ٿئي ٿو، تنهن کي دنيا وارن جي ڪابہ خزان نقصان نٿي پهچائي سگهي!

ايتري ۾ ريحانہ ڪمري ۾ داخل ٿي. کير جو گلاس ڏيندي چيائين: ”جيڪڏهن مٺو گهٽ هجي تہ ٻڌائجان؟“

مون کير پي مُنهن تي هٿ ڦيرائيندي چيو: ”هي زندگي جو سفر ڪيترو نہ حسين ۽ خوبصورت آهي، بلڪل تو وانگر. ڪاش! اڄ جي رات ڪڏهن بہ ختم نہ ٿئي. وقت اتي ئي بيهي رهي، ۽ منهنجي محبت امر ٿي وڃي.“

پڇيائين، ”شاعري بہ ڪندو آهين ڇا؟“

مون چيو، ”ريحانہ جيڪڏهن آءٌ شاعر هجان ها تہ صرف تنهنجا گيت ڳايان ها. منهنجن شعرن ۾ تنهنجيون ڪينجهر ڍنڍ جهڙيون اکيون هجن ها، گلاب جي پنکڙين جهڙا تنهنجا چَپَ هجن ها ۽ تنهنجا......“

”بس، بس! تون تہ واقعي شاعري ڪرڻ لڳي وئين.“ وري پڇيائين، ”سڪندر، جيڪڏهن پاڻ جدا ٿي وڃون تہ پوءِ؟“

مون چيو، ”ريحانہ جيڪڏهن مون خودڪشي نہ ڪئي تہ، چريو ضرور ٿي پوندس.“

مون ڏانهن نهاري کِلي چيائين، ”تہ پوءِ گدوبندر هتان بلڪل ويجهو آهي، توکي اتي ڇڏي ايندا سين.“

مون چيو، ”ريحانہ جهڙيءَ طرح روح کان سواءِ جسم ڪابہ حيثيت نٿو رکي، اهڙيءَ طرح توکان سواءِ منهنجي وجود جي ڪابہ حقيقت نہ آهي.“

وقت آڏامندڙ پکيءَ وانگر آڏامندو رهيو. موڪلائڻ مهل مون چيو، ”ريحانہ، آءٌ منهنجي محبت جا ڏينهن ۽ هيءَ ملاقات، زندگي ڀر وساري نہ سگهندس.“

هُن بہ اِهي ساڳيا جملا ورجايا. آءٌ واپس موٽي آيس. اهڙيءَ طرح محبت جا ڏينهن گذرندا رهيا. هڪ ڏينهن مون کي ريحانہ جو خط مليو، لکيل هو:

سڪندر!

مون کي افسوس آهي جو توسان محبت ڪري، سون تمام وڏي غلطي ڪئي. هي منهنجو آخري خط آهي، ڀوءِ ائين سمجهه ته ريحانه مري ويئي. ايندي چنڊ جي چوڏهين تاريخ تي منهنجي سؤٽ سان منهنجي شادي ٿي رهي آهي. مون کي معاف ڪجانءِ، جو آءٌ تنهنجي دل ٽوڙي رهي آهيان. وقت ۽ حالتن جي اهائي تقاضا هئي، جو آءٌ تنهنجي نه ٿي سگهيس. توکي پنهنجي محبت جو قسم آهي، مون کي بيوفا نه ڄاڻجانءِ. مشرق جي عورت، زبان هوندي به گونگي ٿيندي آهي. عورت جي مجبوري تون نٿو سمجهي سگهين. آءٌ تنهنجي لاءِ صرف دعا ڏئي سگهان ٿي. مون کي وساري ڇڏجان. منهنجي هڪڙي ڳالهه هميشه دل سان سانڍي رکجان، ته زنده رهڻ لاءِ انسان کي دولت جي سخت ضرورت پوندي آهي.

فقط

ريحانه

مون پنهنجو پاڻ کي صليب تي لٽڪيل محسوس ڪيو. مون ڪان اڳين ڪنهن ناڪام محبت ڪندڙ صليب ڪان پڇيو هو ته ڇا واقعي اهو وڇوڙو آهي؟

صليب چيو هو ته آءٌ صرف ڏک ۽ درد ڄاڻان ٿو، پر سون وٽ ڏک ۽ درد جي دوا نه آهي.

اکين مان ڪجهه لڙڪ وهي هليا. مون لڙڪن کي وهائي ڇڏيو. مون کي ائين لڳو ڄڻ سڄي ڌرتي ۽ سڄي ڪائنات مون تي ٽهڪ ڏئي رهي هجي. مون خط کي وري وري پڙهيو. آءٌ هن کي بيوفا نه چئي سگهيس. سوچيم ته دولت اڳيان انسان جا جذبا ۽ محبت ڪابه حيثيت نٿا رکن.

پنهنجو پاڻ ڪان پڇيم ته ڇا دنيا جي اسٽيج تي اهو به ڊائيلاگ ڳالهائي انسان کي بيوقوف بنائي سگهجي ٿو:

”ته توکان سواءِ آءٌ زنده نه رهنديس. مري وينديس، پر ٻئي سان شادي نه ڪنديس.“

وقت گذري ويندو آهي، صرف يادون رهجي وينديون آهن. ڪيترا ڏينهن گذري ويا، مون ماما جي گهر وڃڻ ڇڏي ڏنو. مون کي بانوءَ جون ڳالهيون وري ياد آيون. چيو هئائين ته ”سڪو، ريحانه جي شادي سندس دولتمند سؤٽ سان ٿيندي.“، تڏهن مون کي بانوءَ تي ڪاوڙ آئي هئي، پر هاڻي منهنجي دل ۾ بانوءَ لاءِ محبت پيدا ٿي چڪي هئي.

هڪ ڏينهن ماما پنهنجن ٻارن سان گڏ اسان وٽ گهمڻ آيو. آءٌ ڏاڍو خوش ٿيس، ڇو ته بانوءَ سان پنهنجي محبت جو اظهار ڪري ٿي سگهيس.

مون ڪمري ۾ ويٺي ڪتاب پڙهيو، پيا سڀ گهر جا ڀاتي ٻاهر ويٺا هئا. بانو اچي اتي بيهي رهي، مون ڪيس ويهڻ جو اشارو ڪيو، هوءَ ويهي رهي.

مون چيو، "توکي ياد آهي بانو، تو چيو هو تہ آءٌ تنهنجي نوڪري ڪنديس."

ڪنڌ ڌوڻي چيائين، "ها، پر هاڻي مون کي پنهنجو آئيڊيل ملي چڪو آهي."

منهنجي دل جي ڌڪ ڌڪ تيز ٿي وئي. گهوري ڏٺومانس. پڇيم، "اهو خوش نصيب ڪير آهي بانو، جنهن کي تو پنهنجي زندگيءَ جو ساٿي چونڊيو آهي؟"

هُن سڏ ڪري چيو، "اڪرم!" هو اندر هليو آيو. بانو چيو، "مون توکان پڇان آڻايا هئا، سي آندا اٿئي؟"

"ها!" هن پان ڪڍي بانوءَ کي ڏنا. پان کولي هڪڙو پاڻ کاڌائين ۽ ٻيو پان مون ڏانهن وڌايائين. مون انڪار ڪندي چيو، "آءٌ پان نہ کائيندو آهيان."

"هيءُ هن وقت بجري کائيندو آهي." اڪرم چيو.

بانوءَ ٽهڪ ڏنو ۽ ٻئي ڇٽا ڪلندا، ڪمري مان ٻاهر نڪري ويا. اڪرم مون کان وڏو منهنجو سڳو ڀاءُ آهي.



آسڪر وائيلڊ

مترجم: جام وقار حسين قادري

# گل ۽ بلبل

"هن چيو آهي ته جيڪڏهن مان هن کي ڳاڙهو گلاب آڻي ڏيندس ته هوءِ مون سان ناچ ڪندي." نوجوان شاگرد ٿڌو ساهه کڻندي چيو، "پر منهنجي باغ ۾ هڪ به ڳاڙهو گلاب ڪونهي."

ٻڙ جي پراڻي وڻ ۾ تهيل آکيري ۾ بلبل هن جا لفظ ٻڌا ۽ ٻڙ جي پنن مان منهن ٻاهر ڪڍي نهاريو ۽ حيرت ۾ پئجي وئي.

"منهنجي باغ ۾ هڪ به ڳاڙهو گلاب ڪونهي." هن ڏک ڀري لهجي ۾ چيو ۽ هن جي سهڻين اکين ۾ ڳوڙها تري آيا. "آه، ڪهڙين نه ننڍين ننڍين شين تي خوشين جو مدار آهي! مون اهو سڀ پڙهيو آهي جيڪو سياڻن لکيو آهي، مان فلسفي جي سمورن رازن کي ڄاڻان ٿو، پر هڪڙي ڳاڙهي گلاب جي ڪري منهنجي زندگي ڏکوئيل آهي."

"آخر هتي سچو عاشق ڏٺو اٿم." بلبل چيو. جيتوڻيڪ مان هن کي ڄاڻندي ئي نه هيس پر مون راتين جون راتيون هن جا گيت ڳايا آهن. راتين جون راتيون مون هن جون ڪهاڻيون ستارن کي ٻڌايون آهن ۽ هاڻي مان هن کي ڏسي رهي آهيان. هن جا وار مشڪ جهڙا ڪارا ۽ هن جا چپ هن جي اميدن واري گلاب جهڙا ڳاڙها آهن، پر محبت هن جي مهانڊي کي عاج جهڙو زرد ڪري ڇڏيو آهي، غم هن جي نرڙ تي پنهنجي مهر هڻي ڇڏي آهي."

"شهزادو سڀاڻي رات دعوت ۾ ناچ جو انتظام ڪري رهيو آهي." نوجوان شاگرد هيٺي آواز ۾ چيو. "منهنجي محبوبه به اتي ايندي. جيڪڏهن مان ڳاڙهو گلاب هن کي ڏيندس ته هوءِ پره تائين مون سان ناچ ڪندي. جيڪڏهن مان هن کي ڳاڙهو گلاب ڏيندس ته مان هن کي پنهنجي ٻانهن ۾ جڪڙيندس ۽ هوءِ پنهنجو مٿو منهنجي ڪلهن تي ڪيرائي ڇڏيندي ۽ هن جون آڱريون منهنجن آڱرين ۾ جڙيل هونديون، پر منهنجي باغ ۾ هڪ به ڳاڙهو گلاب ڪونه آهي. هاءِ، مان ڪنڊ ۾ ويٺو هوندس ۽ هوءِ مون وٽان بي خياليءَ مان

لنگهي ويندي. هوءَ مون ڏانهن تماشا ڏيڻ ڪٿي اُلهاريندي ۽ لُڏ هاءِ منهنجي دل ٽڪر ٽڪر ٿي پوندي."

"سچ پچ، هي سچو عاشق آهي،" بلبل پڪيو، "جن ڏکن جو مان ذڪر ڪندي آهيان، اهي هن ۾ ڏسڻ ۾ ٿا اچن: جيڪا مون لاءِ مسرت آهي سا هن لاءِ سور آهي. اهو موتين کان مهانگو ۽ سون کان سوايو آهي. هيرا ۽ لعل ان کي گهي نٿا سگهن ۽ ٿي اهو هٽن تي وڪامي ٿو. نه ٿي ان کي واپاري ويچين ٿا نه ٿي ان جي تور سون ۽ چانديءَ سان ٿي سگهي ٿي."

"سازن وارا پنهنجين جاين تي اچي ويهندا،" شاگرد چيو، "۽ سازن جي تارن کي ڇيڙيندا ۽ اهڙي انداز سان لچندي جو هن جا پير پٽ تي نه پوندا ۽ دعوت ۾ شريڪ امير هن جي چوگرد اچي مڙندا: پر مون سان هوءَ نه لچندي، ڇاڪاڻ ته مون وٽ ڳاڙهو گلاب ڪين آهي جو هن کي ڏيان." هو ڇپر تي ليٽي پيو، پنهنجو منهن پنهي هٿن ۾ جهلي روئڻ لڳو.

"هي ڇو روئي رهيو آهي؟" ڪنهن هن وٽان لنگهندي پڇيو.

"ڇو؟" پوپٽ سج جي ڪرڻن ۾ ڦيرا ڏيندي چيو.

"ڇو؟" لالہ جي گل پنهنجي پاڙيسري نرگس جي گل کان پڇيو.

"هو ڳاڙهي گلاب لاءِ ڳوڙها ڳاڙي رهيو آهي،" بلبل چيو.

"ڳاڙهي گلاب لاءِ؟" سڀني کان رڙ نڪري وئي.

"ڪهڙي کل جهڙي ڳالهه!"

پر بلبل شاگرد جي سور کي سمجهي سگهي ٿي، هوءَ ماٺ ڪري ٻڙ تي ويٺي رهي ۽ عشق جي اسرارن تي سوچڻ لڳي.

اوچتو هن پنهنجا پر پکڙيا ۽ آسمان ۾ اڏامڻ لڳي. هو وڻن جي مٿان پاڇي مثل اڏامندي رهي. باغ جي وچ ۾ گلاب جو بوٽو بيٺو هو، جڏهن هن ان کي ڏٺو ته هوءَ ان وٽ هلي آئي.

"مون کي ڳاڙهو گلاب ڏي،" هن چيو، "مان توکي پنهنجو مٺي ۾ مٺو گيت ٻڌائيندي س."

پر بوٽي پنهنجو ڪنڌ ڌوڻيو، "منهنجا گل سفيد آهن،" ان ورائيو. "اهڙا سفيد جهڙي سمنڊ جي گج، اهڙا سفيد جهڙي جبلن جي چوٽين تي پوندڙ برف."

"پر تون منهنجي ڀاءُ ڏانهن وڃ جيڪو رابيل جي ويجهو بيٺو آهي، شايد هو توکي اهو گل ڏئي جيڪو توکي کپي."

بلبل گلاب جي ان بوٽي وٽ اڏامي آئي، جيڪو رابيل جي ويجهو بيٺو هو.

”مون کي ڳاڙهو گلاب ڏي ۽ مان توکي پنهنجو مٺي ۾ مٺو گيت ٻڌائيندي يس.“ بلبل چيو.

گلاب جي ٻوٽي پنهنجو ڪنڌ ڌوڻيو.

”منهنجا گل اڇا آهن،“ هن جواب ڏنو، ”اهڙا اڇا جهڙا سامونڊي ڇڪري جا وار، جيڪا عاج جي تخت تي ويهندي آهي: ۽ سورج مکي کان وڌيڪ اڇا، جيڪا سچو ڏينهن سج ڏانهن ڏسندي رهندي آهي.“

پر منهنجي ڀاءُ ڏانهن وڃ جيڪو شاگرد جي دريءَ جي ويجهو بيٺو آهي. شايد تون اتان من جي مراد ماڻين.“

پوءِ بلبل اڏامي گلاب جي ٻوٽي وٽ آئي جيڪو شاگرد جي دريءَ جي ويجهو بيٺو هو.

”مون کي ڳاڙهو گلاب ڏي،“ بلبل چيو، ”مان توکي پنهنجو مٺي کان مٺو گيت ٻڌائيندي يس.“

پر ٻوٽي پنهنجو ڪنڌ ڌوڻيو.

”منهنجا گل ڳاڙها آهن،“ هن ورائيو، ”اهڙا ڳاڙها جهڙا يمن جي ڪاٺين مان لڪرلڌ ياقوت ۽ مرجان کان وڌيڪ ڳاڙها آهن جيڪا سمنڊ جي تري ۾ لهرن ۾ لڏندي رهندي آهي. پر سرديءَ منهنجي رڳن کي ٺاري، پاري منهنجي مکڙين کي ساڙي ۽ طوفان منهنجي ٽارين کي ٽوڙي ڇڏيو آهي، هن سال منهنجي شاخن تي گل نہ ٽڙندا.“

”مون کي تہ صرف هڪ ڳاڙهو گلاب کپي“ بلبل اداس لهجي ۾ چيو، ”صرف هڪ ڳاڙهو گلاب! ڇا ڪو اهڙو طريقو نہ آهي جو مان هڪ ڳاڙهو گلاب حاصل ڪري سگهان؟“

”هڪ طريقو آهي،“ ٻوٽي جواب ڏنو، ”پر اهو اهڙو تہ ڀوائتو آهي جو منهنجي همت نٿي ٿئي تہ توکي ٻڌايان.“

”مون کي ٻڌاءِ“ بلبل منت ڪندي چيو، ”مون کي خوف نہ ٿيندو.“

”جيڪڏهن توکي ڳاڙهو گلاب کپي،“ ٻوٽي چيو، ”تہ توکي اهو رات جو چنڊ جي چانڊاڻ ۾ پنهنجي گيتن سان پيدا ڪرڻو ۽ پنهنجي دل جي خون سان ان ۾ رنگ ڀرڻو پوندو. تون پنهنجي ڇاتي کي منهنجي ڪنڊي تي رکي مون کي گيت ٻڌائيندي رهندينءَ، سڄي رات تنهنجا گيت جاري رهندا، ڪنڊو، تنهنجي دل ۾ نشتر جان کتو رهندو، تنهنجو حياتي ڏيندڙ رت منهنجي رڳن ۾ دورو ڪندو رهندو ۽ منهنجو ٿي ويندي.“

”هڪ ڳاڙهي گل لاءِ ساهہ جو سودو ڏاڍو ڳرو آهي.“ بلبل رڙ ڪئي، ”۽ ساهہ سڀ کي پيارو آهي. گهاٽي جهنگ جي وڻن وٽن ۾ ويهي سج کي سولي رٿ ۽ چنڊ کي ڪرڻن جي ڏوليءَ ۾ ويندو ڏسڻ ڪيڏو نہ من موهيندڙ آهي. ماٿري جي سبز مخملي زمين تي

ٿڙيل رلنگ ۽ رنگي گلن مان ايندڙ مهڪار ڪيڏي نه روح کي راحت ڏيندڙ آهي، صبح ويل گلن جي نرم ۽ نازڪ چپن تي مرڪندڙ ماڪ ڪيڏي نه دل فريب آهي، ان هوندي به عشق حياتي کان افضل آهي ۽ هڪ پکيءَ جي دل هڪ انسان جي دل جي ڀيٽ ۾ ڪهڙي حيثيت ٿي رکي؟"

پوءِ هن اڏامڻ لاءِ پنهنجا پر پکيڙيا ۽ آڪاس ڏانهن اڏامڻ لڳي. باغ جي مٿان ڇانءِ جيان اڏامندي وئي.

نوجوان شاگرد اڃا تائين اتي ڇپر تي ليٽيو پيو هو، جتي هوءَ هن کي ڇڏي وئي هئي، ۽ هن جي سهڻين اکين ۾ ڳوڙها جهرڪي رهيا هئا."

"من کي مونجهو نه ڪر." بلبل چيو، "سرهو ٿيءُ، توکي تنهنجو ڳاڙهو گلاب ملندو. مان سڄي رات گيت ڳائي ان کي تنهنجي لاءِ پيدا ڪنديس ۽ پنهنجي دل جي خون سان ان کي ڳاڙهو بنائينديس. مان ان جي موٽ ۾ صرف اهو چاهينديس ته تون ڀاڻ کي هڪ سچو عاشق ثابت ڪندين، ڇاڪاڻ ته فلاسافي جيتوڻيڪ نسوري سمجهه آهي پر عشق ان کان وڌيڪ عاقل آهي، ۽ قوت جيتوڻيڪ سموري سگهه آهي پر عشق ان کان وڌيڪ طاقت ور آهي. ان جا پر آلن جهڙا ۽ ان جو جسم باهه مثل آهي. ان جا چپ ماکي کان مٺا ۽ ان جو هر دم مشڪ ۽ عنبر کان وڌيڪ سرهو آهي."

ڇوڪري ڪنڌ کڻي بلبل ڏانهن نهاريو ۽ جيڪي بلبل چئي رهي هئي سو ٻڌو، هو اهو سمجهي نه سگهيو، ڇاڪاڻ ته هو اهي ئي ڳالهيون سمجهي ٿي سگهيو جيڪي ڪتابن ۾ لکيل هيون.

پر ٻڙ جو پوڙهو وڻ هڪ هڪ لفظ سمجهي ٿي سگهيو ۽ هن جو هنيون بلبل لاءِ اداس هو، جنهن پنهنجو آکيرو ان جي ٽارين ۾ بنايو هو.

"مون کي هڪڙو آخري گيت ٻڌاءِ" ٻڙ بلبل کي ڏک ڀري آواز ۾ چيو، "ڇاڪاڻ ته جڏهن تون هلي ويندينءَ تڏهن مان ڏاڍو اڪيلو ٿي پوندس." پوءِ بلبل ٻڙ کي هڪ گيت ٻڌايو، هن جو آواز چشمن جي چاندي جهڙي پاڻيءَ ۾ پيدا ٿيندڙ لهرين جي سرن جهڙو هو.

جڏهن بلبل پنهنجو گيت پورو ڪيو، شاگرد ڇپر تان اٿيو ۽ پنهنجي کيسي مان پينسل ۽ نوٽبڪ ڪڍيائين.

"هن کي سونهن نه آهي." هو "پڪيو، ان کان ته انڪار نٿو ڪري سگهجي، پر هن ۾ سچائي ڪانهي، اها حقيقت آهي ته هوءَ انهن فنڪارن مثل آهي جن جو ٻاهر من موهيندڙ ۽ اندر وفا کان خالي هوندو آهي. هوءَ ٻئي ڪنهن لاءِ پاڻ قربان ڪري اٿي سگهي. هن کي

صرف موسيقي سان چاه آهي، هر ڪنهن کي چاهه آهي ته سمورا فن خود غرض آهن، پر اهو مٺو پولڻ ته ان هوندي به هن جي آواز ۾ ڪجهه ميٺاج ڀري موسيقي آهي. ڪهڙي نه ڏک جهڙي ڳالهه آهي جو انهن ۾ ڪابه صداقت ۽ ڪنهن جي لاءِ ڪو لاڀ ڪونهي." هو پنهنجي ڪمري ۾ هليو ويو ۽ پنهنجي نرم بستري تي ليٽي پنهنجي محبوب بابت سوچڻ لڳو، ٿوري وقت کان پوءِ هن کي ننڊ اچي وئي.

جڏهن آسمان ۾ چنڊ ڪڙيو، بلبل آڏامي گلاب جي ٻوٽي وٽ آئي ۽ پنهنجي سيني ۾ ڪنڊي کي چپايائين. هوءِ سڄي رات ڳائيندي رهي، چنڊ ۽ ستارا هن ڏانهن منهن ڪري هن جا گيت ٻڌندا رهيا. سڄي رات هوءِ ڳائيندي رهي، ڪنڊو هوريان هوريان هن جي سيني ۾ گهڙندو ويو ۽ هن جي حياتي وارو رت ٻوٽي ۾ داخل ٿيندو رهيو.

هن پهريان نوجوان ڇوڪر ۽ نوجوان ڇوڪريءَ جي دل ۾ محبت جي جنم جا گيت ڳاتا. گلاب جي ٻوٽي جي چوٽيءَ تي هڪ سهڻو گلاب ٽڙڻ لڳو، جيئن هوءَ گيت پٺيان گيت ڳائيندي وئي تيئن، گلاب جو چهرو زرد هئو، اهڙو جهڙو نديءَ جي مٿان ڏنڌ ۽ جهڙا صبح جا نوان ڪرڻا.

ان وقت ٻوٽي رڙ ڪري بلبل کي چيو، "دل کي وڌيڪ ويجهو ڪر نه ته ان کان اول جو گل خوبصورت رنگ ۽ روپ اختيار ڪري، سج اڀري پوندو."

بلبل پنهنجي ڇاتيءَ کي اڃا به زور سان ڪنڊي ڏانهن ڇڪيو ۽ هن جي گيتن جو آواز جيئن پوءِ تيئن بلند ٿيندو ويو، ڇاڪاڻ ته هوءَ عشق جي بلنديءَ بابت ڳائي رهي هئي. گلاب جي پنکڙين ۾ هلڪي ۽ نزاڪت ڀري سرخي پيدا ٿي وئي، اهڙي سرخي جهڙي گهوٽ جي ڳلي تي وهانوَ جي پهرين رات ونيءَ جي چپن کي چمندي پيدا ٿيندي آهي، پر ڪنڊو اڃا هن جي دل تائين ڪين پهتو هو، انڪري گلاب جي دل وارو حصو اڃا سفيد هو، ڇاڪاڻ ته بلبل جو درد جيئن پوءِ تيئن وڌندو ويو. هن جي گيتن ۾ جيئن پوءِ تيئن بي خودي ۽ مستي وڌندي وئي، هاڻي هوءَ انهي عشق جو ذڪر ڪري رهي هئي جنهن کي موت معراج بخشي ٿو ۽ انهن عاشقن جو بيان ڪري رهي هئي جيڪي مقبرن ۾ دفن ڪين آهن.

هاڻي سهڻو گلاب سرخ ٿي ويو، اهڙو سرخ جهڙو شام ويل شفق، گلاب جو دامن سندور جهڙو سرخ ۽ دل ياقوت وانگر لال هئي.

بلبل جو آواز هيٺو ٿيندو ويو، هن جون ڪنپڙاتيون ڦڙڪڻ لڳيون، اولده ڇانئجي وئي. هن جو آواز جيئن پوءِ تيئن هيٺو پوندو ويو ۽ هن محسوس ڪيو ته ڪا شيءِ هن جي نڙيءَ ۾ ڇپي رهي هئي.

پوءِ هن هڪ آخري گيت ڳايو. زرد چنڊ ٻڏو، ان کان پوءِ وسري وئي ۽ آسمان ۾ ھلندو رھيو، ڳاڙھي گلاب ٻڏو ۽ ھن جو جسم وجد ۾ جھومڻ لڳو ۽ ھن پنھنجون پنکڙيون صبح جي ٿڌڙي ھير ۾ کولي ڇڏيون. بلبل جي گيت جو پڙلاءُ ھوريان ھوريان پھاڙن کي پار ڪري ويو ۽ ننڊ ۾ ستل ڀڪارن کي سجاڳ ڪري ڇڏيو. پڙلاءُ تلائن ۾ بيٺل ڪنول جي گلن جي پاسي کان ترندو ۽ ندي ڪنارن تي سَرن ان جي سُر کي ٻڌو ۽ اھو پيغام نديءَ جي وھندڙ پاڻيءَ کي پھچايو.

"ڏس! ڏس!" وڻ رڙ ڪئي، "گلاب مڪمل ٿي ويو." بلبل ڪجھ نہ ڪڇيو، ڇاڪاڻ تہ ھوءَ گلاب جي ٻوٽي جي پيرن ۾ مئي پئي ھئي، ھڪ وڏو خار ھن جي دل ۾ کتل ھو.

شام وقت شاگرد پنھنجي دري کولي ۽ ٻاھر نھاريو. "ڪھڙي نہ خوش نصيبي آھي!" ھن کان دانھن نڪري وئي، "گلاب جو گل بيٺو آھي! مون پنھنجي زندگيءَ ۾ اھڙو گلاب ڪين ڏٺو آھي. اھو اھڙو تہ سھڻو گلاب آھي جو لاطيني ڪتابن ۾ ضرور ان جو ڪو نالو ھوندو." ھو ٽورو جھڪيو ۽ ان کي ھٿن ورتائين.

پوءِ ھن پنھنجي مٿي تي ٽوپي رکي ۽ ھٿ ۾ گلاب جھلي پروفيسر جي گھر ڏانھن ڊوڙيو.

پروفيسر جي ڌيءَ در جي ويجھو ويٺي ھئي ۽ آسماني پٽ کي چرخي تي ڦيرائي رھي ھئي ۽ ھن جو ننڍڙو ڪتو ھن جي قدمن ويجھو ڪنڌ جھڪايو اھليو پيو ھو.

"تو چيو ھو تہ جيڪڏھن مون توکي ڳاڙھو گلاب جو گل آڻي ڏنو تہ مون سان رقص ڪنديءَ. اِجھو، مون تنھنجي لاءِ اھڙو ڳاڙھو گلاب آندو آھي، جنھن جھڙو ٻيو دنيا ۾ اڻ لڀ آھي. اڄ رات ھن کي پنھنجي دل جي ويجھو لڳائجانءِ ۽ جڏھن اسان رقص ڪنداسين تڏھن توکي اھو گل ٻڌائيندو تہ منھنجو توسان ڪيترو پيار آھي."

ڇوڪريءَ منھن گھنجائي ھن ڏانھن ڏٺو، "مان سمجھان ٿي تہ اھو منھنجي لباس سان ڪين ٺھڪندو." ھن جواب ڏنو، "ان کان سواءِ نواب جي ڀائٽي مون ڏانھن ڪجھ سچا ھيرا موڪليا آھن، ھر ڪنھن کي پتو آھي تہ گلن کان ھيرن تي وڌيڪ ناڻو خرچ ٿو ٿئي."

"ھا، مان قسم سان چوان ٿو تہ تون نھايت بي قدر آھين،" شاگرد ڪاوڙ مان چيو؛ ۽ ھن گلاب جي گل کي گھٽيءَ ۾ ڪٽي ڦٽو ڪيو، جتي اھو گندي پاڻيءَ جي ڍبي ۾ وڃي ڪريو ۽ ھڪڙي گاڏيءَ جو ڦيٿو ان جي مٿان وھي ويو.

ڇوڪريءَ وراڻيو، "مان توکي ٻڌايان ٿي تہ تون نھايت بي لحاظ آھين؛ پر تون آھين ڇا؟ ھڪڙو شاگرد، مان ڄاڻان ٿي تہ تنھنجي بوٽن تي نواب جي بوٽن وانگر چانديءَ جا بڪل بہ ڪين آھن." ھوءَ يڪدم پنھنجي جاءِ تان اٿي ۽ گھر ۾ اندر ھلي وئي.

"عشق! ڪهڙي نہ بي وقوفي جي ڳالهہ آهي." جيئن هو اتان هلڻ لڳو شاگرد چيو، "اهو منطق جي اڌ برابر بہ نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ اهو ڪنهن ڳالهہ کي ثابت نٿو ڪري سگهي، وڏي ڳالهہ تہ اهو هميشه اهڙيون ڳالهيون ٻڌائي ٿو جيڪي ٿيڻيون ناهن ۽ اسان کي انهن ڳالهين جو يقين ڏياري ٿو، جيڪي ڪوڙيون آهن، حقيقت ۾ ان تي عمل ٿي نٿو سگهي ۽ هن زماني ۾ باعمل ٿيڻ ئي سڀ ڪجهہ آهي. مون کي فلاسفي ڏانهن توجهہ ڏيڻ گهرجي ۽ زندگيءَ جي حقيقت کي معلوم ڪرڻ گهرجي."

هو پنهنجي ڪمري ڏانهن موٽي آيو ۽ هڪڙو دز سان ڀريل ٿلهو ڪتاب ڪڍيائين ۽ ان کي پڙهڻ شروع ڪيائين.



بانو قدسيه
مترجم: عبدالقادر جوڻيجو

# ڪُنجي

هونئن ته گهر ۾ اهڙا ڪُلف هئا، جن جون ڪُنجيون وڃائجي ويون هُيون ۽ ڪجهه اهڙيون ڪُنجيون هيون، جن جا ڪِي وقت ڪان ونـي ڪُلف نتي مليا، پر چانديءَ والـگر چمڪندڙ چلي ۾، ڪنهن انيچي ڪيس جي هڪڙي پوريل مُنهن واري ڪُنجي به هئي، جيڪا وڏين وڏين ڪُنجين جي وچ ۾ ائين ٿي ڪِسڪندي، لُڏندي وڄندي پئي آئي ۽ سلميٰ ڪان سواءِ پيو ڪو به نه ڄاڻندو هو ته ننڍڙي ڪُنجي ڇلي ۾ آئي ته ڪيئن آئي؟

خود سلميٰ کي ڪِي وقت تائين اها ڪُڙڪ نه پئجي سگهي ته منظور جي اچڻ سان سڄي گهر جو وايومنڊل ڪيئن بدلجي ويو؟ ساڳيو ئي ادو نصير هو، ڪيس اهڙو ئي سمارٽ، سهڻو، پيارو لـڳندو هو ۽ اهو ئي ادو نصير هـو، جو مينهن ۾ پينل بـازاري ڪتي والـگر سندس سڄي شخصيت ڪَنَ ويڙهي هلڻ لـڳي هئي. پيا ته ڇـُـٽا، پر سلميٰ کي ته ائين محسوس ٿيندو هو ته ڄڻ گهر جون سڀ پيتيون تِـهائين ڍِگهيون ٿي پيون آهن، ڪمرا پڪڙجي ويا آهن ۽ ڇِـت جون ڪنڌيون هيٺ لڙڪي پيون آهن.

منظور جي اچڻ ڪان اڳ سلميٰ هن پڙ-ساڙ واري گهر جي شهزادي هئي. هوءَ ڪنگروءَ جي دادلي ٻچي وانگر هئي، جنهن کي گهر جا سڀ ماڻهو وس آهر پنهنجين پنهنجين ڪَڇُنِ ۾ لڪائي هلندا هئا. امان ابي جي ته خير هوءَ دادلي هئي ئي، پر سئوٽ جي اک جو تارو ٿيڻ جهڙو تهڙو ڪم نه هو. ادو نصير ته وري اهڙو ڪُوار ڪيندڙ هو، جو صاف سنيءَ پليٽ ۾ آگري ڦيري، ڪٿان نه ڪٿان مٽيءَ ذرو ڪيدي ونندو هو. حيرت جي ڳالهه آهي جو عمر سان گڏ هوءَ ادي نصير کي پائنيتي ٿـي ويئي هئي. هاڻ تـه نـه ڪيس ميرن پيرن تـي اعتراض رهيو هو ۽ نه ڍِگهي ڪڙيءَ واري جُتي پائڻ تي. ايڏي وڏيءَ ڪَتَ ڪان پوءِ جڏهين منظور هن گهر ۾ آيو ته سلميٰ کي محسوس ٿيو ته ڄڻ سڄي ڪائنات پيئي گهـُمي ۽ گهـُمريون کائيندي صابڻ جي بوڙين وانگر ڦاٽي پولدي!

منظور صاحب هين گهر ۾ ڇو آيو؟ ان جا ڪيترائي ڪارڻ هئا. هڪڙو ته ادي نصير جو سنگتي هو، ٻيو ته وڏن شهرن ۾ هن لاءِ سولائيءَ سان جڳهه نٿي ملي. ان ڪانسواءِ منظور صاحب ماڻس سان پري جي مائٽيءَ ۾ به ٻڌل هو ۽ گپ ڪرڻ ڪانپوءِ سلميٰ اندازو لڳايو ته هو هڪڙي ڍنگ ڪان ذري گهٽ سندس نانو هو!

سلميٰ کي الهيءَ مائٽيءَ تي اعتراض ڪونه هو. پر ڏکيائي اِها هئي ته منظور صاحب لنڊيءَ چمار ۾ هوبهو نانن واريون حرڪتون ڪندو هو. سندس اچڻ کان اڳ سلميٰ جو خيال هو ته هن گهر ۾ ڪانئس سواءِ ٻئي ڪنهن کي خود پسند ٿيڻ جو حق نه آهي. سندس هر راءِ اصول آهي ۽ هر خواهش حڪم! پر جڏهين منظور صاحب پير پريا ته سلميٰ کي خبر پيئي ته هن ننڍيءَ ڊيڍ ۾ سمنڊ جو ڏيڍر اچي ڪِريو آهي. هر ڳالهه تي ٽوڪهائي مُرڪ، هر پل مٿي ۾ سَرَ.

پيلا اهو به ڪڏهين ڪنهن ٻڌو هو ته سلميٰ نيرو سوٽ پاتو هجي، گهر جا ڀاتي ماشا الله ماشا الله ڪندا وتن. ادو نصير سهڪي سهڪي ڳالهيون ڪري ۽ منظور صاحب اخبار ۾ ڇپيل شڪلين تي مڇون ٺاهيندو وتي. انهيءَ ڏينهن ته اجا به حشر متو جڏهين نيري سوٽ سان گڏ ڪاريون چوڙيون ٻاتيون هئائين، پر ايڏي چمڪي تي به منظور ڏانهنس ڪونه ڏٺو. جڏهين هوءَ ماني ڪائڻ ڪانپوءِ هٿ ڌئڻ لاءِ گينڊيءَ تي جهڪي بيٺي هئي ته منظور صاحب پير ۾ بينو هٿن تي صابڻ ملي رهيو هو. سلميٰ ٻُسيل آڱرين سان چولي جي ٻانهن اجا به مٿي ڪري چڙي هئي، ٻانهن ۾ چڪات ڪندڙ ڪاريون چوڙيون هڪ ٻئي ٻويان ڪرائيءَ تي لهي آيون هيون. پر نانو سَرَ وجهي صابڻ جي گجيءَ جو گولو ٺاهڻ ۾ پورو هو جهڙوڪر اهو گولو ٺاهڻ ايتروئي ضروري هو. ان ڪري ئي ته سلميٰ هٿ ڌئڻ ساڻ پنهنجي ڪمري ڏانهن هلي ويئي. ڪيس احساس ٿيو ته سندس گهر جو ماحول هيڪاري بدلجي ويو آهي.

ماحول جي تبديل ٿيڻ جي ڪري هوءَ ايتري قدر پريشان نه هئي، هوءَ ته صرف ان ڳالهه جي گهوري هئي ته ڪنهن نه ڪنهن نموني هڪ پيرو نانو به ادو نصير بنجي وڃي ۽ ان ئي وانگر رَنگن کي پرچائيندو رهي. هن هر ممڪن جتن ڪري ڏٺو پر نانو پنهنجيون رنگين ٺائيون ۽ آمريڪن بشرٽ ٻانهي لاڳيتو سَرَ چاڙهيو پنهنجي ڌنڌي تي ويندو رهيو. ليٺ جڏهين سلميٰ جا سڀ ليرا پيلا سوٽ پنهنجي رنگيني وڃائي ويٺا ۽ ڊيڍ جي مڃي ساموندي ڏيڍر جي سامهون آڻ مڃي ويئي ته هڪ ڏينهن سلميٰ کي ماڻس ٽئين منزل تي جڳهه جي چنڊ ڦوڪ لاءِ موڪليو. ادي نصير جي ڪمري مان آواز اچي رهيا هئا. نانو ۽ ٻاڻ وسائل نموني ڪنهن جو ذڪر ڪري رهيا هئا. سلميٰ دروازي جي آڏو بيهي رهي. ادي نصير پئي چيو:
"تعجب آهي ته هوءَ توکان ايتري قدر مختلف آهي."

پوءِ ناني ڳالهايو: "ها، سڀ ٺا چون. هن جو رنگ پيلو آهي ۽ آئون ته تنهنجي سامهون آهيان. هونئن ٿوري ٿلهيرڙي آهي."

”ڪاش، مون کي سنڌس جو فوٽو ڏيکاري سگهين؟“ نصير چيو.

”منهنجي اٽيچي ڪيس ۾ آهي. شام جو ڏيکاريندو سانءِ.“

اِتي اديءَ نصير ڏکيو شوڪارو ڀريو ۽ وڏي افسوس مان چيائين: ”آئون ته حيران آهيان ته تون جيئرو ڪيئن آهين؟“

ناني ڪجهه دير تائين ڳالهه جو جواب ڪونه ڏنو ۽ پوءِ تقريباً پنهنجو پاڻ کي چيائين: ”جڏهين پاڻي مٿي مٿان منيو وڃي ته پوءِ ماڻهو جيئرو رهڻ تي مجبور ٿي پوندو آهي.“ سلميٰ کي ان ڳالهه جي قطعي اميد ڪانه هئي. سڄو ڏينهن هنڌ تي پئي ورندي رهي. هيستائين ته ڪڏهين ڪڏهين آسرو ٿي پوندو هئس: اڄ ڪي اڄهو ناني هٿيار ڦٽا ڪيا، پر صبح واري ڳالهه بڌي بلڪل مايوس ٿي چڪي هئي. هاڻ سنڌس دل ۾ اٽيچي کولڻ ۽ تصوير ڏسڻ جي تمنا ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه به نه رهيو هو ۽ ڪڏهين اٽيچيءَ جي ڪُنجي لٽي ملي ته ڪڏهين منظور ڪمري ۾ موجود هو.

ان شام جو ڪڪر چانيل هئا. نصير ۽ منظور سئنيما ڏسڻ لاءِ وڃي چڪا هئا. اڄ سلميٰ اهو فيصلو ڪري ڇڏيو هو ته نصير سان ضرور ملبو ۽ ڪيس پڪ ڏبي ته پاڻ سانس شادي ڪرڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو اٿس. ايڏو وڏو فيصلو ڪرڻ جي باوجود سنڌس سڄو ڌيان ان اٽيچي ڪيس ڏانهن هئو، جنهن ۾ ڳوريءَ ۽ ٺلهيرڙي ڇوڪريءَ جي تصوير پيل هئي. جڏهين ڇڳي اونده ٿي ويئي ۽ شين جا ڌُڪ لتجي ويا تڏهين هوءَ مٿينءَ منزل ۾ آئي. هن منظور جي وهاڻي هيٺان، ڪتابن جي ميز تي، سينگار جي ميز جي خانن ۾ هر جڳهه اٽيچي ڪيس جي ڪُنجي جي ڳولا ڪئي، پر ان اڌوري اونده ۾ ڪيس ڪُنجي ڪانه ملي. هار ڪائي جڏهين اٽيچي ڪيس وٽ پهتي تڏهين ڪيس محسوس ٿيو ته جهڙوڪر سڄو ڏينهن غوطا پئي کاڌائين ۽ هڪڙي به سپ هٿ ڪانه آيس ۽ هاڻ ڪا پنهنجي مرضيءَ واري اٿل پاٿيهي ٿي پاٿيهي سنڌس قدمن ۾ سپن جا ڍير ڇڏي ويئي. اٽيچي ڪيس جي ڪلف ۾ بنديل مڪڙيءَ جهڙي ڪنجي لڳل هئي.

سلميٰ اٽيچي کولي- اندر ڪيتريون ئي ٽڙپکڙ تائيون، رنگين ريشمي رومال، رسالا، خط ۽ اونڌيون سونڌيون شيون پاڻ ۾ هيٺ مٿي ٿيون پيون هيون. سلميٰ کي انهي اٽيچي ڪيس جي شين کي سنوارڻ جو ڪيڏو نه ارمان هو. اِن پوري نه ٿيندڙ تمنا کي ياد ڪري سنڌس اکيون ڀڄي پيون. هن اٽيچي هيٺان وڇايل اخبار کي دونهاٽيل نظرن سان ڏٺو ته ڪيس هٿن ۾ هڪ تصوير اچي ويئي. شام جي اونداهيءَ ۾ ڪيس اها ڇوڪري اڃا به وڌيڪ پراسرار ۽ خوبصورت ڏسڻ ۾ آئي.

اڃا تصوير کي چڱيءَ طرح ڏٺو به نه هئائين ته چاڙهين تان قدمن جو گوڙ ٻڌڻ ۾ آيس. هن جلديءَ ۾ تصوير اخبار هيٺان رکي، گڏ وچڙ تائيون ۽ رومال اندر ڦُسيا ۽ اٽيچيءَ جو

ڏڪ بند ڪري ڇڏيو. پر انيچيءَ جي ڪُنجي سندس پنل ترڻ تي رهجي ويئي. جڏهين منظور ۽ نصير اچي ويا تڏهن هوءَ سيکهه ۾ آئي ڪُڙي تي ۽ مُٺ پوري چيائين: ”توهان امان جون ڪنجيون ته ڪونه ڏنيون؟“

منظور ڪمري جي بتي ڪُڙڪي سان ٻاري ۽ پوءِ تعجب مان چيائين، ”جي، امان جون ڪُنجيون؟“

”شام ڪان وني نتيون ملن، امان پئي چيو ته پاڻ صبح جو هيڏانهن به آئي هئي.“

”ڏسي ونوس، متان هتي ڪٿي هجن.“

پر هوءَ ڪنجين ڳولڻ بدران مُٺ ۾ موتي لڪائي هيٺ لهي آئي. سلميٰ کي ڪڏهين به اهو خيال نہ آيو هو ته عين ان ڏينهن منظور سندن گهر ڇڏي هليو ويندو. جڏهين هوءَ ڪمري ۾ وجي ويئي ته منظور بنا ڪڙو ڪڙڪائڻ جي اندر هليو آيو، صفا وائڙو پئي لڳو ۽ ادي نصير وانگر سهڪيو پئي.

”لک لک مبارڪون هجن سلميٰ“ هن چيو، ”افسوس جو رات جي گڏجاڻيءَ ۾ ڪوله هوندس نہ ته...“

”توهان وڃو پيا؟“ سلميٰ حيرانيءَ مان پڇيو.

”جي!“

”ڇو؟“

”ان ڪري جو پئي آءٌ ته ٿيس تنهنجو ڏانو ۽ نانا اهڙين گڏجاڻين ۾ لڙڪن هارا-ٿـي ويندا آهن ـــ ۽ ها سلميٰ، تو منهنجي انيچيءَ جي ڪنجي ته ڪانه ڏٺي؟“

سندس دل گهريو تہ وهائي هيئان ڪُنجي ڪيڏي سندس سامهون آڇلائي، پر هن ناڪار ۾ ڪنڌ لوڏي چيو، ”نه! مون ته ڪانه ڏٺي. وڃائجي ويئي ڇا؟“

منظور جي نرڙ جا سپ سڙَ چڻ لُڙڪ بنجي اکين ۾ پکڙجي ويا ۽ آهستي چيائين، ”اوهان ڪُنجيءَ جو ٿيون پڇو، هت خبر نہ آهي ته ڇا ڇا وڃائجي ويو آهي!“

سمجهه پـري سامونڊي ڏيڏر کي ائين ڳالهيون ڪندو ڏسي سلميٰ جـو هينئون ڏڪ هڻڻ لڳو.

”۽ ها نصير خبر نہ آهي ته ڪڏهين ايندو. ڪيس منهنجا سلام ۽ مبارڪون ڏجو. هيءَ تصوير آهي، هن جي پويان مون سڀ تفصيل لکي ڇڏيا آهن، نصير کي تاڪيد ڪجو تہ ضرور هن جي خبر ڪيدي.“

سلميٰ وڏي تصوير هٿ ۾ ڪنئي ۽ سندس چهرو سوال بڻجي ويـو. منظور ڊگهو ساهہ ڪنيو ۽ آهستي چيائين:

”هڪڙو اِهو ڏک گهٽ هو جو پنهنجيءَ ڀيڻ کي فسادن ۾ ڪٽي وڃائي آيس، هاڻ ليرا سوٽ ۽ ڪاريون چوڙيون به ڇڏڻيون پيون.“

سلميٰ جي چپن جا ڪنارا ٿڙڪڻ لڳا ۽ ڏاڍي ڏکيائيءَ سان چيائين: ”هيءَ توهان جي ڀيڻ جي تصوير آهي؟“

منظور ڪنڌ لوڏيا ۽ پٺڪي ۾ مچيائين ”جي!“ پوءِ جهڙوڪر پنهنجو پاڻ کي چوڻ لڳو: پاڻي مٿي مٿان مٽي وجي ته انسان زنده رهڻ تي مجبور هوندو آهي.“

اهڙا ڪئين واقعا هر ماڻهوءَ جي زندگيءَ سان مٽيا آهن. انهن ننڍين ننڍين آٿل پرين وارداتن جا گهاءَ پاڻيهي ڇٽيو وڃن، پر اهو ڪير ٿو ڄاڻي ته چانديءَ جي چمڪندڙ چلي ۾ بند ٿيل وات واري ڪنجي به آهي، جنهن کي آڱريءَ جي چوڌاري گهمائيندي سلميٰ ڏکهي پنڌ ۾ ٿئي ويندي آهي ۽ سندس ننڍڙو ٻارڙو ڄاڙيءَ هيٺان هٿ ڏيئي پڇندو اٿس، ”ڇا ڳالهه آهي امان؟“

۽ هوءَ ڪنجيءَ کي مٺ ۾ ڀيڙي چوندي آهي، ”ڪجهه به نه آهي، ڪجهه به نه آهي، منهنجا ٻچا.“



ڊافني ڊو ماريئر

مترجم: غلام نبي ميمڻ

# رابيڪا

ڪلهه رات مون خواب ۾ ڏٺو ته مان ماندرلي پهچي وئي آهيان ۽ انهيءَ رستي تي لوهه جي شاهي دروازي جي سامهون بيٺي آهيان؛ جيڪو ماندرلي ڏانهن وڃي ٿو. مان هزارين جتن ڪندي به اڳتي وڌي نه سگهيس، ڇو ته منهنجي راهه ۾ هڪ اجگر لوهي دروازو وات بند ڪري بيٺو آهي، ان تي زنجير چڙهيل آهي ۽ هڪڙو بچڙو ڪلف زنجير ۾ جڪڙيل گهوري رهيو آهي. مون خواب ۾ چوڪيدار کي سڏ ڪيا، پر منهنجو آواز سندس ڪنن تائين پهچڻ کان سواءِ مايوس ٿي موٽي آيو. مون لوهي دروازي جي ڪَٽَ چڙهيل شيخن مان نهارڻ جي ڪوشش ڪئي. مون محسوس ڪيو ته هاڻي ماندرلي ۾ اڳئين جهڙي رونق ۽ ڇهچٽو نه آهي ۽ نه وري سچي زندگي رعنائين ۽ زيبائشن سان رونق افروز آهي.

اوچتو ئي اوچتو مون کي انهيءَ پرپور احساس ڇرڪائي ڇڏيو، ته مون ۾ مافوق‌الفطرت قوت پيدا ٿي وئي آهي ۽ مان تيز هوا وانگر سوساٽ ڪري شيخن جي وچ مان نڪري ويس. منهنجي سامهون اهو رستو هو، جنهن تي اسان اڪثر ڪري سير ۽ تفريح ڪندا رهندا هئاسون. رستو اڳئين وانگر ور وڪڙ هڻندو ماندرلي طرف وڃي رهيو هو، پر هي رستو هاڻي اڳئين وانگر ڪشادو ۽ صاف سٿرو نه هو. جڏهن مون هڪ وڻ جي لٽڪيل ٽارين کان بچڻ لاءِ ڪنڌ هيٺ ڪيو ته مون محسوس ڪيو ته سچي ماحول ۾ تمام گهڻي تبديلي اچي وئي آهي. قدرت جو هٿ پنهنجي پوري بيباڪيءَ سان، ماحول جي المناڪين ۾ اضافو ڪرڻ لاءِ مصروف عمل آهي. اهو رستو اڳيون رستو نه آهي، بلڪ هاڻي اهو هڪ بيوهه جي سينڌ وانگر اجڙي ويو آهي. اڳ ۾ به وڻ ۽ خودرو گل ۽ ٻوٽا انهيءَ رستي لاءِ خطرو هوندا هئا، پر ان وقت ان جي سنڀال جنهن ذوق ۽ شوق سان ڪئي ويندي هئي، انهيءَ سبب ڪري هي وڻ ۽ خودرو گل ٻوٽا ان رستي جي دلڪشي ۽ نظر فريبيءَ تي اثرانداز ٿي نٿي سگهيا؛ پر اڄ وڻن ۽ گلن ٻوٽن جون ڏِگهيون ڏِگهيون ٽاريون، ڇهنبدار ننهن وانگر انهيءَ رستي جي منهن ۾ لڳل هيون ۽ هنڌان هنڌان رت جا ڦوهارا وهي رهيا هئا. رستي جي ٻنهي ڪنارن تي وڻ ڪلها ڪلهن سان ملائي بيٺا هئا. سندن شاخون هڪٻئي سان ائين مليل هيون جيئن مدت جي انتظار کان پوءِ

کو عاشق پنهنجي محبوب سان ملي ۽ پنهنجون پانهون سندس ڳچيءَ ۾ هار ڪري ڇڏي. وڻن جي انهيءَ ميلاپ سان چڱا خاصا بنجي ويا هئا. انهن وڻن ۾ ڪيترا وڻ اهڙا بہ هئا، جي مون اڳ ۾ ڪڏهن بہ نہ ڏٺا هئا. ڪي ننڍا ننڍا وڻ ٽارين مان سنهن ڪيڏي حسرت سان زماني جي رنگ ۽ ڍنگ جو مشاهدو ڪري رهيا هئا.

مان جذبات جي شدت ڪان انهيءَ رستي تي ڊوڙڻ لڳس. ڪٿي ڪٿي رستو نظرن ڪان يڪدم غائب ٿي ويو ۽ مون ائين محسوس ٿي ڪيو تہ ويچارو رستو شايد وڻن ۽ ٽارين جي هجوم ۾ گم ٿي ويو آهي، پر جڏهن مان ويجهو ٿسي ويس تہ ڪنهن ڪريل يا پڳل وڻ جي ٿلهي ٿڙ يا منجهيل ٽارين جي هيٺان رستو سڌڪا پرينڊي يا بارش سبب پيدا ٿيل گهارن جي ڪنارن تي مرڻينگ حالت ۾ نظر ٿي آيو. مون کي پهريون دفعو اهو احساس ٿيو تہ هي رستو نهايت طويل آهي يا ممڪن آهي تہ وقت سان گڏوگڏ پيمائش جا انداز بہ بدلجي ويا هجن. اڳ ۾ اهو رستو تمام ننڍو هوندو هو، جڏهن اسان پانهن ۾ پانهون وجهي رستي تي چهل قدمي ڪندا هئاسون. انهيءَ وقت اسان جي خواهش هوندي هئي تہ هي رستو ايترو تہ ڊگهو ٿي پوي جو اسان سڄي زندگي ان تي هلندا رهون ۽ هو ختم ٿيڻ جو نہ پلجي بہ نہ نالو وٺي. ليڪن اسان جي انهيءَ خواهش هوندي بہ رستو اک ڇنڀ ۾ پورو ٿي ويندو هو. ۽ اڄ اها حالت هئي جو مان چاهيان پئي تہ رستو هڪ ئي ڇلانگ ۾ پورو ٿي وڃي، پر رستو هو جو شبِ انتظار وانگر وڌندو ئي پئي رهيو. منهنجون اکيون انهن نظرنواز نظارن ۽ دلفريب جلون کي ڳولڻ لاءِ بيقرار هيون، جن جا دامن حَسين يادن جي ناياب موتين سان پريل هئا. پر جيئن جيئن مان اکيون ڦاڙي انهن نظارن کي پئي تلاش ڪريان، تيئن تيئن منهنجي دل ۾ هڪ سوٽ پيدا ٿي ٿي. هر طرف وحشت ناڪ بربادي ۽ المناڪ آداسي ڇانيل هئي. وڻ ۽ ٽاريون ايترا تہ وڌي ويا هئا، جو انهن جي حسرتناڪ بربادين ۾ مانڊرلي ڏسڻ ۾ بہ نٿي آيو. منهنجي نگاهہِ شوق انهن ٽارين ۽ وڻن جي غلاف کي چيري اڳتي وڌي وڃڻ چاهيو ٿي تہ جيئن هوءَ يڪدم مانڊرلي جي نظرنواز نظارن کي دامنِ نگاهہ ۾ سمائي سگهي. ها، انهيءَ مانڊرلي جي نظارن کي، جتي منهنجي جواني شباب جي حدن ڪان نڪري بلوغت جي سرحدن کي ڇُهيو هو، ليڪن هر دفعي وڻن جون شاخون ۽ گلن پوٽن جا پن منهنجي اکيان اچي ٿي ويا.

اوچتو ئي اوچتو گلن پوٽن ۽ وڻن جي جهڳٽن جي اوٽ ۾ مون کي ناڪام قسمت ۽ بدنصيب مانڊرلي نظر آيو. ۽ مانڊرلي منهنجو گهر جو خيالات غم ۽ افڪارِ الم ۾ ٻڏل بي رونق ۽ آداس بيٺل — زبانِ حال سان پنهنجي اقبال منديءَ ۽ رعنائي ۽ زيبائيءَ جا قديم داستان پڌائي رهيو هو. مانڊرلي جي بي رونق، زرد ۽ بي نور خدوخال ڏسي سازِ دل جون ٽارون هڪدم وڄڻ لڳيون، جيرا ٻُڪيون سڙي ويا ۽ ڳوڙها اکين ۾ اچي چلڪي پيا.

اڪيلائيءَ جي حسرتناڪ سناٽي ۾ مانڊورلي ٻيٺو هو. ها اسان جو مانڊورلي چپ چاپ گم سم ۽ اداس، منهنجي خواب جي چانڊوڪيءَ ۾ ان جون سفيد پٿريليون ديوارون چانديءَ وانگر چمڪي ويون. گردش زمانه مانڊورلي جي منهن تان سونهن ۽ سوڀيا ڦري ۽ مان سمورا ڇٽ ميساري ڇڏيا هئا. پر اهو ان جي متوازي ۽ متناسب ديوارن جو حسن ڪسي نه سگهيا. اڄ به مانڊورلي انهيءَ پر عظمت اداسي، بي رونق تنهائي ۽ حسرتناڪ بربادىءَ ۾ ائين لنظر ۾ اچي رهيو هو جيئن ڪنهن ڪاٺيون ڪوٽيندڙ جي سيرن هٿن هيرو چمڪي رهيو هجي.

مون پنهنجي دل تي مانڊورلي جو سير ڪيو. ليڪن افسوس اڄ مانڊورلي اسان جو نه هو. انهيءَ پرپور احساس سان گڏ منهنجي دل ۾ ارمان پيدا ٿيو ته هاڻي اسان ان جي نظر نواز لظارن سان پنهنجي نگاهن ڪسي ڪڏهن به پري نه سگهون. زماني جو هٿ وقت جي مرده لاشي کي کڻي ماضيءَ جي قبرستان ۾ دفن ڪري چڪو آهي. افسوس جو اهي محفلون ويران ٿي ويون جن جون ناقابل فراموش يادگيريون خانه دل ۾ وقت جي اونهن تهن جي هيٺان دٻجي ياس ۽ الم جي بار ڪان گهٽجي مري رهيون آهن.

هو به حيران ڪن حد تائين صابر ۽ شاڪر هو. هن ڪڏهن به زبان تي ڪا شڪايت نه آندي. اگر ڪڏهن پلجي سلجي زمالي جي ياد کي اچي ستايو به ڪٿي ته به شڪايت جو حرف دل زبان تي نه آيو.

ها ائين اڪثر ٿيو ته ڳالهيون ڪندي ڪندي ڪڏهن مانڊرلي جي ياد دل ۾ ابري آئي ته ان جو شبستانِ وجود ان جي ياد نور سان چمڪي ويندو هو. ۽ هو ماضيءَ جي ڏلڏليل يادن ۾ لقشِ پا جي تلاش ۾ گم ٿي ويندو هو. سندس تازي وڻندڙ ۽ خوشنما منهن تان رونق ۽ تازگيءَ جا اثرات آهستي آهستي گم ٿي ويندا هئا. مون کي ائين محسوس ٿيندو هو ته ڪا غيبي قوت پنهنجي هٿن سان سندس منهن تان خوشي ۽ مسرت جا مڙئي خد و خال مٽائي رهي آهي. زندگي ۽ زنده دليءَ هوندي به هو بي جان نظر ايندو هو. اهڙيءَ حالت ۾ سگريٽ مٿان سگريٽ پيئڻ شروع ڪندو هو. پوءِ سگريٽ وسائڻ جي تڪليف ڪرڻ ڪانسواءِ ئي ڦٽي ڪندو ويندو هو. سندس چوڌاري اڌ سڙيل سگريٽن جا ٽڪرا ائين ٽڪڙيا پکڙيا پيا هوندا هئا جيئن خزان رسيده گل جا پن گل جي ڏانڊيءَ جي چوڌاري پکڙيا پيا هجن. مانڊورلي سندس باغ و بهار زندگيءَ کي اندروني طور خزان آلود بنائي ڇڏيو هو. ليڪن هاڻي سنڌس زندگي ۾ بهار ئي بهار هئي. هو جڏهن مون کي ڏسندو هو ته سندس اکيون مسرت جي نور سان چمڪي ويندي يون هيون. انهي جو سبب شايد اهو هو ته سندس اعتماد مون تي پختو ٿي ويو آهي ۽ انهيءَ اعتماد مون کي ٻه حوصلو ڏنو آهي ۽ پُراعتماد بنائي ڇڏيو آهي. هاڻي مان اڳين پريشان ۽ مايوس ڇوڪري نه آهيان، جا چند سال اڳ ۾ خوف

۽ دهشت ۾ ويڙهيل مانډرلي ۾ داخل ٿي هئس، بلڪ هاڻي مان حوصلي مند ۽ بهادر عورت بڻجي چڪي آهيان.

مون کي چڱيءَ طرح ياد آهي ته مان مسز وان هوپر سان گڏ مونٽ ڪارلو جي هوٽل ۾ رهيل هئس ته هڪڙي ڏينهن مانيءَ جي ڪمري ۾ منهنجي ان سان ملاقات ٿي. اها ملاقات مسز وان هوپر جي ذريعي ٿي هئي. منهنجي ته اهو وهم گمان ۾ به نه هو ته اها ملاقات اڳتي هلي هڪ دوستيءَ ۾ تبديل ٿي ويندي.

هڪڙي ڏينهن مسز وان هوپر بيمار ٿي پئي ۽ ڊاڪٽرن کيس صلاح ڏني ته هوءَ بستري تي آرام ڪري. مان جيئن ته سنڌس پرگهور لهي نٿي سگهيس انهيءَ ڪري هڪ نرس جو انتظام ڪيو ويو. نرس جي اچڻ تائين مون کي صرف اهو ڪم ڪرڻو هو ته انهيءَ دعوت جي التوا جو اطلاع سڀني مهمانن کي ڏيان جن کي رات جي مانيءَ تي مدعو ڪيو ويو هو. مون ٽيليفون تي سڀني دعوتين کي اطلاع ڏئي ڇڏيو. جڏهن ٽيليفون ڪري مئنيجر جي ڪمري مان ٻاهر نڪتيس ته انهيءَ وقت ٻارهن لڳي چڪا هئا. مون دل ۾ خيال ڪيو ته منجهند جي مانيءَ مان به يڪدم فارغ ٿيڻ گهرجي، ڇو ته هڪ ٻجي مانيءَ جي ڪمري ۾ ايڏي ته رش ٿيندي آهي جو مون جهڙي شرميلي ڇوڪريءَ جو اتي اڪيلي سر ماني کائڻ مشڪل ٿي پوندو.

مان جڏهن هوٽل جي مانيءَ واري ڪمري ۾ داخل ٿيس ته اهو ڏسي منهنجي دل جي ڌڙڪن تيز ٿي وئي ته مسٽر ڊي ونٽر اسان جي مخصوص ميز کان اڳين ميز تي ويٺو آهي. اها هڪ اهڙي صورت حال هئي جنهن مان جان بچائڻ جي مون جهڙي شرميلي ڇوڪريءَ ۾ صلاحيت نه هئي. انهيءَ جو سبب شايد اهو هو ته منهنجو شعور اڃان پختگيءَ جي انهيءَ سرحد تي نه پهتو هو، جتي قدم رکڻ کانپوءِ انسان ۾ خود اعتمادي پيدا ٿي ويندي آهي. مان سندس نظرن کان بچڻ لاءِ سامهون نهاريندي پنهنجي ميز ڏانهن وڌيس ۽ يڪدم ڪرسي تي ويهي ليپڪن کڻڻ لاءِ هٿ وڌايم. بي احتياطيءَ کان منهنجو هٿ گلدان سان وڃي لڳو ۽ اهو اونڌو ٿي ڪري پيو. پاڻي سڄي ميز تي پکڙجي ويو. هوٽل جو ملازم ڪمري جي پٺئين حصي ۾ برتن رکي رهيو هو، انهيءَ ڪري هن گلدان کي ڪرندي ڪونه ڏٺو هو. انهيءَ حادثي کانپوءِ ته منهنجا رهيل کهيل حواس به خطا ٿي ويا. مان اڃان انهيءَ صدمي کان پاڻ سنڀاليو به نه هو ته ڇا ڏسان ته مسٽر ڊي ونٽر منهنجي پرسان هڪ ميز پوش کڻي بيٺو آهي.

"ميز پوش پسي ويو ڇا؟ ڪا ڳالهه نه آهي." مسٽر ڊي ونٽر چيو ۽ آلي ميز پوش کي ويڙهڻ لڳو.

"توهان تڪليف نه ڪيو. مان هتي اڪيلي ئي کائيندس. جيڪڏهن ميز پوش آلو ٿي به پيو ته ڇا ٿي پيو." مون دل ئي دل ۾ شرمسار ٿي جواب ڏنو.

هوٽل جي ملازم جي نظر اسان تي پئي ۽ هو سپ ڪم ڇڏي ڪري آيو. ان کي ڏسندي ئي مسٽر ڊي ولٽر چيو.

”ڪا ڳالهه نه آهي. منهنجي ميز تي هڪ ٻي به ماني کٽي اچ. هي محترمه مون سان گڏجي ماني کائيندي.“

اهو پهريون موقعو هو جو مون ان سان گڏجي هڪ ئي ميز تي ويهي مانيءَ کاڌي. هن ماني کائيندي مون کان ڪيترائي سوال ڪيا ۽ مان پنهنجي سمجهه مطابق جواب ڏيندي رهيس. جڏهن مون کيس ٻڌايو ته مسز وان هوپر سان منهنجي مائٽي نه آهي بلڪ مان ته ان جي ملازم آهيان ۽ سير و سياحت ۾ سندس سيڪريٽريءَ جي حيثيت سان گڏ هوندي آهيان ته ان کي ڏاڍي حيرت لڳي.

مون کي انهيءَ زماني جي ڪابه ڳالهه ياد نه آهي. مونٽ ڪارلو ۾ اسان جو وقت ڪيئن گذريو. ڪيترا ڀيرا اسان سير ۽ تفريح لاءِ گڏجي وياسون ۽ انهيءَ وچ ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون ڳالهيون ٿيون. مون ڇا چيو ۽ هن ڇا سمجهيو. مون کي ته اهو به ياد نه رهيو ته ڪهڙيءَ طرح مان ان سان ملڻ لاءِ بيقرار هوندي هئس ۽ پوءِ انهي بيقراريءَ ۾ ڪهڙيءَ طرح لفٽ جو انتظار ڪرڻ ڪانسواءِ ئي ڏاڪڻ تان ڇڙهي پهچندي هئس. ۽ پوءِ هوٽل جي آداب جو خيال رکڻ ڪانسواءِ ئي اطمينان سان وکون کڻندي دروازو کولي ٻاهر نڪري ويندي هئس. ٻاهر هو پنهنجي موٽرڪار ۾ ڊرائيور جي سيٽ تي ويهي اخبار پڙهندو رهندو هو. مون کي ڏسندي ئي خوشيءَ جو عڪس سندس چهري تي اڀري ايندو هو. ۽ هو اخبار پوئين سيٽ تي ڦٽي ڪري مرڪندي موٽرڪار جو دروازو کوليندو هو ۽ مان يڪدم سندس پرسان وڃي ويهي رهندي هئس.

مون کي جيڪڏهن ياد آهي ته صرف ايترو ته مان ڇمڙي جي گدي تي ويٺي هئس ۽ مونٽ ڪارلو جو نقشو منهنجي هنج ۾ کليو پيو هو. سير دوران جيڪڏهن ڪا ڳالهه ڪندي والگر چيندي هئي ته اها واچ هوندي هئي جا ڊيش بورڊ ۾ ٽڪ ٽڪ ڪندي رهندي هئي. مون کي چڱيءَ طرح ياد آهي ته هڪڙي دفعي مون انهيءَ واچ ڏانهن نهاريو ۽ يڪدم منهنجي دل ۾ خيال آيو.

هي وقت- يارهن لڳي ويهه منٽ- ڇمي وڃي. مون پنهنجون اکيون بند ڪيون. منهنجو خيال هو ته اکيون بند ڪرڻ شرط وقت جي رفتار بيهي ويندي ۽ اها حسين گهڙي منهنجي حافظي ۾ محفوظ ٿي ويندي. پر جڏهن مون اکيون کوليون ظالم گهڙي بدستور ٽڪ ٽڪ ڪري رهي هئي. انهيءَ وقت اسان هڪ موڙ وٺان لنگهي رهيا هئاسون. رستي جي پاسي کان آباد ٻنيءَ ۾ هڪ ڳوٺاڻي دوشيزه ميرن ڪپڙن سان اسان کي ڏسي رهي هئي. اسان ٻنهي کي ڏسي هڪ دلفريب مرڪ سندس چهن تي بجليءَ والگر ڦري وئي ۽ سنهس اکيون خوشيءَ جي لور سان چمڪي ويون.

اسان موڙ گذري چڪا هئاسون ۽ انهيءَ سان گڏ اها حسين دوشيزه بہ لظرن کان غائب ٿي چڪي هئي. انهيءَ وقت منهنجي دل چاهيو ٿي تہ مان ٻوڙ ٻائي ماضيءَ جي ڏند ليل يادن ۾ پهچي وڃان ۽ انهيءَ خوشيءَ ڀري گهڙيءَ کي مضبوطيءَ سان پنهنجي سيني سان لڳائي ڇڏيان. يڪدم مون کي خيال آيو تہ جيڪڏهن مون اها نادر گهڙي پڪڙي بہ ورتي، پوءِ بہ مان ان کي ابديت ڏئي نہ سگهنديس. ڇو تہ وقت جي تيز ڌارا کي ڪو بہ روڪي نٿو سگهي ۽ وري انسان ـــ ان جو مثال تہ ڪک جهڙو آهي، جو وقت جي تيز وهڪري ۾ ائين وهي ويندو آهي، جيئن تيز گهوڙي تي ڪو اهڙو سوار ويٺل هجي، جنهن جو هٿ نہ واڳ ۾ هجي ۽ نہ وري پير رڪاب ۾.

”ڪاش، ڪا اهڙي ايجاد هجي ها، جو اسان پنهنجي يادگيرين کي پنهنجي حافظي جي شيشي ۾ عطر وانگر محفوظ ڪري سگهون ها ۽ پوءِ يادگيريون هميشه هميشه لاءِ زنده رهن ها.“ غير ارادي طور اها ڳالهہ منهنجي زبان مان نڪري وئي.

هن جون نظرون رستي تي ڄميل هيون ۽ هٿ اسٽيئرنگ تي.

”محترم! توهان زندگيءَ جي ڪهڙي ياد کي پنهنجي حافظي جي شيشيءَ ۾ عطر وانگر محفوظ ڪرڻ چاهيو ٿيون؟“ مسٽر ڊي ونٽر پڇيو.

مان اهو اندازو لڳائڻ کان قاصر هيس تہ هن اهو سوال مون سان چٿر ڪرڻ لاءِ ڪيو آهي يا واقعي ڪجهہ معلوم ڪرڻ گهريائين ٿي. انهيءَ ڪري مون بنا ڪنهن سوچڻ سمجهڻ جي جواب ڏنو:

”مان چاهيان ٿي تہ زندگيءَ جي هنن حسين گهڙين کي پنهنجي ذهن ۾ هميشه جي لاءِ محفوظ ڪري ڇڏيان.“

”ڇا، توهان موسم جي تعريف ڪري رهيون آهيو يا مون کي سٺي ڊرائيونگ ڪرڻ تي خراج تحسين ادا ڪري رهيون آهيو؟“ هن ائين چيو ۽ سندس چپن تي هڪ پياري مُرڪ پکڙجي وئي، جا ڏسندي ئي ڏسندي هڪ وڏي ٽهڪ ۾ تبديل ٿي وئي.

ٻئي ڏينهن مسز وان هوپر ٻئي ڏينهن تي شام واري گاڏيءَ ۾ پئرس وڃڻ جو پروگرام بنايو. سندس ڌيءَ نيويارڪ وڃڻ لاءِ پئرس پهچي رهي هئي. انهيءَ ڪري هن مون کي يڪدم سفر جو سامان ٻڌڻ ۽ هوٽل جو حساب چڪتو ڪرڻ لاءِ ضروري هدايتون ڏنيون ۽ تاڪيد ڪيو تہ مان اڄ ئي هلڻ جون تياريون مڪمل ڪري ڇڏيان.

مان پنهنجي ڪمري ۾ اچي، پنهنجو سامان سوڙهو ڪرڻ لڳس. انهيءَ وچ ۾ مون کي ڪي رکي مسٽر ڊي ونٽر جو خيال اچي رهيو هو ۽ مان سوچي رهي هيس تہ جڏهن مان ان کي پنهنجي وڃڻ جو اطلاع ڏينديس تہ ان جو رد عمل ڇا ٿيندو. مان خيالي پلاءَ پچائڻ ۾

مشغول هئس تہ مون کي خيال آيو تہ جڏهن مان ان کي چوندس تہ اسان سيائي شام واري گاڏيء ۾ پئرس وڃي رهيا آهيون تہ سندس چپن تي دلفريب مُرڪ پکڙجي ويندي، جا ڏسندي ئي ڏسندي ان فقري ۾ سمائجي ويندي، ”تون خط ضرور لکجانءِ.“ ۽ مان مسٽر ڊي ونٽر جي احسان نوازيءَ جو شڪريو ادا ڪندي چوندس، ”مسٽر ڊي ونٽر، مان توهان جي دل جي گهراين سان شڪرگذار آهيان. توهان مونٽ ڪارلو ۾ رهڻ دوران مون سان ڏاڍو همدردانہ سلوڪ ڪيو. مون وٽ توهان جو شڪريو ادا ڪرڻ لاءِ موزون لفظ ئي نہ آهن.“ هو انهن شڪراداڻيءَ جي لفظن کي نظرانداز ڪندي پڇندو، ”توهان پنهنجي ائڊريس تہ ڏيندا وڃو.“ ۽ مان يڪدم جواب ڏيندس، ”توهان خاطري ڪيو، مان توهان کي پنهنجي ائڊريس موڪليندس“.

انهيءَ مختصر ملاقات کان پوءِ مسٽر ڊي ونٽر سگريٽ ڪڍي، چپن تي رکندو ۽ پوءِ ڪنهن ويٽر کي چوندو، ”ميان تو وٽ ماچيس جي تيلي آهي؟“ انهيءَ وقت مان سوچي رهي هوندس تہ موڪلائڻ ۾ باقي چار-پنج منٽ وڃي بچيا آهن ۽ انهيءَ کان پوءِ مان هن کي ڪڏهن بہ ڏسي نہ سگهندس، جيئن تہ مون کي وڃڻ جي تڪڙ هوندي، انهيءَ ڪري انهيءَ مختصر گفتگوءَ کان پوءِ مان کانئس موڪلائڻ جي اجازت گهرندس.

دروازي جي کڙڪڻ تي منهنجي خيالن جو سلسلو ٽٽي پيو، مون اٿي دروازو کوليو. ڏٺم تہ مسز وان هوپر در تي بيٺي آهي. هن مون کي ڏسندي ئي رڙ ڪئي، ”تون تہ هٿ تي هٿ رکي ويٺي آهين، جلدي ڪر.“

”معاف ڪجو مسز وان هوپر، مون کي دير ٿي ويئي، مان اجهو ٿي اچان“، مون جواب ڏنو.

ان جي وڃڻ کان پوءِ مان وري بہ خيالن جي سمنڊ ۾ ٻڏي ويس. مون کي خيال آيو تہ چند هفتن کان پوءِ هو بہ مانڊرلي هليو ويندو، اتي ميز تي ٽپال جو ڍير ٿي ويو هوندو، اتي منهنجا اهي خط بہ هوندا، جي مان ڪيس عرشہ جهاز تي ويهي ڏاڍي ذوق ۽ شوق سان لکندي هيس.

ٻئي ڏينهن مسز وان هوپر صبح جو سويل ئي ليرن ڪري منهنجي مٿان اچي نازل ٿي ۽ روانگيءَ جي انتظامن جي نگراني ڪرڻ لڳي. مون سڄو سامان ٻڌي ڇڏيو هو، باقي صرف هوٽل جو بل چڪتو ڪرڻ رهيل هو. مون سوچيو تہ هوٽل جو بل ادا ڪرڻ کان اڳ ۾ مسٽر ڊي ونٽر کي سندس ڪمري ۾ وڃي الوداع چئي اچان. مان پنهنجي ڪمري مان نڪري ۽ لفٽ جو انتظار ڪرڻ کان سواءِ ئي مٿي چڙهڻ لڳيس. هڪ هڪ ڏاڪو چڙهڻ بجاءِ ٽي ٽي ڏاڪا ٽپندي، ٽينءَ منزل تي وڃي پهتيس. مون کي سندس ڪمري جو نمبر ياد هو، انهيءَ ڪري مون وڃڻ شرط وڃي سندس در کڙڪايو. اندران آواز آيو، ”ڪير؟ اندر هليا اچو.“

مان دروازي کولي اندر داخل ٿيس. انهيءَ وقت مسٽر ڊي ونٽر دريءَ جي پرسان ويهي ڏاڙهي لاهي رهيو هو. مون کي ڏسندي ئي سندس وات مان نڪتو، "ڏيو خبر محترمه، ڪهڙي ڳالهه آهي؟"

"مان توهان کي الوداع ڪرڻ آئي آهيان. اسان اڄ صبح جو گاڏيءَ ۾ پئرس وڃي رهيا آهيون." مون مشڪل سان اهو جملو مڪمل ڪيو.

هن جلدي جلدي پنهنجي شيوَ بنائي ۽ يڪدم پنهنجا ڪپڙا پائي تيار ٿي ويو ۽ ٽيرس تي وڃي ويهي رهيو. منهنجي پريشاني وڌي رهي هئي، ڇو ته گاڏي ڇٽڻ ۾ باقي صرف ڏيڍ ڪلاڪ وڃي بچيو هو ۽ مون کي اجان ڪيئي ڪم ڪرڻا هئا.

هن ميز تان نيپڪن کڻي پنهنجي گوڏن تي وڇائيندي پڇيو، "توهان نيرن ۾ ڇا کائيندؤ؟"

"مان نيرن ڪري آئي آهيان ۽ وڌ ۾ وڌ مان چار- پنج منٽ توهان وٽ ويهي سگهان ٿي." مون جواب ڏنو.

هن ويٽر کي نيرن جو آرڊر ڏنو ۽ ان کان پوءِ منهنجي منهن تي پنهنجون نظرون ڄمائي ڇڏيائين ۽ چيائين، "انهيءَ جو مطلب اهو ٿيو ته مسز هوپر جي مونٽ ڪارلو مان دل ڀرجي وئي آهي ۽ هاڻي پنهنجي گهر وڃي رهي آهي. مان به وڃي رهيو آهيان. هوءَ نيويارڪ ويندي ۽ مان مانڊرلي ويندس. تون ڪيڏانهن وڃڻ چاهين ٿي، نيويارڪ يا مانڊرلي؟

"خدا جي واسطي مون تي چٿرون نه ڪريو. مون کي ڏاڍي تڪڙ آهي، توهان مون کي اجازت ڏيو." مون وراڻيو.

مان انهن ماڻهن مان نه آهيان، جي صبح جو سوير ئي مذاق شروع ڪن. مان جيڪي چئي رهيو آهيان، سو پوري سنجيدگيءَ سان چئي رهيو آهيان. مان پنهنجي پيشڪش وري به ورجايان ٿو. فيصلو ڪرڻ توهان جو ڪم آهي. ٻڌايو نيويارڪ ويندينءَ يا مون سان گڏ مانڊرلي؟ هن سوال ڪيو.

"ڇا مطلب آهي توهان جو؟ توهان کي سيڪريٽريءَ جي ضرورت آهي ڇا؟"

"جي نه، منهنجو مطلب آهي ته توهان مون سان شادي ڪريو."

ايتري ۾ ويٽر نيرن کڻي اچي ويو ۽ مان بت بڻجي ويهي رهيس.

* * *

شاديءَ کان پوءِ اٽلي ۽ ڏکڻ فرانس ۾ هني مون ملهائڻ کان پوءِ مئي جي شروع ۾ اسان مانڊرلي پهچي وياسون. جڏهن اسان لنڊن مان روانا ٿياسون ته انهيءَ وقت آسمان تي ڪڪر ڇانيل هئا ۽ سخت برسات پئجي رهي هئي. سڄي وات طرح طرح جي خيالن ۾ گم هئس. ڪنهري تشويش جو ڪارو ڪڪر منهنجي ذهن جي افق تي ڇانيل هو. خوف کان منهنجي

رڳ رڳ ڏڪي رهي هئي. مون کي ڊپ هو ته جيڪڏهن آسمان تي انهيءَ نموني ڪڪر ڇانيل رهيا ته اهو منهنجي لاءِ ايڪ فال نه ٿيندو. ميڪسم مون کي هر وقت يقين ڏياري رهيو هو ته جڏهن اسان ماندرلي پهچنداسون ته آسمان صاف هوندو. انهيءَ وقت منهنجي اميدن جا گل ٽڙي پيا، جڏهن مون ڏٺو ته ماندرلي جي پسگردائيءَ ۾ آسمان تي هڪ ڪڪري به نه هئي.

ماندرلي ۾ اسان جو استقبال ڪرڻ لاءِ سڀئي نوڪر چاڪر بيٺا هئا. ميڪسم سڀني ملازمن تي هڪ نگاهه وڌي ۽ ڌيل زبان سان چيائين، "لعنت آهي انهيءَ عورت تي!"

مان هڪدم چرڪ ڀري ويس ۽ حيرانيءَ سان پڇيم، "ڪير، ڪير؟"

"مسز ڊينور سڀني ملازمن کي اسان جي استقبال لاءِ گڏ ڪيو آهي. خير، ڪا ڳالهه نه آهي. مان پاڻ ان سان ڳالهائيندس."

موٽر ماندرلي جي عظيم الشان عمارت جي اڳيان اچي بيٺي. مون ڊڄندي ڊڄندي موٽرڪار جو دروازو کولڻ لاءِ هٿي کي پڪڙيو. بٽلر اڳتي وڌي دروازو کوليو، مون مرڪندي سندس سلام جو جواب ڏنو.

ميڪسم موٽر مان لهي پنهنجا دستانا لاهيندي چيو، "هي آهي ماندرلي فرٿ" ۽ يڪدم نوڪرن سان مخاطب ٿي چيائين، "ڏيو خبر، توهان ته سڀ خيريت سان آهيو نه؟"

جڏهن اسان پرشڪوه ماندرلي جون ڏاڪڻيون چڙهي ورانڊي ۾ داخل ٿياسون ته اتي هڪڙي سنهڙي پوڙهي عورت اڳتي وڌي اسان جو استقبال ڪيو ۽ پنهنجو هٿ مون ڏانهن وڌايائين. مون سندس هٿ ورتو. ميڪسم جو آواز آيو، "هيءَ مسز ڊينور آهي." ان سان ملڻ شرط مون کي ڌڏڪو اچي ويو. ڄڻ ته مون بجليءَ جي ڪليل تارن کي ڇهيو هجي. خوف کان منهنجي جسم ۾ ڏڪڻي پيدا ٿي وئي.

ماندرلي جي ساڄي حصي جا ڪمرا منهنجي رهائش لاءِ سينگاريا ويا هئا ۽ کٻي پاسي وارا سمورا ڪمرا جيئن جو تيئن بند هئا. انهن ڪمرن ۾ رابيڪا رهندي هئي. مون ڪڏهن به انهن ڪمرن طرف وڃڻ جي جرئت نه ڪئي، چو ته هڪ اڻ ڄاتل خوف هروقت منهنجي جسم تي سوار رهندو هو. مان ڊڄندي هئس ته جيڪڏهن مون انهن پابندين کي ٽوڙي انهن ڪمرن ۾ قدم رکيو ته رابيڪا جي المناڪ موت جو المناڪ پاڇو منهنجي روشن مستقبل تي اونداهي بڻجي ڇانئجي ويندو.

مان تصور ئي تصور ۾ رابيڪا جي جمال ۽ حسن جي تصوير بڻائيندي هئس ۽ پوءِ انهيءَ تصوير ۾ پنهنجي فهم ۽ ادراڪ مطابق رنگ ڀريندي هئس. ۽ انهيءَ ڪالپوءِ جڏهن انهيءَ تصوير کي ڏسندي هئس ته حيران ٿي ويندي هئس، چو ته مون کي رابيڪا پاڻ کان وڌيڪ حسين ۽ جميل ۽ نظر نواز نظر ايندي هئي ۽ مان احساس ڪمتريءَ جي بار هيٺيان دٻجي ڪنجهڻ لڳندي هئس.

هڪڙي ڏينهن ميڪسم جي پيڻ پيٽرس ملڻ آئي. ان جو اچڻ ايترو ته اوچتو ٿيو جو مان هڪدم ڊڄي ويس. ميڪسم جي غير حاضريءَ ۾ مهمانن سان ملڻ ۾ مان هميشه گهبرائيندي هئس. انهيءَ جو سبب به اها ساڳي احساس ڪمتري هو. جڏهن پيٽرس جي ڪار ماندرلي ۾ داخل ٿي، انهيءَ وقت مان پنهنجي شب خوابيءَ واري ڪمري ۾ ويٺي هئس. مان موٽر جو آواز ٻڌي گهبرائجي ويس ۽ سوچڻ لڳيس ته هن صورتحال مان ڪيئن جان ڇڏائي وڃي. رکي رکي اهو سوال منهنجي ذهن ۾ اڀري رهيو هو ته جيڪڏهن ميڪسم جي پيڻ مون کي شب خوابيءَ جي لباس ۾ ڏسي ورتو ته ڇا چوندي ۽ منهنجي متعلق ڪهڙي راءِ قائم ڪندي. موٽر جو اواز جيئن پوءِ تيئن قريب اچي رهيو هو. آخرڪار منهنجي ذهن ۾ اها ڳالهه آئي ته مان دري کولي ورانڊي مان ٿيندي، ٻئي ڪمري ۾ هلي وڃان. ايتري ۾ پيٽرس ملاقاتين واري ڪمري ۾ اچي ويندي ۽ پوءِ مان ڪپڙا بدلائي ان سان ملڻ وينديس. مون دري کولي ۽ ورانڊي مان ٿيندي هڪ ٻئي ڪمري ۾ هلي ويس ۽ ان جو در کولي ورانڊي ۾ آيس. مان ڊڄندي ڊڄندي اڳتي وڌي رهي هيس ته اوچتو ئي اوچتو هڪ نوڪرياڻي سامهون ايندي نظر آئي. مون انهيءَ خادمه کي اڳي ڪڏهن به نه ڏٺو هو. مون ان جي نظرن کان بچڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي، پر ان جي حيرت انگيز نگاهن مون کي ڏسي ورتو. مون يڪدم "صبح بخير" چيو ۽ ان کان بچڻ لاءِ ڏاڪڻ طرف وڌيس. ان به حيرت ۽ عجب مان جواب ڏنو "صبح بخير بيگم!".

منهنجو خيال هو ته مان ڏاڪڻ مان ٿيندي، پنهنجي ڊرائنگ روم ۾ وڃي پهچنديس، پر ڏاڪڻ تان لهڻ کان پوءِ هڪ ٻيو ورانڊو نظر آيو. اهو ورانڊو مون اڳ ۾ ڪڏهن به نه ڏٺو هو. اونده سبب مان پوريءَ طرح انهيءَ ورانڊي جو جائزو وٺي نه سگهيس. سامهون مون کي هڪڙي ٻي ڏاڪڻ نظر آئي، مان انهيءَ طرف وڃڻ بجاءِ ساڄي طرف مڙي ويس. هر طرف خاموشي هئي ۽ اونداهي ڇانيل هئي.

هينئر منهنجي اڳيان هڪڙو ڪمرو هو. مون ڪمري جو دروازو کوليو. سڄو ڪمرو اونداهو هو. جڏهن اونده ۾ منهنجون اکيون ڏسڻ لڳيون ته مون کي ڪمري جي وچ ۾ پيل فرنيچر نظر آيو، انهيءَ تي اڇي چادر پيل هئي. خوف کان منهنجون ٽنگون ڏڪي رهيون هيون ۽ دل سيني ۾ تيزيءَ سان ڌڙڪي رهي هئي. مون يڪدم دروازو بند ڪيو. انهيءَ ڪمري سان گڏ ڪيترائي ٻيا به ڪمرا هئا، جي سڀئي بند هئا. مون کي سامهون هڪڙو محراب نظر آيو، جنهن ۾ هڪڙي وڏي دري هئي. مون دري کولي ٻاهر جهاتي پائي ڏٺو. هيٺ هڪڙو پُرفضا باغ هو، جو سمنڊ جي ڪناري تائين پکڙيل هو. منهنجي وهم ۽ گمان ۾ به اها ڳالهه نه هئي ته سمنڊ ماندرلي کي ايترو ويجهو آهي. سمنڊ جون لهرون نانگن والگر جهومنديون، موڙا ڏينديون ۽ ٺوڪون ڏينديون، ساحل طرف وڌي رهيون هيون ۽ ڪناري سان

ٽڪرائجي شور ۽ حشر مچائي واپس موٽي وڃي رهيون هيون. اهو نظارو ايڏو ته اثر انگيز هو جو دل نٿي چاهيو ته هڪ گهڙي به اهو نظارو منهنجي جلون جي پرستار نگاهن کان اوجهل ٿئي. مان الهيءَ خوف کان، ته ڪو ڏسي نه وٺي، گهڻو وقت اتي بيهي نه سگهيس ۽ پوءِ وري ڏاڪڻ طرف وڌيس. منهنجو هٿ ڏاڪڻ جي جنگلي تي هو ۽ مان لهڻ لاءِ پير کڻي ئي رهي هيس ته پٺيان دروازي کلڻ جو آواز آيو. مون ڊڄي پوئتي نهاريو. مسز ڊينور دروازي وٽ بيٺي هئي. هڪ ڪن پل لاءِ اسان هڪٻئي کي ڏسنديون رهيون سين. اسان جي وات مان ڪا به ڳالهه نه نڪتي. مون کي انهيءَ پوڙهي عورت جي بي ڪيف اکين ۾ نفرت ۽ حقارت جا شعلا ڀڙڪندي نظر آيا، مان هيسجي ويس. منهنجي حالت الهيءَ وقت اهڙي ڏوهاريءَ جهڙي هئي، جنهن ڪو تمام وڏو گناهه ڪيو هجي ۽ موقعي واردات تي پڪڙجي پيو هجي.

”مون کان رستو گم ٿي ويو هو.“ مون ندامت کي لڪائيندي چيو.

”توهان محل جي ٻئي طرف اچي پهتيون آهيو.“ مسز ڊينور جواب ڏنو.

”ها مون کي پنهنجي غلطيءَ جو احساس آهي.“

”توهان ڪنهن ٻئي ڪمري ۾ به اندر ويون آهيو؟“ هن سوال ڪيو.

”نه، نه. بلڪل نه. مون صرف دروازو کوليو هو، اندر ڪا نه ويس. اندر ته بلڪل اونده هئي. اتي ته ڪجهه به ڏسڻ ۾ نٿي آيو.“ مون گهبرائجي جواب ڏنو.

”جيڪڏهن توهان ڪنهن به ڪمري کي ڏسڻ چاهيو ٿيون ته مون کي حڪم ڪريو، سيئي ڪمرا سجايل ۽ سينگاريل آهن ۽ قابلِ استعمال آهن.“ مسز ڊينور معنيٰ خيز نظرن سان مون ڏانهن ڏسندي چيو.

”نه، نه، اهڙي ڪا به ڳالهه نه آهي.“

”توهان صاف صاف ڇو نٿيون چئو ته توهان انهن ڪمرن کي ڏسڻ چاهيو ٿيون، جن ۾ رابيڪا رهي ٿي.“ مسز ڊينور ڀرپور اعتماد سان چيو.

* * *

واقعي مسز ڊينور جي ڳالهه درست هئي. رکي رکي منهنجي دل ۾ انهن ڪمرن کي ڏسڻ جو خيال ايندو هو، جن ۾ رابيڪا رهندي هئي. مان ڊڄندي هيس ته صرف انهيءَ ڳالهه کان ته مون کي ڪو رابيڪا جي ڪمري ۾ ڏسي نه وٺي. مون ڪيترائي دفعا لڪي ڇپي انهن ڪمرن کي ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هر دفعي ڪنهن نه ڪنهن سبب ڪري مان پنهنجي انهيءَ خيال تي عمل ڪري نه سگهيس. هڪڙي ڏينهن مون کي موقعو ملي ويو.

مان جلدي جلدي وڏيون وکون ڀريندي انهيءَ ورانڊي ۾ پهچي ويس، جتي هڪ دفعو اڳ ۾ مسز ڊينور سان منهن مقابل ٿي هيس. ورانڊي ۾ مڪمل خاموشي هئي. مون

يڪدم اندازو لڳايو تہ انهيءَ ڏينهن مسز ڊينور هڪڙي دروازي مان اوچتو لڪتي هئي. انهيءَ دروازي جي اندازي سان مان انهيءَ ڪمري جي دروازي تي پهچي ويس جو رابڪا جو خاص الخاص ڪمرو هو. منهنجو خيال هو تہ دروازي جو ڪلف ڏنل هوندو. پر جيئن ئي مون دروازي جي هٿي کي هٿ لڳايو تہ اهو ازخود کلي پيو. ڪمري ۾ اونده هئي، مون پٽ تي بجليءَ جو بٽڻ ڳوليو. روشنيءَ سڄي ڪمري کي روشن ڪري ڇڏيو. مان لنڊڙي ڪمري ۾ بيٺي هئس جيڪو شايد ڊريسنگ روم هو. ڪمري جي پٺين سان وڏا وڏا آبنوسي ڪٻٽ رکيل هئا. انهيءَ ڪمري جو هڪڙو دروازو وڏي ڪمري ۾ کليو ٿي. مون انهيءَ ڪمري ۾ داخل ٿي بتي ٻاري ۽ اهو ڏسي حيران ٿي ويس تہ سڄو ڪمرو ڏاڍي نفاست سان سينگاريل هو. منهنجو خيال هو تہ جڏهن مان ڪمري ۾ داخل ٿينديس تہ سيني شين تي اڇي چادر پيل هوندي. ۽ انهيءَ چادر تي مٽيءَ جا ٿلها تهہ چڙهيل هوندا، ليڪن خلاف توقع اهو ڪمرو تہ شيشي والگر صاف، سٺو ۽ چمڪي رهيو هو.

سڀ شيون اهڙي سليقي ۽ نفاست سان سجايل هيون جو ڏسڻ سان اهو اندازو ئي نٿي لڳايو ويو تہ هي ڪمرو ڪو ورهين کان وٺي خالي ۽ غير آباد آهي. پر ڏسڻ واري کي ائين محسوس ٿيو ٿي تہ هتي جو رهواسي اڄان هينئر هتان اٿي ٻاهر ويو آهي. مون کي ائين محسوس ٿيو تہ منهنجو دماغ جواب ڏئي چڪو آهي ۽ عالم خواب ۾ اڏامندي ماضيءَ جي انهن ڏينهن لڪن ۾ وڃي پهتي آهيان جتي حال جي آئيني ۾ ماضيءَ جي تصوير صاف نظر اچي رهي آهي. مون محسوس ڪيو تہ ڏسندي ئي ڏسندي رابڪا خوشين جي هزارن جلون ۾ لخرا ڪندي اچي پهچندي ۽ پنهنجي ڊريسنگ ٽيبل جي سامهون قدآور آئينہ جي سامهون ويهي پنهنجي سونهري وارن ۾ ڦڻي ڏيڻ شروع ڪندي. مان دروازي ۾ بيهي سندس دلفريب عڪس آئيني ۾ ڏسي سگهنديس. ۽ هوءَ بہ مون کي اک ٽيٽ سان تصوير حيرت بڻجي ڏسي وٺندي. پر ائين نہ ٿيو. مان ڪافي دير تائين پنهنجي خيالن جي سونجهارن ۾ گم هيس تہ اوچتو ئي اوچتو پٽ تي لڳل گهڙيال جي ٽڪ ٽڪ منهنجي احساس کي ڌونڌاڙي بيدار ڪيو. مون پنهنجي واچ ۾ ڏٺو ۽ پوءِ گهڙيال تي نظر وڌي. واقعي گهڙيال هلي رهيو هو.

مان آهستي آهستي ڪمري جي وچ ۾ پهچي ويس. اوچتو منهنجي دل ۾ خيال پيدا ٿيو تہ ڪمري ۾ ڪو بہ ساهہ وارو آباد نہ آهي. هتي ڪو بہ رهي نٿو ۽ نہ وري هتي ڪو اچي رهندو. اهي ڳالهيون سڀ خواب خيال ٿي ويون جڏهن رابيڪا هتي رهندي هئي. تازن گلن جا ڍير هن ڪمري ۾ ڇو نہ رکيا وڃن. هو پنهنجي خوشبوءِ سان ڪمري جي انهيءَ بوءِ کي اٽان ڪيڏي لٿا سگهن، جا ورهين کان بند رهڻ سبب انهي ڪمري جي فضا تي پنهنجو تسلط جمائي چڪي آهي. هن ڪمري جون دريون بند آهن ۽ ريشمي پردا ڪريل آهن. هاڻي رابيڪا تہ پلجي بہ هن ڪمري ۾ قدم رکي نہ سگهندي. مسز ڊينور صاف سٺيون اطلس ۽ ڪمخواب جون چادرون هر روز بدلائي ڇو نہ وڃائي. هوءَ رابيڪا کي ڪڏهن بہ واپس

آئي نہ سگھندي. رابيڪا مري چڪي آهي، ان کي مئي ٻہ سال گذري چڪا آهن، هوءَ قبر جي ميٽيءَ ۾ ملي ميٽي ٿي وئي آهي. هاڻي ان کي ڪابہ طاقت، ڪابہ ڪوشش جامئہ حيات ۾ واپس آڻي نٿي سگھي.

ڪمري ۾ ٻيٺي سمنڊ جو شور صاف ٻڌڻ ۾ اچي رهيو هو. مان دريءَ طرف وڌيس ۽ دري کولي مون پردو کڻي ڇڏيو. قدرتي روشنيءَ مصنوعي روشنيءَ کي جهڪو ڪري ڇڏيو. هاڻي هرطرف حقيقت ئي حقيقت هئي.

ڪرسيءَ تي ڊريسنگ گائون پيو هو. مون ان کي کڻي ڏٺو. پرسان فرش تي سليپر پيا هئا، مون انهن کي هٿ ۾ کنيو. آهستي آهستي خوف منهنجي دل ۽ دماغ تي قبضو ڪري رهيو هو. مون بستري تي پيل ريشمي رضائيءَ کي هٿ لائي ڏٺو، منهنجا هٿ غيرارادي طور ڏاڍي سان پريل رابيڪا جي لالي جي پهرين حرف تي وجي رڪجي ويا.

مان گهڻو وقت اتي ترسي نہ سگهيس ۽ نيڊي ڪمري ڏانهن موٽيس. ڪٻٽن ۾ ڪيترن ئي قسمن جا ڪپڙا سليقي سان ٽنگيل هئا. مون هڪڙو ڪٻٽ کوليو. تيز خوشبوءِ جي لهر مون ڏانهن ڊوڙي آئي. مون يڪدم دروازو کڻي بند ڪيو ۽ وري سمهڻ واري ڪمري ۾ لنگهي ويس.

مون کي پنهنجي پٺيان ڪنهن جي قدمن جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو، ائين جيئن ڪو غيبي روح آهستي آهستي منهنجو پيڇو ڪري رهيو هجي. مون پوئتي نهاريو. مسز ڊينور دروازي ۾ بيٺي هئي. سندس چهري تي عجيب تاثر هو. گهنجن واري منهن جي هر شڪن سان اطمينان جهاتيون پائي رهيو هو. فاتحانہ مسرت سندس خشڪ چپن تي پکڙيل هئي ۽ سندس مُنهن رڙيون ڪري چئي رهيو هو، ”ڪيئن بيگم! آخر پڪڙجي پئينءَ نہ، تون تہ چوين پئي تہ مان انهن ڪمرن کي بلڪل ڏسڻ نٿي چاهيان ۽ اڄ هتي ڇا پئي ڪرين تون؟“ مان مٿي کان پيرن تائين ڏڪي ويس.

”ڏيو خبر محترمہ، ڪا شيءِ پسند آئي توهان کي؟“ هن طنزيہ مرڪندي چيو.

مون کي ائين محسوس ٿيو جيئن ننڍڙيون ننڍڙيون چڻنگون منهنجي سڄي جسم ۾ سُئين وانگر چڀڻ لڳيون آهن. مون ڳالهائڻ لاءِ پنهنجي زبان کولي، پر آواز گلي ۾ ڦاسي پيو.

”توهان جي طبعيت ناساز آهي ڇا؟“ هن منهنجي بلڪل ويجهو اچي منهنجي دماغ تي هڪ ٻي اذيت لڳائي. منهنجو تہ روح بہ ڏڪي ويو. مان هيسجي پوئتي هٽي ويس. مون کي يقين آهي تہ جيڪڏهن هوءَ ٿورو بہ ويجهو اچي ها تہ مان ٿابڙجي ڪري پوان ها!

”مان، مان، بلڪل ٺيڪ آهيان، مسز ڊينور! درحقيقت مان باغ ۾ ٻيهي، باغ جو نظارو ڪري رهي هئس تہ اوچتو ئي اوچتو منهنجي نظر هن دريءَ تي وڃي پئي، جا کليل هئي. مان هن دريءَ کي بند ڪرڻ لاءِ هيڏانهن آيس.“ مون ڳالهہ کي ٺاهيندي چيو.

”مان بند ڪيان ٿي اها دري.“ هن جواب ڏنو ۽ منهنجي جواب جو انتظار ڪرڻ کان سواءِ ئي دري بند ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌي. دري بند ڪرڻ کان پوءِ هو منهنجي سامهون

اچي بيهي رهي ــ "توهان اهو ڪوڙ چو ڳالهايو ته دري ڪليل هئي." هن نهايت اعتماد سان چيو، "مان ته دري پاڻ بند ڪري وئي هئس. دري ڪليل نه هئي، پر دريءَ کي توهان کوليو آهي، ڪيئن، ائين آهي نه! توهان کي ڪمري ڏسڻ جو شوق هو ته توهان پاڻ تڪليف چو ڪئي، هن ناچيز بنديءَ کي چئو ها، مان توهان کي اکين سان ڏيکاريان ها." سندس زهر ۾ ٻڏل تير منهنجي دل مان پار ٿي رهيا هئا. مان شرم کان ٻڏي رهي هيس. دل چاهيو ٿي ته وني ڊوڙ پايان، ليڪن پيرن دل جو حڪم مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. مان سندس اکين ۾ اکيون وجهي ڪيس گهوريندي رهيس.

"هينئر توهان اچي ويون آهيو ته اچو ته مان توهان کي سيئي شيون ڏيکاريان ته جيئن توهان جي اکين جي شوق کي ڪجهه تسڪين ملي." سندس آواز ۾ نفرت ۽ حقارت جي تلخي هئي.

هن اڳتي وڌي مون کي ٻانهن کان ورتو. سندس ٿڌيون آڱريون نشتر وانگر منهنجي جسم ۾ لنگهي پيون. هوءَ مون کي رابيڪا جي بستري جي پرسان وٺي وئي.

"هيءُ رابيڪا جو بسترو آهي، جتي هوءَ آرام ڪندي هئي. ڪيڏو نه سهڻو آهي هيءُ بسترو! ڪيڏي نه نرم ۽ گداز آهي هيءَ ريشمي رضائي! هن بستري تي سدائين هيءَ ريشمي چادر وڇايل هوندي هئي. هيءَ ان کي ڏاڍي پسند هئي. سندس رات واري پوشاڪ ڪبٽ ۾ پئي آهي. توهان ان کي هينئر پنهنجا هٿ لائي رهيون هيون. اهو ئي آهو لباس آهي، جيڪو مرڻ کان اڳ ۾ هن کي پهريل هو. تورو هن کي هٿ ۾ وٺي ڏسو، ڪيڏو نه سنهو ۽ ملائم آهي. هن جو ڪپڙو، جيئن ڪنهن شاعر جي حسين تصور جي نرم ۽ نازڪ تارن سان ان کي اُڻيو ويو آهي." هن، ڪبٽ مان ڪپڙا ڪڍي منهنجي اڳيان رکيا. "هي انهيءَ حالت ۾ پيا آهن، جيئن هوءَ انهن کي لاهي رکي وئي هئي." انهيءَ کان پوءِ هن انهن ڪپڙن کي ويڙهي ڪبٽ ۾ رکيو ۽ ڏاڍي اطمينان سان چيو، "مان سندس ڏاڍي خدمت چاڪري ڪندي هيس. ڪيتريون ئي نوڪريائيون آيون ۽ ويون، پر هڪڙي به سندس معيار مطابق نه هئي، پر مون سان ڏاڍو خوش هئي ۽ اڪثر چوندي هئي، 'ڊيني، تون ڏاڍي خدمت گذار آهين، توکان سواءِ مون کي ٻي ڪابه نوڪريائي پسند نه آئي'. هي ڏسو هن جو ڊريسنگ گائون، هوءَ ڏاڍي قداور هئي. قدوقامت ۾ توهان کان به ڊگهي هئي. ڏسو نه هيءُ گائون ڪيڏو ڊگهو آهي، هيءُ توهان کي ته مُرن تائين ايندو. هوءَ سراپا ناز ۽ حسن و جمال ۾ پنهنجو مَٽ پاڻ هئي. هي سندس سليپر آهن. سندس پير ننڍا ۽ ڏاڍا سهڻا هئا. تورو هنن سليپرن ۾ پنهنجا هٿ وجهي ڏسو، ڪيڏا نه ننڍا ۽ تنگ آهن، آهن نه؟"

"توهان ڊريسنگ ٽيبل تي برش به ڏٺا هوندا؟" هوءَ مون کي هٿ کان جهلي، ڇڪيندي ڊريسنگ ٽيبل وٽ وٺي وئي ۽ چيائين، "هي برش ائين ئي پيا آهن، جيئن هن ڪم

آڻڻ کان پوءِ رکيا هئا ۽ اڄ تائين انهن کي کنهن به هٿ نه لاتو آهي. مان روزانو شام جو سندس وارن کي برش هڻندي هيس. جڏهن سندس شادي ٿي هئي ته سندس وار چيلهه تي پوندا هئا. مسٽر ڊي ونٽر به سندس وارن کي برش هڻندو هو. هڪڙي ڏينهن شام جو ڪمري ۾ آيس ته ڪيس قميص جون ٻانهون ڪُنجي ان کي برش ڪندي ڏٺم. هوءِ مرڪي مسٽر ونٽر کي هدايتون ڏئي رهي هئي: 'ٿورو ڏاڍيان ميڪس، ٿورو ڏاڍيان'. ۽ مسٽر ڊي ونٽر سعادتمند خاوند وانگر ائين ئي ڪندو رهيو هو."

هوءَ خاموش ٿي ويئي ۽ ٿوري دير کان پوءِ چيائين، "جڏهن هن پنهنجي وارن کي لنڊو ڪرايو ته هرهڪ ان کي ناپسند ڪيو، پر هوءَ ڪنهن جي به پرواهه نه ڪندي هئي ۽ چوندي هئي: 'مون کي ٻين جي ڪهڙي پرواهه، سوال ته منهنجي پسند جو آهي. لنڊن وارن سان گهوڙي سواري ۽ ٻيڙي هلائڻ جو لطف هوندو آهي.' سندس گهوڙي تي سوار هڪ تصوير هڪ مصور بنائي هئي. ڏاڍو مشهور مصور هو. اها تصوير هال ۾ لڳل آهي، توهان به ڏٺي هوندي؟"

"نه، نه، مون کان نه ڏٺي آهي." مون ڪنڌ ڌوڻي انڪار ڪيو.

"جيتوڻيڪ اها تصوير سال جي بهترين تصوير قرار ڏني وئي، پر انهيءَ هوندي به مسٽر ڊي ونٽر کي پسند نه آئي. هو چوندو هو ته مصور سندس حسن ۽ جمال کي پنهنجي زور قلم سان ڪينوس تي منتقل ڪرڻ ۾ انصاف کان ڪم نه ورتو آهي — جڏهن هن سمنڊ ۾ ٽپ ڏئي پنهنجي جان جي بازي لڳائي ته — پٿريلي بي رحم ٽڪرين سندس حسين ۽ گداز جسم کي پوتيون پوتيون ڪري ڇڏيو، سندس شڪل ائين ته چچرجي وئي هئي، جو سڃاڻڻ ئي مشڪل هو. ٻئي ٻانهون غائب هيون، پر ڊي ونٽر ان کي سڃاڻي ورتو هو."

مسز ڊينور خاموش ٿي وئي. سندس نظرون بدستور تيرن وانگر منهنجي جسم ۾ کتل هيون، جنهن جي چبڻ سان منهنجو روح تڙپي ويو.

"انهيءَ حادثي جي سچي ذميداري مون تي آهي. مان انهيءَ شام ڪرٽ وئي هيس. گهڻي رات گذرڻ تائين مان اتي رهيس، ڇو ته مون کي خبر هئي ته مسز ڊي ونٽر لنڊن ويل آهي ۽ رات موٽي نه ايندي. جڏهن ساڍي نوين بجي مان واپس آيس ته مون کي خبر پئي ته هوءَ ستين بجي لنڊن مان موٽي آئي هئي. هن اڪيليءَ ڊنر کاڌي ڇو ته مسٽر ڊي ونٽر، فرينڪ وٽ ماني لاءِ ويل هو. ڊنر کان پوءِ هوءَ سمنڊ جي ڪناري سير و تفريح لاءِ هلي وئي. مون کي بيحد فڪر هو، ڇو ته جهڪ لڳڻ شروع ٿي وئي هئي. جيڪڏهن مان گهر ۾ هجان ها ته پوءِ هوءَ ڪڏهن به نه وڃي ها. هوءَ هميشه منهنجي نصيحت تي عمل ڪندي هئي."

ان جي سخت گرفت کان منهنجي ٻانهن سڪي پئي ۽ منهنجو جسم ٿڙڪي رهيو هو.

"مسٽر ڊي ونٽر ڪيڏيءَ مهل موٽي آيو، انهيءَ جي مون کي خبر نه آهي. منهنجو خيال آهي ته ٻارهين بجي جو وقت هوندو ته جهڪ تمام تيز ٿي وئي. هوءَ اڄان تائين

واپس نہ موٽي هئي. مان ڏاڍي پريشان هئس، انهيءَ پريشانيءَ جي عالم ۾ مان هيٺ ويس، ڪمري ۾ روشني هئي. مون ڊريسنگ روم جي دروازي کي ڪڙڪايو، مسٽر ڊي ونٽر يڪدم جواب ڏنو، ’ڪير آهي؟‘ مون پنهنجي پريشانيءَ جو ذڪر ڪيو ته هن چيو، ’مسز ڊي ونٽر اڃان واپس نہ آئي آهي!‘ ۽ ٿوري دير ۾ ڊريسنگ گائون پائي، دروازي کان ٻاهر آيو ۽ چيائين، ’شايد هوءَ رات ڪاٽيج ۾ گذاريندي، تون وڃ، وڃي آرام ڪر.‘ مسٽر ڊي ونٽر ٿڪل ٿڪل نظر اچي رهيو هو ۽ مون وڌيڪ ان کي پريشان ڪرڻ مناسب نہ سمجهيو. هوءَ اڪثر ڪري ڪاٽيج ۾ رات گذارڻ ويندي هئي ۽ ڪيترا ئي ڏينهن اتي گذاريندي هئي."

مان انهي ڪهاڻيءَ مان تنگ ٿي پئي هيس ۽ چاهيم ته اها ڪٿا بند ڪري، پر هوءَ دنيا ومافيها کان بي خبر، پنهنجي ڳالهه جاري رکندي آئي. جيئن هن سڄو داستانِ حيات يڪساهي ٻڌائڻ جو عزم ڪري ڇڏيو هو.

"مسٽر ڊي ونٽر هاڻي رابيڪا جي هنن ڪمرن کي ڪڏهن بہ استعمال نہ ڪندو آهي، شايد انهيءَ لاءِ تہ گذريل ۽ وسريل زماني جون حسين يادگيريون سندس دل ۾ آڏما نہ ڪائن ۽ ستل ارمان وري نہ سجاڳ ٿي پون. توهان کي سمنڊ جو آواز تہ ٻڌڻ ۾ ايندو هوندو؟"

جيتوڻيڪ دريون بند هيون، تنهن هوندي بہ سمنڊ جو آواز صاف ٻڌڻ ۾ پئي آيو. ائين معلوم ٿي رهيو هو تہ سمنڊ جون ڪاوڙيل لهرون زور سان شور مچائي، ڪناري سان ٽڪرجي رهيون هيون.

مون پنهنجو هٿ ڇڏائڻ خاطر زور لڳايو، پر هن پنهنجي گرفت وڌيڪ مضبوط ڪئي ۽ سرگوشيءَ جي عالم ۾ چيائين، "مان اڪثر ڪري محسوس ڪندي آهيان تہ هوءَ وراندي ۾ منهنجي پٺيان پاڇي وانگر اچي رهي آهي. ڪڏهن ڪڏهن مون کي ائين محسوس ٿيندو آهي تہ جيئن هوءَ دريءَ ۾ نيوڙي سمنڊ جي گوڙيلي چاڙهہ مان لطف اندوز ٿي رهي آهي. ڇا انسان مرڻ کان پوءِ وري هن دنيا ۾ ايندو آهي؟"

"مون کي ڪابہ خبر نہ آهي، مون کي ڪجهہ بہ خبر نہ آهي." مون رڙ ڪندي جواب ڏنو. منهنجي آواز ۾ احتجاج هو. انهيءَ جي خلاف مون کي پنهنجو آواز پنهنجو نہ لڳو.

"ڪڏهن مان سوچيندي آهيان تہ شايد رابيڪا ماندرلي ۾ آئي هوندي ۽ توهان کي ڊي ونٽر سان گفتگوءَ ۾ محو ڏسي تڙپي ويندي هوندي. ٻڌو ٿيون نہ توهان؟ تڙپي ويندي هوندي جامہ حيات ۾ اچڻ لاءِ."

اسان ٻئي دروازي ۾ بيهي هڪ ٻئي جي اکين ۾ اکيون وجهي نهاري رهيون هيونسين. هن جي اکين ۾ وحشتناڪ بربادي هئي. انهيءَ کان پوءِ هن دروازو کوليو ۽ مون کي ٻاهر وڃڻ لاءِ رستو ڏنو. مان جڏهن ٻاهر نڪتيس تہ سخت پريشان هيس. منهنجي اکين ۾ ڳوڙها هئا ۽ سڄو بدن خوف ۽ دهشت کان ڏڪي رهيو هو. مان بنان ڪنهن سوچڻ سمجهڻ جي وٺي ڀڳيس ۽ پنهنجي ڪمري ۾ بستري تي وڃي ڪريس ۽ خوف کان روئڻ لڳيس.

* * *

وقت گذرندو ويو. هڪڙي ڏينهن تمام گهڻا مهمان ملڻ لاءِ آيا. مان اهڙي موقعي تي اڪثر اها ڪوشش ڪندي هئس ته مهمان نوازيءَ ۾ ڪا ڪوتاهي نه رهجي وڃي ۽ انهن کي اهو احساس پيدا نه ٿئي ته مان رابيڪا جهڙي مهمان نواز نه آهيان. انهن مهمانن ۾ بشپ جي زال به هئي. هن ڳالهين ۾ گذريل زماني جو ذڪر ڇيڙي وڌو ۽ پوءِ انهيءَ ڳالهه تي آئي ته هڪ فينسي ڊريس پارٽي ٿيڻ گهرجي. مالڊرلي جي انهن روايتن کي زنده رکندي، جن جي ڪري مانڊرلي شهرت حاصل ڪري چڪو آهي، سڀني انهيءَ تجويز کي پسند ڪيو.

فينسي ڊريس پارٽيءَ جون تياريون زور شور سان شروع ٿي ويون. هرهڪ اهو معلوم ڪرڻ جي فڪر ۾ هو ته انهيءَ موقعي تي مان ڪهڙي قسم جو لباس پائيندس، پر مان پنهنجي لباس جي باري ۾ ڪامل رازداريءَ کان ڪم وٺڻ ٿي چاهيو ته جيئن پنهنجي انتخاب ۾ سڀني مهمانن کي حيرت ۾ وجهي سگهان ۽ داد حاصل ڪريان."

هڪڙي ڏينهن ڊي ونٽر ۽ سندس پيڻ پيٽرس سان چانهه تي لباس جو ذڪر اچي ويو. پيٽرس نهايت تجسس آميز لهجي ۾ پڇيو، "توهان انهيءَ ڏينهن ڪنهن جو لباس پهريندئون؟"

مان اڃان جواب ڏيڻ لاءِ سوچي ئي رهي هيس ته يڪدم مسٽر ڊي ونٽر چيو، "هيءَ ته مون کي ئي ٻڌائڻ لاءِ تيار نه آهي، سو توکي ڪيئن ٻڌائيندي. پارٽيءَ ۾ ڏينهن ئي ڪيترا وڃي رهيا آهن. انهيءَ ڏينهن توهان کي پاڻهي خبر پئجي ويندي ته سندس انتخاب ڪهڙو آهي؟"

رات مان ڊنر جي لاءِ ڪپڙا بدلائي رهي هيس ته اوچتو در کڙڪيو. منهنجو خيال هو ته پيٽرس آئي آهي، انهيءَ ڪري مون بنا پڇڻ جي ته ڪير آهي، آواز ڏنو— "اندر اچ." دروازو کليو ۽ مان اهو ڏسي وائڙي ٿي ويس ته دروازي ۾ مسز ڊينور بيٺي آهي. سندس هٿ ۾ ڪاغذ جو ٽڪرو هو. هن مون کي ڏسڻ سان چيو:

"معاف ڪجو، مون توهان کي خواه مخواه تڪليف ڏني، پر مان اهو فيصلو ڪري نه سگهيس ته واقعي توهان ڪاغذ جي هن ٽڪري کي بيڪار سمجهي اڇلڻ چاهيو ٿيون. شام جي وقت رديءَ جون سموريون ٽوڪريون مون وٽ ڪٺي ايندا آهن ته جيئن مان تسلي ڪريان ته ڪو قيمتي ڪاغذ ته رديءَ جي ٽوڪريءَ جي نذر ته نه ٿي ويو. رابرٽ مون کي ٻڌايو ته هي ڪاغذ لئبرري ۾ رديءَ جي ٽوڪريءَ ۾ پيو هو."

هن ڪاغذ جو ٽڪرو مونڏانهن وڌايو. ڪاغذ تي پينسل سان ڍڪيل هڪ تصوير هئي، جا صبح جو لئبريري ۾ ويهي مون ٺاهي هئي.

"نه، مسز ڊينور—" ٿوري دير کان پوءِ مون چيو، "هي ڪاغذ ڪم جو نه آهي، هن کي اڇلي ڇڏ. مون کي انهيءَ جي ضرورت نه آهي."

"ٺيڪ آهي." هن چيو، "مون صرف پنهنجي تسليءَ خاطر توهان کان پڇيو آهي."

"ڪا ڳالهه نه آهي." مون جواب ڏنو. منهنجو خيال هو ته هوءَ انهيءَ مختصر گفتگوءَ کان پوءِ ازخود هلي ويندي، پر هوءَ ساڳئي نموني دروازي ۾ بيهي مون کي گهوريندي رهي.

”توهان شايد هن وقت تائين پنهنجي لباس جي باري ۾ فيصلو نہ ڪيو آهي.“ مسز ڊينور چيو. سندس آواز ۾ اعتماد هو.

”نہ، مون اڃان ڪوبہ فيصلو نہ ڪيو آهي.“ مون جواب ڏنو.

”توهان هن تصوير جو هوبهو نقل ڇو نٿيون ڪريو، جيڪا گيلريءَ ۾ لڳل آهي.“ هن پوري اعتماد سان چيو.

مون پنهنجي نئشن کي ڪٽڻ شروع ڪيو. ڇو تہ انهيءَ ڪان سواءِ مان پيو ڪري بہ ڇا ٿي سگهيس. مون تہ پاڻ کي مصروف رکڻ ٿي چاهيو تہ غير ارادي طور تي بہ منهنجون نگاهون سندس نگاهن سان نہ ملي وڃن.

”ها، مان سوچيندي يس.“ مون جواب ڏنو ۽ دل ئي دل ۾ سوچڻ لڳيس تہ اهو خيال مون کي ڇو نہ آيو، اهو منهنجي مشڪل جو صاف ۽ واضح حل هو، پر مون اهو نٿي چاهيو تہ ان کي اهو احساس ٿئي تہ مون سندس مشڪل حل ڪئي آهي.

”جيڪڏهن مان توهان جي جاءِ تي هجان ها تہ مان تہ انهيءَ ڇوڪريءَ جي لباس مطابق سفيد لباس نهرايان ها. توهان کي جيڪو وڻي، اهو فيصلو ڪريو.“ هن ائين چيو ۽ نهايت خاموشيءَ سان دروازو بند ڪري هلي وئي.

*　　*　　*

مَس مَس فينسي ڊريس پارٽيءَ جو ڏينهن آيو. اڃان مهمانن جي اچڻ ۾ ٿوري دير هئي. مون پنهنجو لباس ڪڍيو ۽ ڏاڍي احتياط سان تياري شروع ڪير. ڪليرس، منهنجي نوڪرياڻي، تياريءَ ۾ منهنجي مدد ڪري رهي هئي. جڏهن مان هر شيءِ سنوارڻ کان پوءِ تيار ٿي ويس تہ آئيني ۾ پنهنجي ڪپڙن جو جائزو ورتم ۽ دل ئي دل ۾ خوش ٿيس، ڇو تہ انهيءَ پوشاڪ سان هوبهو اها ڇوڪري لظر اچي رهي هيس، جنهن جي تصوير هيٺ گيلريءَ ۾ لڳل هئي.

دروازي جي آواز مون کي ڇرڪائي وڌو. مون گهٻرائجي پڇيو، ”ڪير آهي؟“

”مان آهيان پيٽرس، توهان تيار ٿي ويون آهيو ڇا؟“

”مان اڃان تيار نہ ٿي آهيان. توهان هلو، مان اچان ٿي.“ مون وراڻيو، ”ميڪسم ڊي ونٽر کي بہ چئو تہ هو بہ هيٺ هلي، هتي اچڻ جي اجازت نہ آهي.“

”ڪنهن مدد جي تہ ضرورت نہ آهي؟“ پيٽرس چيو.

”نہ، بلڪل نہ.“

مان بلڪل تيار ٿي چڪي هيس. مون هڪ دفعو وري بہ آئيني ۾ سڄي لباس جو جائزو ورتو. مون کي تہ اعتبار ئي نٿي آيو تہ انهيءَ لباس ۾ ايتريقدر حسين لظر ايندي يس.

مون ڪليئرس کي چيو، ”تون وڃي حاجب کي چئو ته هو منهنجي اچڻ جو اعلان ڪري“— مان دل ئي دل ۾ خوش هئس ته مون کي انهيءَ لباس ۾، اهڙي ٺاهه ٺوهه سان ڏسي سيني ماڻهن کي ڏندين آڱريون اچي وينديون ۽ منهنجي حسنِ انتخاب جو داد ڏيندا.

حاجب اعلان ڪيو، ”مسز ڪيرولين ڊي ونٽر.“

مان پنهنجي پوري شان و شوڪت ۽ شاهاڻي رعب تاب سان پنهنجي ڪمري مان نڪتيس ۽ ڏاڪڻ تائين پهتيس. هيٺ لهڻ کان اڳ ۾ مان ڏاڪڻ جي جهنگلي کي هٿ سان جهلي ٿوري دير لاءِ بيهي رهيس. منهنجي ٻئي هٿ ۾ هٿڙ هو. مان هوبهو ڇوڪري لڳي رهي هيس ۽ ائين محسوس ٿي رهيو هو، جيئن تصوير ۾ روح پئجي ويو هجي ۽ اها ئي ڇوڪري هار سينگار ڪري، ڇم ڇم ڪندي اچي رهي هجي— مان ڏاڍو خوشيءَ مان ڏاڪڻ تان لهڻ لڳيس. منهنجو خيال هو ته منهنجو استقبال تاڙين ۽ ڪل خوشيءَ جي ٽهڪن سان ڪيو ويندو، پر مان اهو ڏسي حيران ٿي ويس ته ڪنهن به تاڙي نه وڄائي ۽ نه وري ڪو پنهنجيءَ جاءِ تان چُريو. ٻيا ته ٺهيو، پر مسٽر ڊي ونٽر به پنهنجي جاءِ تي بت بڻيو ويٺو هو. سندس زرد چهري تي ڏُک ۽ غصي جي سرخي ڊوڙندي نظر آئي. پيٽرس جي وات مان رڙ نڪري وئي، پر هن يڪدم پنهنجو هٿ وات تي ڪٽي ڏنو. مان مرڪ جا گل پکيڙيندي رهيس، پر ڪنهن به حسن جو داد نه ڏنو.

”هيلو مسٽر ڊي ونٽر، طبعيت ڪيئن آهي؟“ مون حيرت ۽ پريشانيءَ جي مليل جليل لهجي ۾ سوال ڪيو. ميڪسم ڊي ونٽر بلڪل بُت بڻيو مون کي گهوريندو رهيو. سندس ڳاڙهيون اکيون ٻن شعلن وانگر ٻري رهيون هيون.

”هيءَ ڪهڙي مذاق آهي؟“ هن رڙ ڪري چيو. ڪاوڙ جا شعلا ڀڙڪي اٿيا.

منهنجيءَ سمجهه ۾ ڪجهه نٿي آيو ته هنن سيني ماڻهن کي ڇا ٿي ويو آهي، سندن منهن تي خوشيءَ جي بجاءِ زردي ڇو ڇانيل آهي!

”وڃ، هيءُ لباس مٽائي اچ ۽ ٻيو ڪو لباس پائي اچ.“ مان تصويرِ حيرت بڻجي بيٺي هيس.

”ٻڌءِ ڪونه، مان ڇا چئي رهيو آهيان؟ وڃ، هن لباس کي لاهي اچ.“ ميڪسم تحڪمانه لهجي ۾ چيو— مون هڪدم موٽ کاڌي ۽ يڪدم پنهنجي ڪمري ڏانهن وٺي ڀڳيس. منهنجي اکين ۾ ڳوڙها هئا. مون کان، مسز ڊينور جي منهن جا تاثرات ڪڏهن به نه وسرندا، جيڪا پري بيهي مُرڪي رهي هئي. سندس مُرڪ ۾ فتح منديءَ جو احساس هو.

مون پنهنجي ڪمري ۾ وڃي ڪپڙن کي لوڻي ڇڏيو. ايتري ۾ پيٽرس آئي ۽ اچڻ شرط مون سان چنبڙي وئي. هن مون کي ٻڌايو ته آخري فينسي ڊريس پارٽيءَ ۾ رابيڪا به اهڙي قسم جو لباس پاتو هو.

مان روئي رهي هيس ۽ پيٽرس مون کي ماٺ ڪرائي رهي هئي. هن ويچاريءَ جلدي جلدي هڪ ٻيو وڳو ڪڍيو ۽ مون کي مجبور ڪيو ته هڪ سادو لباس پائي، پارٽيءَ ۾ شريڪ ٿيان.

* * *

ٻئي ڏينهن مان لئبرري ۾ دريءَ جي پرسان ويهي چانهه پي رهي هئس ته رابرٽ مون کي اچي ٻڌايو ته ڪيپٽن سيرل جي ٽيليفون آئي آهي ۽ هو مون سان ڳالهائڻ ٿو چاهي. منهنجي پڇڻ تي رابرٽ ٻڌايو ته ڪرٽ بندرگاهه جو هيڊ آفيسر ميڪسم سان ملڻ چاهي ٿو، پر جيئن ته ميڪسم موجود نه آهي، انهيءَ ڪري هو مون سان ڳالهائڻ گهري ٿو. مون رابرٽ کي چيو ته ان کي چئو ته هو پاڻ اچي.

ڪيپٽن سيرل جي واتان مون ٻڌو ته هڪڙو جهاز خشڪيءَ تي چڙهي ويو هو، جڏهن هڪ ٽوبي کي جهاز جي نقصان جي خبر لهڻ لاءِ سمنڊ ۾ لاٿو ويو ته هن ٻاهر نڪري ٻڌايو ته سمنڊ جي تهه ۾ هڪڙي ٻيڙي موجود آهي، جنهن جي ڪيبن ۾ هڪڙو لاش به پيو آهي، ٻيڙيءَ جي وچ ۾ هڪڙو سوراخ آهي، جنهن مان خبر پوي ٿي ته انهيءَ ٻيڙيءَ کي ڄاڻي واڻي ٻوڙيو ويو آهي ۽ ٻيڙيءَ جي باري ۾ تصديق ٿي آهي ته اها مسز ڊي ونٽر جي آهي. ڪيپٽن سيرل سان اڃان منهنجي گفتگو هلي رهي هئي ته ميڪسم ڪمري ۾ داخل ٿيو ۽ مان اتان اٿي ٻاهر آيس. جڏهن ڪيپٽن جي ڪار جي وڃڻ جو آواز آيو ته مان ڪمري ۾ موٽي آيس. انهيءَ وقت ميڪسم دريءَ جي پرسان بيهي ٻاهر نهاري رهيو هو. مان سندس پرسان وڃي بيهي رهيس ۽ آهستگيءَ سان چيم:

”مون کي افسوس آهي، سخت افسوس.“ مون ميڪسم جو هٿ ڪٺي جهليو، جيڪو برف جهڙو ٿڌو هو. مون جذبات جي شدت کان هٿ کي وٺي چميو— ”هن ڏک ۾ مان برابر جي شريڪ آهيان. هاڻي مان وڏي ٿي وئي آهيان ميڪسم! منهنجي عمر ڇوويهه سال ٿي وئي آهي. هاڻي مان اڳئين وانگر ٻار نه آهيان. غمن جو بار ڪٺي سگهان ٿي.“

هن منهنجي چيلهه ۾ پنهنجي ٻانهن ڦيرائيندي مون کي ڇڪي پنهنجي سيني سان لڳايو. مون پنهنجو ڪنڌ سندس ڪلهن تي ڪٺي رکيو ۽ چيو، ”توهان مون کي معاف ڪريو.“

”معاف ڪريان؟ ڪهڙو ڏوهه ڪيو آهي تو؟“ ميڪسم خاموشي ٽوڙيندي چيو.

”ڪلهه رات مون کان بيوقوفي ٿي. توهان سمجهيو هو ته مون ڄاڻي واڻي اهو لباس پاتو هو، توهان کي چيڙائڻ لاءِ. خدا جو قسم ته مون کي ڪا به خبر نه هئي ته هو... هو.“

”اف— مان ته اهو واقعو ئي وساري ڇڏيو آهيان. مون غم ۽ غصي جو اظهار ڪري، تنهنجي توهين ڪئي هئي.“

مان ميڪسم کي چنبڙي ويس. ميڪسم ڪرسيءَ تي ويهي رهيو ۽ مون فرش تي ويهي پنهنجو مٿو سندس رانن تي رکيو. هن پنهنجي هٿن سان منهنجو مٿو مٿي کنيو ۽ پوءِ منهنجي اکين ۾ اکيون وجهي چيائين:

”رابيڪا ڪٿي وئي ۽ مون هارايو.“

مون حيرت ۽ خوف ڪان ڏانهس لهاريو.

”هوءَ اسان جي پنيان ڀاڇي وانگر لڳل هئي. سنڌس منحوس ڀاڇي اسان جي خوشين جا گل ڪڏهن به ٽڙڻ نه ڏنا. هر وقت هڪ اڻڄاتل خوف منهنجي دل تي طاري رهيو. جڏهن دل ۾ خوف هجي، توڻ ٿي پڌاءِ ته پوءِ محبت ڪيئن ٿي دل ۾ جڳهه وٺي سگهي- مون کي ياد آهي، چڱيءَ طرح ياد آهي ته مرڻ وقت سنڌس چپن تي مرڪ هئي. نفرت ڀريل مرڪ، چو ته ڪيس پڪ هئي ته آخرڪار ڪاميابي ڪيس نصيب ٿيندي.“

”ميڪسم هي توهان ڇا چئي رهيا آهيو. هي ڇا چئي رهيا آهيو؟“ سون گهبرائجي سوال ڪيو.

”سنڌس ٻيڙي.“ ميڪسم چيو، ”سنڌس ٻيڙي لڌي آهي.“

”ها مون کي خبر آهي. انهيءَ جو مطلب هي آهي ته ان سان ڳنڍ ڪو ٻيو به هو. ۽ هاڻي توهان انهيءَ ٻئي جي فڪر ۾ آهيو. ائين آهي نه صحيح؟“ مون سوال ڪيو.

”نه، اها ڳالهه نه آهي.“ ميڪسم وراڻيو.

”مون کي به پنهنجي الهيءَ غم ۾ شريڪ ڪيو. منهنجا سرتاج، مان توهان جو ساٿ ڏيڻ چاهيان ٿي.“

”رابيڪا سان ڳنڍ ٻيو ڪو به نه هو. قبرستان ۾ جا عورت رابيڪا جي نالي جو نقاب ڍڪي دفن آهي، اها ڪا اڻ واقف عورت آهي. رابيڪا جي ٻيڙيءَ سان ڪو به حادثو پيش نه آيو هو. ۽ نه وري رابيڪا غرق ٿي هئي. مون ان کي ڪاٽيج ۾ خون ڪيو ۽ پوءِ سنڌس لاش کي ٻيڙيءَ جي ڪيبن ۾ وجهي وڌم ۽ ٻيڙيءَ کي سمنڊ ۾ ڪاهي پنهنجي هٿن سان غرق ڪري ڇڏيم. پڌاءِ تو، ڇا-ڇا تون اڃان به مون سان پيار ڪرين ٿي. ڇا اڃان به تون مون سان شريڪ غم آهين؟“- ميڪسم جو آواز ڀرجي ويو.

جڏهن انسان کي صدمو پهچي يا ڌڪ لڳي ٿو ته هو ٿوري وقت لاءِ پنهنجا حواس وڃائي ويهي ٿو. مان به سنڌس آغوش ۾ هئس ليڪن ڪنهن به لمس جو احساس به نه هو. مان پٿر جي هڪ مورت هئس، بي حس و حرڪت. هو منهنجي مٿان جهڪيو ۽ جذبات جي شدت کان مون کي چپائين. مون اکيون بند ڪري ڇڏيون.

”مان تو کي دل و جان سان چاهيان ٿو.“ هن سرگوشيءَ جي انداز ۾ چيو- اهو ئي محبت ڀريو فقرو هو جنهن جي ٻڌڻ لاءِ منهنجا ڪن سڪندا هئا. هر وقت، هر گهڙيءَ مون چاهيو پئي ته اهو جملو سنڌس چپن مان نڪري، ۽ پوءِ منهنجي روح جي اونهي ۽ عميق گهرائيءَ ۾ خوشي ٻنجي ناچ ڪري ۽ منهنجي اکين مان ڪيفِ حيات ۽ نشاطِ زندگي ٻنجي نمي پوي. مونٽ ڪارلو

اٽلي، فرانس ۽ مانبرلي ۾ مون پنهنجي ازدواجي زندگيءَ جون سڀئي راتيون انهيءَ هڪڙي جملي جي پڌڻ لاءِ ويران ڪيون. خلوتن ۾، جلوتن ۾ مون محبت جون ڪيتريون ئي محفلون انهيءَ جملي پڌڻ لاءِ سجايون. اڄ سندس چپن مان اهو خوشين ڀريل جملو ٻڌي منهنجي انگ انگ مان نغما ڦٽڻ لڳا. منهنجي دل خوشي ۾ مسرت سان ڀرپور ٿي نچڻ لڳي. مون اکيون کوليون. هو مون کي پيار ڪري رهيو هو.

اوچتو ئي اوچتو هن مون کي پوئتي ڌڪو ڏنو ۽ ڪرسيءَ تان اٿي ڪڙو ٿيو. ”مان صحيح سمجهندو هوس. وقت گذري چڪو آهي. هاڻي اظهار محبت جو ڪوبه فائدو نه آهي. توکي مون سان پيار ڪونهي. اسان وساري ڇڏينداسين ته اسان ڪا شادي ڪئي هئي ۽ هڪٻئي کي چاهيو هو.“

احساس درد مون کي ڏوڪڙي ڇڏيو. مان ٻڌي ويس ته ڪٿي ڳالهين ۾ هو مون کان تمام پري نه نڪري وڃي، ۽ مان ڪيس سڏيندي رهجي وڃان. مان تڙپي پنهنجي جاءِ تان اٿيس. ۽ ٻوڙي پنهنجون ٻانهون سندس ڳچيءَ ۾ وجهندي چيم.

اهڙيون ڳالهيون نه ڪيو، منهنجا پيارا، توهان منهنجي جذبات ۽ احساس کي سمجهي نٿا سگهو. مان دل و جان سان توهان کي چاهيان ٿي. توهان جي انهيءَ اوچتي پيار سان مان حيران ٿي ويس. جو ته مان بلڪل بيوس ٿي چڪي هئس ـ اسان هڪٻئي کي ملي هاڻي ڪڏهن به هڪٻئي کان جدا ٿي نٿا سگهون. اسان هميشه گڏ رهنداسون. ڪوبه راز ڪوبه پاڇو هاڻي اسان جي وچ ۾ ڏاريائپ جي ديوار قائم ڪري نه سگهندو.“

”هاڻي وقت گذري چڪو آهي. ممڪن آهي مان چند ڏينهن يا چند ڪلاڪ تو وٽ هجان. انهن کي پيڙي لڌي آهي ۽ رابيڪا جو لاش پڻ. ميڪسم جو آواز درد و ڪرب ۾ ٻڏي ويو.

”هو ڇا ڪندا؟“ مون بيوقوفيءَ جي انداز ۾ سوال ڪيو.

”هو لاش سڃاڻي وٺندا. اتي لاش کي سڃاڻڻ لاءِ هر چيز موجود آهي. سندس ڪپڙا، سندس جوتا ۽ منڊي ـ انهيءَ ڪانپوءِ سوال پيدا ٿيندو ته اها عورت ڪير آهي جيڪا قبرستان ۾ رابيڪا جي قبر ۾ دفن آهي.“

منهنجي جسم ۾ درد جو احساس اڀرڻ لڳو. منهنجا هٿ هينئر ٿڌا نه هئا. منهنجي جسم جو هڪ هڪ عضوو درد جي شدت کان تڙپي رهيو هو. مان سوچڻ لڳس ته سڀاڻي صبح تائين سڀني ماڻهن کي انهيءَ ڳالهه جي خبر پئجي ويندي ته رابيڪا جي پيڙي لڌي آهي. رابيڪا غرق نه ٿي هئي، پر ميڪسم ان کي قتل ڪيو آهي.

”اسان کي ڇا ڪرڻ گھرجي.“ انهيءَ سوال جي سهاري مون خيالات سان ايرڻ جي ڪوشش ڪئي.

ميڪسم ڪوبه جواب نه ڏنو. مون وري پڇيو، ڇا ڪنهن کي انهيءَ ڳالهه جي خبر آهي؟“

ڪنهن کي به نه، ڇو ته مون کان سواءِ اتي ٻيو ڪوبه نه هو. ۽ چو طرف گهگهه اونداهي هئي. مان ميڪسم جي بلڪل ويجهو ويس. هاڻي اجنبيت جو پردو هٽي چڪو هو، جنهن سبب اسان هڪٻئي کي ڏسندا ته هئاسين پر سڃاڻي نه سگهندا هئاسون. هڪٻئي کي والهانه طور چاهيندا ته هئاسون، پر محبت ڪري نه سگهندا هئاسون. اڄ مون ڀهريون پيرو سندس اکين ۾ محبت جون قنديلون منور ڏٺيون، جن سان منهنجو شبستان وجود به روشن ٿي ويو ۽ ڊاريائپ واري اونداهي دور ٿي وئي.

”مان جڏهن به توکي ڪٽي سان گڏ هيڏانهن هوڏانهن ڦرندي ڏسندو هوس ته اهو احساس پيدا ٿيندو هو ته تون مون سان شادي ڪري خوشين کان محروم ٿي وئي آهين. اهو نامراديءَ وارو احساس ئي توکي مون کان ڀري رکي ٿو. تون منهنجي هوندي به منهنجي بنجي نه سگهينءَ.“

مان ميڪسم جي مٿان جهڪي پيس. ”مان تنهنجي ويجهو ڪيئن اچي ٿي سگهيس جڏهن مون کي اهو احساس هو ته تون پنهنجي دل ۾ رابيڪا جي تصوير رکي ان جي پوڄا ڪرين ٿو. مان توکان ڪهڙيءَ طرح پيار جي خيرات گهري سگهيس ٿي، جڏهن خبر هيم ته تون رابيڪا جي عشق ۾ ديوانو آهين.“

”تون هي ڇا چئي رهي آهين؟“ ميڪسم تڙپي سوال ڪيو. ڄڻ ته مون کيس خواب مان جاڳائي وڌو هو- ”جڏهن به تو مون کي هٿ لاتو، مان انهيءَ احساس جي بار هيٺان اچي ويس ته تون منهنجي رابيڪا سان ڀيٽ ڪري رهيو آهين. جڏهن به تو مون سان ڳالهايو، مون سان سير ڪيو، مون سان ماني کاڌي، مون سان گڏ چانهه پيتي ته اهو احساس هميشه منهنجي رڳ رڳ تي ڇانيل رهيو ته تون دل ئي دل ۾ رابيڪا کي ياد ڪري اهو خيال ڪندو هوندين ته رابيڪا سان هيئن چانهه پيئندو هوس، هيئن سير ڪندو هوس. مون سان شادي تو صرف انهيءَ ڪري ڪئي ته جيئن تنهنجي دل جو زخم هميشه تازو رهي. ۽ درد جي خلش متجي نه سگهي.“

”اف، منهنجا مولا.“ ميڪسم مون کي پري ڌڪي ڇڏيو ۽ اٿي ڪمري ۾ ٽهلڻ لڳو.

”ڇا ٿي ويو آهي توکي؟“ مان پاڻ کي تمام ويجهو هوندي به تمام پري ڏسي رهي هيس.

ميڪسم مُرڙي مونڊانهن نهاريو ۽ پوءِ فرش تي نُي منهنجي پرسان ويهي رهيو.

”تون سمجهين ٿي ته مان رابيڪا سان محبت ڪريان ٿو ۽ مون محبت ۾ انڌو ٿي ان کي قتل ڪيو اهي. نه، هرگز نه. مان رابيڪا سان محبت نه، نفرت ڪندو هوس. اسان جي شادي هڪ ڏوڪو هئي، هڪ معمو هئي. رابيڪا هڪ بدڪردار، بدخصلت ۽ بدذات عورت هئي. اسان ڪڏهن به هڪٻئي سان محبت نه ڪئي. رابيڪا ته انهيءَ قابل نُي نه هئي ته ان سان محبت ڪئي وڃي. هوءَ چالاڪ هئي، حيرتناڪ حد تائين چالاڪ. جيڪو به ماڻس ملندو هو، اهو اندازو نُي ڪري نه سگهندو هو ته هوءَ ڪيڏي چالاڪ، مڪار ۽ دغاباز عورت آهي. جڏهن مون رابيڪا سان شادي ڪئي ته دنيا وارا رشڪ ڪرڻ لڳا. هو چوندا هئا ته ميڪسم هڪ اهڙي ڇوڪريءَ سان شادي ڪئي آهي، جنهن ۾ ٽئي خوبيون آهن: شرافت، فهم ۽ حسن. مون به مجبوراً انهن جي فيصلي کي تسليم ڪيو. شاديءَ جي پنجين ڏينهن مون ان کي اصلي رنگ روپ ۾ ڏسي ورتو. توکي ياد آهي ته هڪڙي ڏينهن سير ڪندي اسان مونٽ ڪارلو جي چوٽيءَ تي پهچي ويا هئاسون. مان اتي بيهي ماضيءَ جي گريبان ۾ منهن وجهي پنهنجا زخم کوٽڻ چاهيا ٿي. هوءَ اتي ويٺي هئي، سندس چپن تي مرڪ بجلي بڻجي چمڪي رهي هئي، ڪارا وار هوا ۾ نانگڻ جيان لهرائي رهيا هئا. هن پنهنجي باري ۾ اهڙيون اهڙيون حيران ڪندڙ ڳالهيون ٻڌايون، اهي جي بيان ڪريان ته شرافت پنهنجو منهن هيٺ ڪئي ڪري. انهيءَ وقت مون کي احساس ٿيو ته مون ڪهڙي عورت سان شادي ڪئي آهي، جا بي حيا، بي شرم ۽ بدڪردار آهي. مون کي سندس منهن تي هنڌان هنڌان ناسور چڪندي نظر آيا، جن جي بدبوءِ ڪان منهنجو دماغ ڦاٽي پيو. جيڪڏهن مان چاهيان ها ته ڪيس اتي ئي ختم ڪري سگهان ها، هڪڙو ئي ڌيلهو ڪيس ختم ڪرڻ لاءِ ڪافي هو، پر مون ڪيس ختم نه ڪيو. ان جو خيال هو ته مان سندس اڳيان هٿيار ڦٽا ڪندس ۽ مانڊرلي جا دروازا سندس عاشقن لاءِ کولي ڇڏيندس. ان جو خيال هو ته خانداني شرافت جي خاطر مان ان کي دل پسند حرڪتون ڪرڻ کان نه روڪيندس. انهيءَ ڪري اسان ٻنهي جي وچ ۾ هڪڙو معاهدو ٿيو ته هوءَ مانڊرلي جي شان شوڪت ۽ اقبال تي داغ نه لائيندي ۽ ٻاهر جيڪي هوءَ ڪجهه ڪندي ته مان کيس نه روڪيندس. مان ته هاڻي انهن ڏينهن جي تصور ڪان به ڏڃي ويندو آهيان. ڪهڙي بي حيائيءَ ۽ بي شرميءَ جا ڏينهن هئا اهي ۽ اسان ڪهڙيءَ طرح ڪوڙ ۽ فريب جو پوش پنهنجي منهن تي چاڙهي گهمندا هئاسون ته جيئن ماڻهو اسان جا اصلي خدوخال نه ڏسي سگهن. مون بداخلاقيءَ جو هر وار پنهنجي سيني تي سٺو، صرف مانڊرلي جي خاطر. هوءَ مخصوص خلوتن ۾ بلندنشين حسن فروش بڻجي پئي. هوءَ هفتن جا هفتا لنڊن ۾ ڦرلدي رهندي هئي، پر مون ڪڏهن به اعتراض نه ڪيو، ڇو ته لنڊن ۾ هوءَ جيڪو به گناهه ڪندي هئي، انهيءَ ڪان مانڊرلي جي چمڪندڙ پيشاني محفوظ هئي. آهستي آهستي هوءَ بي احتياطي ڪرڻ لڳي.

توکي خبر آهي ته شراب خانه خراب جو انسان کي کهڙيءَ طرح چسکو پوي ٿو، پهرين ته هو شوق کان پيئي ٿو، پوءِ شوق مزو بنجي پوي ٿو ۽ مزو عادت ۾ بدلجي وڃي ٿو ۽ عادت بي احتياطيءَ جي صورت اختيار ڪري وٺي ٿي. هڪ دفعي مان سڪاٽ لينڊ مان شڪار تان موٽيس ته سنڌس پنج-ڇهه آشنا مانڊرلي ۾ عياشي ڪري رهيا هئا. مون کي اها ڳالهه نه وڻي. جنهن تي هن طنزيه جواب ڏنو، "هو توکي ڇا ٿا ڪن؟" مان سڙي رک ٿي ويس ۽ ساڙ مان چيو مانس، "تون لنڊن ۾ جيڪي وڻئي سو وڃي ڪر، پر مانڊرلي منهنجو آهي، هتي ڪابه اهڙي ڳالهه ٿي نٿي سگهي." هن مُرڪيو ۽ پوءِ ڪوبه جواب نه ڏنائين. انهيءَ کان پوءِ هن منهنجي رياست جي مئنيجر فرينڪ کي دام ۾ ڦاسائڻ جي ڪوشش ڪئي، جڏهن سندن ملاقاتن جو سلسلو وڌيو ته مون کيس صاف لفظن ۾ چيو ته "مان انهن ڳالهين کي برداشت ڪري نٿو سگهان." انهيءَ تي هوءَ مڙجي وئي ۽ جيڪي وڻيس سو چوڻ شروع ڪيائين. انهيءَ کان پوءِ هوءَ لنڊن هلي وئي. اٽان هڪ مهيني کان پوءِ واپس آئي. شروع شروع ۾ ته چپ رهي، منهنجو خيال هو ته کيس سبق ملي ويو آهي."

ميڪسم هڪ هڪ ڪري اسرار جا سڀئي پردا هٽائي رهيو هو ۽ مون کي ريبيڪا جي صورت صاف ۽ چٽي نظر اچي رهي هئي. مون پنهنجي تصور ۾ ريبيڪا جي جيڪا تصوير تيار ڪئي هئي، اها هن تصوير کان ڪيڏي نه مختلف هئي، جيڪا ميڪسم تيار ڪري رهيو هو — هن فيول سان پنهنجي عشق جون رهائيون ڪرڻ شروع ڪيون. مون جڏهن اهو ڏٺو تڏهن تن بدن ۾ باهه لڳي وئي. مون کيس صاف صاف چئي ڏنو ته هوءَ فيول کي هتي نه گهرائي. آئنده جيڪڏهن مون هن کي هتي ڏٺو ته مان ان کي گوليءَ سان اڏائي ڇڏيندس. هوءَ شام جو پيڙيءَ جو سير ڪرڻ جي بهاني هلي ويندي هئي ۽ سڄي رات اتي گذاري ڇڏيندي هئي ۽ مان چشم پوشيءَ کان ڪم وٺندو رهيس. هڪڙي ڏينهن هوءَ لنڊن وئي، جيئن ته ان کي رات جو موٽڻو نه هو، انهيءَ ڪري مان فرينڪ ڏانهن ماني کائڻ لاءِ هليو ويس. جڏهن ساڍي ڏهين بجي واپس آيس ته ڏسان ته هال ۾ ڪرسيءَ تي سندس گلوبند ۽ دستانا پيا آهن. مان حيران هوس ته هوءَ ڪيئن موٽي آئي. مان ڊرائنگ روم ۾ ويس، هوءَ اتي نه هئي. مون سوچيو ته هوءَ سمنڊ جي ڪناري پنهنجي جهوپڙيءَ ۾ وئي هوندي. انهيءَ وقت اهو احساس بيدار ٿيو ته مون کي هن مڪر ۽ فريب مان ٻاهر نڪري اچڻ گهرجي. هاڻي ڇا به ٿي پوي ته به هي معاملو ختم ٿيڻ گهرجي. مون سوچيو ته بندوق ڪڍان ۽ ان کي وڃي ڊيڄاريان ۽ ڌمڪايان. نوڪرن کي اها خبر نه هئي ته مان مانيءَ تان موٽي آيو آهيان. مان باغ ۾ ويس ۽ اٽان سڌو اتي پهتس، پر اتي اهو ڏسي حيران ٿي ويس ته ريبيڪا اڪيلي ليٽي پئي آهي ۽ سگريٽن جا اڌڙ رکدانيءَ ۾ پيا آهن. مون وڃڻ شرط ان کان فيول جي باري ۾ سوال ڪيو. هوءَ منهنجون ڳالهيون ٻڌندي رهي. "ذلت ۽ رسوائيءَ جي به حد ٿيندي آهي. هاڻي هي ختم ٿيڻ گهرجي. تون لنڊن ۾ وڃي ڇا ڪندي آهين؟ فيول سان اتي وڃي عشق ڪر، ليڪن هتي مان اهڙيون

حرڪتون ڪرڻ لءِ ڏينديس، ڇو تہ مانڊرلي منهنجو آهي." هُن مرڪيو ۽ ڏاڍي اطمينان سان چيائين، "مانڊرلي صرف چند ڏينهن لاءِ تنهنجو آهي، جلد ئي منهنجي پيٽ مان مانڊرلي جو مالڪ جنم وٺندو ۽ پوءِ مانڊرلي منهنجو هوندو." مان ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو لال ٿي ويس. مون بندوق سڌي ڪئي ۽ گولي هلايم. گولي هن کي لڳي ۽ هوءَ يڪدم ڍير ٿي پئي. مون پنهنجي اکين سان هن کي مرندي ڏٺو، پوءِ سنڌس لاش کي ڪئبن ۾ بند ڪيم ۽ ٻيڙيءَ جا سوراخ کولي ڇڏيم. رابيڪا سمنڊ جي تري ۾ پهچي چڪي هئي.

اخبارن ۾ مانڊرلي جي تصويرن سان رابيڪا جي لاش هٿ اچڻ جون خبرون شايع ٿيون. ميڪسم جنهن ڳالهہ کان ڊنو پئي، اها ٿي ٿي. مانڊرلي جو نالو اخبارن ۾ اچڻ شروع ٿي ويو. جرگي پنهنجي تحقيقات ڪرڻ شروع ڪئي. ڪيترن ئي شاهدن جا بيان قلمبند ڪيا ويا. انهيءَ کان پوءِ جرگي فيصلو ڏنو تہ رابيڪا خودڪشي ڪئي هئي ۽ خود پنهنجي هٿن سان ٻيڙيءَ کي غرق ڪيو هو. تحقيق جي انهيءَ نتيجي کي شايع ٿيڻو هو ۽ اهو طوفان جو چئني طرفن کان مانڊرلي جي شان شوڪت ۽ اقبال کي اونڌي ڪرڻ لاءِ گهيري ويو هو، هڪدم بند ٿي ويو ۽ مانڊرلي ۽ ان سان گڏ ميڪسم جي عزت بہ بچي وئي. مون بہ شڪراداني ڪئي.

هڪڙي ڏينهن سخت برسات پئجي رهي هئي. مان پنهنجي ڪمري ۾ ويٺي هيس تہ رابرٽ اچي ٻڌايو تہ فيول آيو آهي ۽ مون سان ملڻ گهري ٿو. مان فيول جي باري ۾ صرف ايترو ڄاڻندي هيس تہ هو رابيڪا جو دوست آهي. مون ان کي پنهنجي ڪمري ۾ سڏايو. ان جي واتان مون کي خبر پئي تہ ان وٽ ڪو اهڙو ثبوت آهي، جنهن سان هو اهو ثابت ڪري سگهي ٿو تہ رابيڪا خودڪشي نہ ڪئي آهي، بلڪ ان کي قتل ڪيو ويو آهي ۽ قاتل ميڪسم آهي.

ٿوري دير کان پوءِ ميڪسم بہ آيو. هو فيول کي ڏسي باهہ ٿي ويو. فيول رابيڪا جي هڪڙي تحرير ڪڍي اڳيان رکي، جيڪا هوءَ لنڊن ۾ ان جي لاءِ ڇڏي آئي هئي. انهيءَ تحرير ۾ رابيڪا ان کي انهيءَ رات ڪاٽيج ۾ پهچڻ لاءِ لکيو هو. ڳالهين ڳالهين ۾ اهو راز کليو تہ فيول ميڪسم کي اها تحرير ڏيکاري، بلئڪ ميل ڪرڻ چاهي ٿو. منهنجو خيال هو تہ ميڪسم کي ڳالهہ وڌائڻ نہ گهرجي ۽ جيڪي ڪجهہ هو گهري ٿو، اهو ڏئي وٺي سندس وات بند ڪرڻ گهرجي، پر ميڪسم اها ڳالهہ پسند نہ ڪئي ۽ هن ٽيليفون ڪري ڪرنل جوليان کي بلئڪ ميل جو اطلاع ڏنو، جيڪو انهيءَ علائقي جو مئجسٽريٽ هو. ڪرنل جوليان تحرير پڙهي ٻڌايو تہ هن تحرير مان اهو هرگز ثابت نٿو ٿئي تہ فيول ۽ رابيڪا جا پاڻ ۾ دوستانہ تعلقات هئا ۽ هو پئي ميڪسم کان طلاق وٺي شادي ڪرڻ چاهين پيا ۽ ميڪسم رقابت ۾ ان کي قتل ڪيو آهي ۽ ان جو ڪو بہ عيني شاهد هئڻ گهرجي، جيڪو انهن تعلقات جي تصديق ڪري. فيول دانهن ڪئي، "انهيءَ جو شاهد هن گهر ۾ موجود آهي." سنڌس اهو جملو ٻڌي اسان سڀ وائڙا ٿي وياسون. ڪرنل جوليان چيو، "ڪير آهي اهو؟"

فيول جواب ڏنو، ”مسز ڊينورا!“ انهيءَ وقت مسز ڊينور کي سڏايو ويو. ڪرنل جوليان پاڻ پڇيو، پر مسز ڊينور انهن ٻنهي جي تعلقات جي به تصديق نه ڪئي، ليڪن اهو ٻڌائي سيني کي چرڪائي ڇڏيو ته ”رابيڪا چلولي هئي ۽ هر جاءِ تي عشق ڪندي هئي.“

هاڻي سوال پيدا ٿيو ته انهيءَ ڳالهه جي تصديق ڪيئن ڪئي وڃي ته هن واقعي مسٽر ڊي ونٽر کان طلاق وٺڻ گهري پئي. ڪرنل جوليان ڪافي دير تائين سوچيندو رهيو، پوءِ چيائين، ”جيڪڏهن ڪو شاهد اهڙو ملي، جيڪو انهيءَ ڳالهه جي تصديق ڪري ته آخري دفعو رابيڪا جڏهن لنڊن وئي ته اتي ڪنهن ڪنهن سان ملي؟“ مسز ڊينور چيو، ”انهيءَ جي تصديق ڏکي نه آهي. مون وٽ رابيڪا جي ڊائري آهي، جنهن ۾ انهيءَ ڏينهن جي سيني ملاقاتن جو ذڪر آهي.“

ڪرنل جوليان جي هدايت تي مسز ڊينور رابيڪا جي ڊائري کڻي آئي، جنهن مان خبر پئي ته لنڊن ۾ انهيءَ ڏينهن رابيڪا ڊاڪٽر بيڪر کان سواءِ ٻئي ڪنهن سان به نه ملي هئي. هاڻي بيڪر جي تلاش شروع ٿي. خبر پئي ته بيڪر لنڊن جو هڪ مشهور ڊاڪٽر آهي. انهيءَ ڪري مان، ميڪسم، ڪرنل جوليان ۽ فيول لنڊن وياسون. ڊاڪٽر بيڪر پنهنجي ملاقاتين جي ڊائري ڏسي ٻڌايو ته ”انهيءَ ڏينهن انهن نشانن ۽ پارن پتن واري هڪ عورت ڪنهن ٻئي نالي سان ملڻ لاءِ آئي هئي ۽ مون سندس معائنو ڪرڻ کان پوءِ کيس ٻڌايو هو ته هوءَ سرطان جي مرض ۾ مبتلا آهي ۽ گهڻو وقت زنده رهي نه سگهندي.“

جڏهن اسان واپس اچي رهيا هئاسون ته ڪرنل جوليان ٻڌايو ته ”ميڪسم تون هاڻي ڪنهن به قسم جو فڪر نه ڪر. رابيڪا خودڪشي ڪئي آهي، ڇو ته هن ڪرڙيون هٽي مرڻ ٿي چاهيو، جيڪڏهن آئنده فيول بليڪ ميل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته مون کي ٻڌائجانءِ.“

مانڊرلي پهچي خبر پئي ته مڪروهه ڇهرو مسز ڊينور مانڊرلي مان فرار ٿي چڪي آهي، پر ويڃڻ کان اڳ ۾ مانڊرلي کي باهه ڏئي رک جو ڍير ڪري وئي آهي. مانڊرلي جلي چڪو آهي ۽ هاڻي اهو صرف رک جو ڍير آهي. ٻئي ڏينهن ڪرنل جوليان اسان کي اها صلاح ڏني ته اسان سير ڪرڻ لاءِ سئزرلئنڊ هليا وڃون ۽ مانڊرلي ۾ رهائش ترڪ ڪري ڇڏيون.

منهنجو مڙس هاڻي پرسڪون ۽ مطمئن زندگي بسر ڪري رهيو آهي ۽ مون کي به سندس محبت ملي چڪي آهي. هن کي مانڊرلي جي سڙڻ جو ڏک ته ڏاڍو ٿيو، پر انهيءَ جو ڪڏهن اظهار نه ڪندو آهي. مون کي يقين آهي ته مون وانگر هن کي به خوابن ۾ رابيڪا ۽ مانڊرلي ضرور نظر ايندا هوندا!

---

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

# سنڌ جو آخري سومرو بادشاهه ۽ سنڌس ڀاڻو

’سومرن جو دؤر‘ سنڌ جي تاريخ جو هڪ اهڙو دؤر آهي، جنهن بابت ڀڪا پختا تاريخي احوال نسبتاً گهٽ ملن ٿا. ڪجهه وقت کان وٺي راقم هن دؤر جي حالات جي تلاش ۽ تحقيق ۾ رڌل رهيو آهي، ۽ انهيءَ سلسلي ۾ تازو تصنيف ڪيل ڪتاب ”سومرن جو دؤر“ (ڇپايل سنڌي ادبي بورڊ) هن سلسلي جي هڪ خاص ڪوشش آهي. هن ڪتاب ۾ توڙي ”سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ“ (جلد پهريون، ڇپايل زيب ادبي مرڪز حيدرآباد ١٤٠٠هه/١٩٨١ع) ۾ تاريخي احوالن توڙي سنڌ جي مشهور ۽ متواتر روايتن جي روشني ۾ سنڌ جي آخري سومري بادشاهه ’همير‘ ۽ ساڻس ڄام هالي ۽ سنڌس ڀڻن جي جنگ جا حالات ڏنا ويا آهن، جيڪي مختصر طور هيٺين طرح آهن:

’سومرن مان سنڌ جو آخري حڪمران دودي جو پٽ همير هو. سنڌس ذڪر ان وقت سلطان فيروزشاهه طرفان مقرر ٿيل ملتان جي گورنر عين الملڪ ماهرو پنهنجي ڪن خطن ۾ ڪيو آهي ۽ سنڌس سچو نالو ”همير دودا“ لکيو آهي، يعني همير پٽ دودي جو. عين الملڪ اهي خط اندازاً ١٣٥٢-١٣٦٥ع واري عرصي ۾ لکيا جن ۾ ڄاڻايو اٿس ته: ’هن وقت سومري حاڪم همير پٽ دودي جي حڪومت جو سلو سُڪي رهيو آهي، ۽ محض سلطان (فيروزشاهه) جي مدد سان ٿي ذرا سالو ٿيو بيٺو آهي. ٻئي طرف سمو ڄام ٻانڀيو پٽ انڙ جو پنهنجي سرڪشي ۽ طاقت سان اڀري رهيو آهي.‘ سلطان فيروزشاهه، گجرات جي گورنر کي، همير سومري جي هرطرح سان مدد ڪرڻ جو حڪم ڏنو هو، ۽ پڻ اهڙي خاص ذميداري گجرات جي گورنر جي ڀاءُ رڪن الدين حسن کي سونپيل هئي. اهڙو ذڪر پڻ عين الملڪ ماهرو جي هڪ خط ۾ ڪيل آهي، جيڪو هن گجرات جي گورنر ڏانهن لکيو هو.‘

چئي نٿو سگهجي ته همير سومري جي حڪومت جي پڄاڻي ڪهڙي سال ۾ ٿي. جيئن ته سلطان فيروزشاهه سن ٦٦-١٣٦٥ع ڌاري ٺٽي جي سمن حڪمرانن تي حملو ڪيو، تنهن مان نتيجو نڪري ٿو ته ان سال يا ان کان ڪجهه اڳ همير سومري جي حڪومت جو خاتمو ٿي چڪو هو.

سنڌ جي عام مشهور روايتن مطابق ڄام هالي جي پٽن جي اڳواڻي هيٺ سمن جي همير سومري سان جنگ ٿي، جنهن ۾ همير مارجي ويو. اهو واقعو سن ٥٢-١٣٥١ع کان اڳ ۽ سن ٦٦-١٣٦٥ع کان پوءِ ٿيو؛ پر وڌيڪ قرين قياس ائين ته غالباً هن عرصي جي اخري ٽن سالن (١٣٦٢-١٣٦٥ع) ۾ ٿيو جو سلطان فيروزشاهه انهيءَ سببان پوءِ سکهوئي سن ٦٦-١٣٦٥ع ۾ ٺٽي تي چڙهائي ڪئي.

گذريل ويهن سالن کن ۾ هندستان جي صوبي گجرات مان ٻه اهڙا فارسي ڪتبا هٿ ايا آهن، جن مان ثابت ٿئي ٿو ته همير جي مارجڻ کان پوءِ سنڌ جي سومرن حڪمرانن جي هن آخري خاندان جي باقي بچيل فردن، يعني همير جي پائرن، هميشه لاءِ وڃي گجرات ۾ سڪونت اختيار ڪئي. اهي ٻه ڪتبا هي آهن:

**(الف) 'فتح مسجد' وارو ڪتبو.** هيءُ ڪتبو 'فتح مسجد' جي محراب مٿان لڳل اهي، جيڪا هاڻي "نيڪرے والي مسجد" سڏجي ٿي، ۽ صوبي گجرات جي ضلعي سابرڪنٺا جي شهر 'پارنتيج' ۾ واقع آهي. ڪتبو (٧٠×٨٥ سينٽي-ميٽر واري سطح تي) هيٺين ٽن فارسي سٽن ۾ لکيل اهي:

(١) بسم الله الرحمان الرحيم قال الله تعاليٰ وان مساجدلله فلا تدعوا مع الله احدا اين بقعه شريف بناکرده همو دودا سومره.

(٢) درعهد فيروزشاه السلطان خلدالله ملکه درماه مبارک رمضان سنه اربع وثمانين و سبعمايه والله اعلم بالصواب.

[ترجمو:

(١) بسم الله الرحمان الرحيم- الله تعاليٰ فرمايو ته "مسجدون الله (جي عبادت) لاءِ آهن، سو الله سان گڏ ٻئي ڪي نه پاڏايو". هن مٿاهين ماڳ جو بنياد همّو (پٽ) دودي سومري وڌو

(٢) سلطان فيروزشاهه- الله سندس بادشاهي دائم قائم رکي- جي دؤر ۾، مهيني رمضان مبارڪ سن ست سٺو چوراسي ۾، ۽ الله ئي سچ جو سڀ کان وڏو ڄاڻو آهي.]

هيءُ ڪتبو اڄ کان سٺ-ايڪهٺ سال اڳ دريافت ٿي چڪو هو، مگر ان جي پڙهڻي پوريءَ طرح سمجهي نه ويئي: 'همّو' کي 'همّود' ۽ سنه '٧٨٤هه' کي '٨٨٤هه' ڪري پڙهيو ويو(١). ڪجهه وقت اڳ هيءُ ڪتبو "انڊين ايپيگرافي سالانه رپورٽ" ٦١-١٩٦٠ع ۾ شايع ٿيو(٢) ۽ پوءِ سنه ١٩٦٢ع ۾ تفصيل سان عربي-فارسي ڪتبات جي خاص اداري جي اضافي اشاعت ۾ ڇپيو(٣). انهيءَ پوئين اشاعت ۾ 'همّو' جي نالي مان مراد 'همير' ورتي ويئي آهي،

(1) PRWC, 19191-20, Page 52.
(2) Annual Report on Indian Epigraphy, 1960-61, No: D, 75.
(3) Epigraphia Indica Arabic & Persian Supplement, 1 962.

۽ چاڙايو ويو آهي ته جيتوڻيڪ ڪتبي ۾ 'همو' لکيل آهي، مگر ان کي 'همير' ئي سمجهڻ گهرجي، يعني اهو 'همير' جيڪو سنڌ جي سومرا گهراڻي جو آخري بادشاهه هو ۽ جنهن جو ذڪر ملتان جي گورنر عين الملڪ ماهرو پنهنجن خطن ۾ ڪيو آهي؛ ۽ پڻ اهو سمجهيو ويو آهي ته همير معزول ٿيو ۽ معزولي بعد سلطان فيروزشاهه جي حڪم موجب گجرات جي گورنر ۽ سندس پاءُ ڪيس سنڀاليو جيتوڻيڪ اهو معلوم ناهي ته ڪيس دهلي يا گجرات ۾ رهايو ويو.

راقم جي راءِ ۾ اهو تعبير صحيح ناهي، ڇاڪاڻ جو هڪ ته ڪتبي ۾ هي نالو صاف طور "همو" لکيل آهي ۽ نه 'همير'، ۽ ٻيو ته سنڌ جي متفقه ۽ متواتر روايت موجب 'همير' سمن طرفان ڪيل حملي ۾ مارجي ويو هو، انهيءَ ڪري گجرات ۾ سندس سڪونت پذير ٿيڻ جو سوال ئي نٿي پيدا ٿيو.

(ب) **'سڪندر شاهه جي درگاهه' وارو ڪتبو.** هيءُ ڪتبو ساڳئي شهر 'پارنتيج' ۾، 'سڪندر شاهه جي درگاهه' ۾، "شهيد سڪندر خان سومري" جي قبر (جنهن جي ڪري ئي درگاهه انهيءَ نالي سان سڏجي) جي سيرانديءَ کان سنگ مر مر جي گولائين ٿنڀي تي لڳل آهي. هيءَ ڪتبو ڪافي ڏکهو آهي ۽ هيٺين طرح چئن فارسي سٽن ۾ لکيل آهي:

(۱) بتاريخ بيست و يکم ماه صفر سنه خمس و ثمانين و ثمانمايه روزسه شنبه راي اعظم
(۲) و خان معظم سکندر خان بن راي غياث بن عمر بن محمد بن دودا در
(۳) عهد محمود شاه بن محمد [شاه] بن احمد شاه بن محمد شاه بن مظفر شاه سلطان
(۴) در تهانه سينبهر شهادت يافته عمر سي د و سال بود.

[ترجمو:
(۱) تاريخ ايڪيهين مهينو صفر سنه اٺ سؤ پنجاسي، ڏينهن اڱاري 'راءِ اعظم'
(۲) ۽ 'خان معظم' سڪندر خان پٽ راءِ غياث پٽ عمر پٽ محمد پٽ دودو
(۳) محمود شاهه پٽ محمد شاهه پٽ احمد شاهه پٽ محمد شاهه پٽ مظفر شاهه (گجرات جي) سلطان جي دور حڪومت ۾
(۴) ٿاڻي سينير (سيمير) ۾ شهادت کي رسيو. عمر ٻٽيهه سال هئس.]

هيءُ ڪتبو "انڊين ايپيگرافي ساليانه رپورٽ ۱۹۷۳-۷۴ع" (۱) ۽ "آثار قديمه هند رويو ۱۹۷۳-۷۴ع" (۲) ۾ شايع ٿيو آهي ۽ عربي-فارسي ڪتبات جي اضافي اشاعت ۱۹۷۴ع ۾ تفصيل سان شايع ٿيڻ وارو آهي.

---

(1) Annual Report on Indian Epigraphy, 1943-74, No. D,94.

(2) "Indian Archaeology 1973–74, A Review", Archeaological Survey of India, Govt of India, New Delhi, 1979, P. 42.

(3) Epigraphica Indica Arabic & Persian Supplement, 1974.

## مٿين ڪتبن جي روشنيءَ ۾ نتيجا:

(١) فتح مسجد وارو ڪتبو سلطان فيروز شاهه جي حڪومت (٧٥٢-٧٩٠ھ/١٣٥١-١٣٨٨ع) جي آخري دؤر جو آهي، جنهن ۾ 'فتح مسجد' جي بنياد وجهڻ جو سال ٧٨٤ھ (١٣٨٢ع) ۽ مسجد جوڙائيندڙ جو نالو صاف طور "همو" (پٽ) دودي سومري جو ڄاڻايل آهي. هن ڪتبي ۾ 'همو'، 'دودا' توڙي 'سومره'، اهي ٽيئي نالا انهيءَ صورت ۾ صاف لکيل آهن.

(٢) ملتان جي گورنر عين‌الملڪ پنهنجن خطن ۾ سنڌ جي سومري حڪمران جو نالو "همير دودا" (همير پٽ دودي جو) لکيو آهي. هن ڪتبي ۾ نالو "همون دودا" (همون پٽ دودي جو) آهي. ظاهر آهي ته هي ٻئي پيءُ هئا: همير وڏو ۽ گاديءَ جو مالڪ هو، جيڪو سمن جي هٿان اندازاً ٧٦٢-٧٦٥ھ ڌاري مارجي ويو. انهيءَ واقعي کان ٢٠-٢٢ سال پوءِ، سندس ننڍو ڀاءُ گجرات جي شهر 'پارنتيج' ۾ سڪونت پذير هو، جتي هن 'فتح مسجد' جوڙائي. همير جو مارجڻ ۽ همون جو فتح مسجد جوڙائڻ، اهي ٻئي واقعا هڪ ٻئي کي ويجها ۽ سلطان فيروزشاهه جي ئي حڪومت جي دور جا آهن.

(٣) سڪندر شاهه جي درگاهه وارو ڪتبو (سنه ٨٨٥ھ)، 'فتح مسجد' واري ڪتبي (٧٨٤ھ) کان هڪ سئو سال کن پوءِ جو آهي. جوانمرد سڪندر سومرو جيڪو ٨٨٥ھ ۾ شهيد ٿيو، سو پٽ هو غياث جو، پوٽو هو عمر جو، ۽ ڦڙپوٽو هو محمد جو، جيڪو دودي جو پٽ هو. هڪ سئو سالن ۾ چار پيڙهيون گذريون. همون پٽ دودي جو، جنهن سئو سال اڳ 'فتح مسجد' جوڙائي ۽ محمد پٽ دودي جو، جنهن جو ڦڙپوٽو سڪندر هو جيڪو هڪ سئو سال پوءِ شهيد ٿيو، سي ٻئي ڀائر ڄڻبا. ٻئي ڀاءُ گڏ ساڳئي شهر پارنتيج ۾ رهندڙ هئا، ڇاڪاڻ جو 'فتح مسجد' توڙي 'سڪندر جي درگاه' ٻئي ساڳئي شهر 'پارنتيج' ۾ ئي آهن. جئن ته 'فتح مسجد' تي نالو 'همو' جو آهي، انهيءَ مان ظاهر آهي ته 'همو' وڏو ڀاءُ هو ۽ محمد ننڍو ڀاءُ.

(٤) فتح مسجد جوڙائڻ واري سال سنه ٧٨٤ھ ۾، جڏهن سنڌ جي آخري سومري حڪمران همير جا ٻه ڀاءُ همون ۽ محمد گجرات ۾ زنده سلامت موجود هئا، تڏهن ئي جي سمن ڄامن مان ڄام ٻانڀڻيو ۽ ڄام تماچي ٻئي دهلي ۾ سلطان فيروز شاهه وٽ نظربند هئا، ۽ ڄام علاؤالدين جوڻو سنڌ جو حڪمران هو. هن صورت حال مان هڪ اهم تاريخي حقيقت روشن ٿئي ٿي، جنهن بابت هن کان اڳ وارا پيا بيان مختصر ۽ مبهم آهن. ايترو معلوم آهي ته سنڌ جي آخري سومري حڪمران همير پٽ دودي جي کي سلطان فيروز شاهه جي حمايت حاصل هئي، ۽ ان بابت ملتان جي گورنر عين‌الملڪ ماهرو ۽ خاص طرح گجرات جي گورنر اختيارالدين کي هدايتون ڏنل هيون.

۱۹۶۲-۱۹۶۵ع دوران جڏهن سمن حملو ڪري، همير سومري کي ماريو ۽ ڄام ٻانڀڻي ٺٽي ۾ پنهنجي خود مختيار حڪومت قائم ڪئي، تڏهن سلطان فيروز شاه سنه ۷۶۶ه/ ۱۳۶۵-۶۶ع ۾ ٺٽي تي چڙهائي ڪئي. پهرئين مقابلي دوران شاهي لشڪر ۾ رسد جي ڪمي ۽ گهوڙن ۾ بيماري سببان سلطان فيروزشاه ڪوچ ڪري گجرات طرف ويو، ۽ پوءِ وري ٻيهر چڙهي آيو. انهيءَ عرصي دوران شيخ الاسلام صدرالدين ملتاني ۽ اُچ جي بزرگ مخدوم جهانيان جهان گشت وچ ۾ پئي ڪن شرطن تي دهلي ۽ سنڌ جي وچ ۾ صلح ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي. عين الملڪ ماهرو جي خطن مان ائين لڳي ٿو ته صلح ڪونه ٿيو(۱). شايد ائين هجي ته فوري صلح ڪونه ٿيو، پر آخرڪار معاهدو ٿيو ۽ اهو غالباً انهن سفارشن جي بنياد تي ئي ٿيو، جيڪي هنن بزرگن ڪيون هيون. سما قبيلا اڪثر غوث صاحب جا مريد هئا، جنهن ڪري شيخ صدرالدين يقيني طور سمن جي حق ۾ ئي سفارش ڪئي هوندي.

جيتوڻيڪ اهي دليل قرين قياس آهن، مگر انهن لاءِ لکيت ۾ ڪا به ثابتي موجود ڪانه هئي. هنن ڪتبن مان همير جي پاٽرن جي زنده هئڻ جو ثبوت ملي ٿو، جن کي سلطان فيروزشاه طاقت جي زور تي همير جي گادي تي ويهاري سگهيو ٿي؛ مگر معاهدو ائين ٿيو ته سنڌ جا حڪمران سما رهندا، البت حڪومت ڄام جوڻي جي حوالي ڪئي ويئي جيڪو گورنر عين الملڪ جي خطن موجب، سلطان جي اطاعت جو خواهان ۽ شاهي فرمان مڃڻ لاءِ آماده هو. هوڏانهن سندس سرڪش ڀائٽيو ڄام ٻانڀڻيو خود مختاريءَ جو خواهان ۽ جنگ جوٽڻ لاءِ تيار هو، ۽ انهيءَ ڪري سلطان فيروزشاه کيس پاڻ سان دهلي وٺي ويو، جتي کيس نظربند ڪري رکيو ويو يا دربار سان وابسته ڪيو ويو، مگر سنڌ ڏانهن سندس واپسي تي بندش وڌي ويئي. همير جي پاٽرن کي جيتوڻيڪ سنڌ پاڻ واري گادي ڪانه ملي، مگر گجرات جي شهر (موجوده ضلعي سابرڪنٺا) 'پارنتيج' ۾ کين سلطان طرفان جاگير ڏيئي رهايو ويو. چئي نٿو سگهجي ته همير جو ڪو ٻيو پاءُ يا پٽ پويان سنڌ ۾ رهيو؛ سندس اهڙي وارث مان سمن کي خطرو ٿئي ها، ۽ هو کيس سلامت ڪين ڇڏين ها. جيڪڏهن همير جا ڪي پٽ يا ٻيا وارث هئا ته به في الحال سنڌ مان نڪري ويا. هنن ڪتبن مان پڪي ثابتي ملي ٿي ته همير جا ٻه پاٽ همون ۽ محمد، گجرات جي شهر پارنتيج ۾ گهر ڪري ويٺا، ۽ سنڌ ۾ سومرن جي حڪومت جي خاتمي کان سوا سؤ سال کن پوءِ سنه ۸۸۵ه (۱۴۸۰ع) تائين سندن اولاد اتي هو.

---

(۱) انشاي ماهرو، مطبوع شعبه تاريخ، مسلم يونيورسٽي عليگڙهه، ص ۱۷۷.

(۵) هنن ڪتبن ۾ ڄاڻايل نالن جي آڌار تي سنڌ ۾ سومرن جي آخري حڪمرانن ۽ سنڌن اولاد جو شجرو هن طرح قائم ڪري سگهجي ٿو:

دودو






ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

# مير علي شير "قانع" ٺٽوي

سنڌ جي عظيم مؤرخ مير علي شير قانع جا سنڌ جي رهاڪن تي ايترا ته احسان آهن، جو هو صدين تائين لاهي نه سگهندا. هي اهو مؤرخ آهي، جنهن سنڌ جي تواريخ کي صحيح نموني ۾ جيئرو رکيو ۽ اسان تائين پهچايو.

سنڌ جي سرزمين وقت به وقت جيڪي وڏا عالم، فاضل، بلند پايه شاعر، باڪمال مؤرخ ۽ اهل دل بزرگ پيدا ڪيا آهن، انهن جو مفصل احوال مير علي شير قانع اسان تائين پهچايو آهي. مير علي شير قانع "تحفة الڪرام" "مقالات الشعراء" ۽ "مڪلي نامه" ۾ سنڌ جي انهن باڪمال هستين جو احوال قلمبند نه ڪري ها، ته هوند اسان پنهنجي بزرگن جي حالات کان اڻواقف رهون ها، ۽ سنڌ جو اهو شاندار ماضي، جنهن تي اسان کي بجا طور فخر آهي، ان کان بيخبر هجون ها.

هن شيرازي سيد کي سرزمين سنڌ جي ٻلاري ٻوليءَ سان بي انتها پيار هو، جنهن جو ثبوت سندس تصانيف: "تحفة الڪرام" "مقالات الشعراء" ۽ "مڪلي نامه" ڪتاب آهن، جيڪي سنڌ جي سرزمين جي تاريخ ۽ ثقافت کي نکيڙي نروار ڪري اسان جي اڳيان آڻين ٿا، ۽ چٽيءَ طرح ٻڌائين ٿا ته سرزمين سنڌ علم جي کاڻ هئي، جنهن جي جواهرن جي جوت جي جلوي نه صرف سرزمين سنڌ کي منور ڪيو، پر پري پري تائين پنهنجي جمال جي جوت جو جلوو پهچايو.

مير علي شير قانع اهو محسوس ڪيو ته سنڌ جي وڏي ۾ وڏي خدمت اها آهي ته، انهن عظيم شخصيتن ۽ هستين جي ياد محفوظ ڪجي، ۽ سنڌ جي شهرن ۽ ڳوٺن، واهڻن ۽ وستين جي تواريخ ۽ جاگرافيائي حيثيت بيان ڪئي وڃي، جيئن پوئيان پنهنجي تواريخي روايتن کان واقف ٿين. انهيءَ ڪري هن نه فقط سنڌ جي سياسي تواريخ لکي، پر سنڌ جي شهرن ۽ ڳوٺن، واهڻن ۽ وستين، واهن ۽ درياهن تي به وس آهر، جيڪا معلومات ملي سگهيس، اها قلمبند ڪيائين. نه فقط ايترو، پر سنڌ جي مکيه شهرن جي عالمن ۽ فاضلن، بزرگن ۽ ولين، شاعرن ۽ سورهين تي به تفصيل سان لکيائين، ايتري قدر جو سنڌ جو ڪو به اهڙو ناليرو شهر نه ڇڏيائين، جنهن جي بزرگن ۽ اهم شخصيتن جو احوال پنهنجي تواريخ ۾ محفوظ نه ڪيائين.

هن جي آڏو سنڌ جي سرزمين جون پراڻيون حدون هيون، جنهن ۾ ملتان جو علائقو ۽ سبي جو ڀاڱو بہ اچي ٿي ويا. انهيءَ ڪري سنڌ جي شهرن ۽ بزرگن جو احوال ملتان کان شروع ڪيائين ۽ وچي منڪهي جي طوق تي دنگ ڪيائين.

مير علي‌شير قانع جو اهو وڏو ڪمال آهي جو هن اهو مواد گهر ويٺي هٿ ڪيو آهي. هن ان ڏس ۾ ڪي ڪشالا ڪيئي، اهي ماڳ ۽ مڪان ڏسي احوال قلمبند نہ ڪيو آهي، پر واسطيدار ماڻهن کان پڇا ڳاڇا ڪري احوال ۽ بيان قلمبند ڪيا آهن. ان ڳالهہ جو اعتراف هن "تحفة الڪرام" جي جلد ٽين جي ڀاڱي ٻئي جي منڍ ۾ ڪيو آهي. لکي ٿو:

"جنهن صورت ۾ هيءُ ٿورڙيءَ معلومات وارو (مصنف) اڪثر جاين جي ڏسڻ کان سواءِ غائبانہ، رڳو ڪتابن مان چونڊي يا زبانن کان ٻڌي، هن سلسلي جي تحرير ڪري ٿو، باوجود ڪ وس پڄندي، روايتن جي صحت ۾ ڪوبہ قصور ڪونہ ڪيو اٿس، تاهم جيڪڏهن بشري تقاضا موجب، جنهن سان سهو ۽ نسيان لازمي آهي، [ڪا غلطي ۽ ڪوتاهي ٿي ويئي هجي ۽] ڪنهن پياري کي وڌيڪ تحقيق جي توفيق ٿئي، تہ انهيءَ کي اصلاح لاءِ عرض آهي." (١)

ان جي باوجود سندس بيان ۽ احوال گهڻي ڀاڱي صحيح آهن، ۽ سنڌ جي تاريخ لاءِ اهم ۽ بنيادي ماخذ جي حيثيت رکن ٿا.

سنڌ جي هن باڪمال مؤرخ هڪ علمي خاندان ۾ اک کولي. سندس نسب جو سلسلو امير سيد فضل‌الله المحدث‌الحسيني الدشتڪي الشيرازيءَ تائين ملي ٿو. سندس خاندان جا سمورا بزرگ وڏا عالم ۽ فاضل ٿي گذريا آهن. مير صاحب پنهنجي بزرگن جو احوال "تحفة الڪرام" جي ٽين جلد ۾ قاضي سيد شڪر الله اول کان وٺي پاڻ تائين ڏنو آهي. فقط خاندان جي انهن فردن جو ذڪر ڪيو اٿس، جيڪي سنڌ ۾ وارو وچائي ويا. قاضي سيد شڪرالله، مرزا شاهہ حسن ارغون جي ڏينهن ۾ سنہ ٩٢٧هہ ۾ ٺٽي ۾ پهتو ۽ قضا جي عهدي تي سرفراز ٿيو.

مير صاحب پنهنجي ايراني بزرگن جو ذڪر پنهنجي ڪتاب "مقالات الشعراء" ۾ ڏنو آهي. سندس معلومات جا ماخذ "تاريخ حبيب السير"، "هفت اقليم" ۽ "مجالس المومنين" آهن.

مير صاحب جا وڏا اصل ۾ شيراز ۾ رهندا هئا. ان کان پوءِ ان خاندان جو بزرگ السيدالجليل امير اصيل‌الدين عبدالله، اٺين صدي هجريءَ ۾ شيراز مان لڏي اچي هرات ۾ ويٺو. ان خاندان جو بزرگ قاضي سيد شڪرالله شيرازي ولد سيد وجه‌الدين هرات کان قنڌار آيو ۽ اتان سيد شاه مبين، سيد ڪمال ۽ سيد عبدالله سان گڏجي سنہ ٩٢٧ هجريءَ ۾ ٺٽي ۾ پهتو. سندس سمورا بزرگ وڏا عالم ۽ فاضل هئا ۽ دين و ايمان جا روشن ڏيئا هئا، انهن جي وجود ٺٽي جي شهر کي علمي فيض رسايو. قاضي سيد شڪرالله جي نالي پٺيان ٺٽي ۾ شڪر الاهي

(١) "تحفة الڪرام" (سنڌي ترجمو) صفحو ٢٨٦.

ساداتن جو سلسلو شروع ٿيو، انهيءَ موتين جي مالها جو هڪ منور موتي مير علي شير قانع آهي. سندس علم جو درياءُ اڄ تائين جاري آهي: جنهن مان هينئر به سنڌ جي تاريخ جا پياسي پنهنجي اُڃ اُجهائين ٿا. هن سنڌ جي علمي فيض کي روشن ڪري پاڻ کي به لافاني بڻائي ڇڏيو. هينئر سنڌ جي تاريخ ۽ مير علي شير قانع لازم ۽ ملزوم آهن. جيستائين هن ڪائنات ۾ سنڌ جو وجود سلامت آهي، تيستائين هن بي مثل مؤرخ جو نالو به دائم ۽ قائم رهندو.

مير علي شير قانع سنه ۱۱۴۰هه مطابق سنه ۱۷۲۷ع ۾ تولد ٿيو. هي اهو زمانو هو، جڏهن سنڌ ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙو حڪومت ڪري رهيو هو. انهن ڏينهن ۾ ٺٽو علم جو هڪ عظيم مرڪز هو ۽ علمي اوج جي سلسلي ۾ قرطبه، دمشق ۽ بغداد سان ڪلهو هڻي رهيو هو. بي شمار مدرسا آباد هئا ۽ ڪي ئي ڪتبخانا علم جي پانڌيئڙن جي ڪشش جو سبب هئا. مير علي شير قانع جي ولادت کان ۳۰ سال اڳ هڪ انگريز سياح هيملٽن سنڌ ۾ آيو هو، جنهن جي بيان موجب ٺٽي ۾ ۴۰۰ وڏا مدرسا موجود هئا، جن کي اڄ جي مفهوم موجب ڪاليج چئي سگهجي ٿو. ان مان ٺٽي جي علمي فضيلت جو اندازو بخوبي لڳائي سگهجي ٿو. اهڙي علمي ماحول ۾ مير علي شير قانع جي تعليم ۽ تربيت ٿي. هن پنهنجي تحصيل علم جو تفصيل بيان نه ڪيو آهي، البته وچ وچ ۾ پنهنجي چند استادن جو احوال ڏنو اٿس، ان مان معلوم ٿئي ٿو ته هن ان زماني جي جيد عالمن کان تعليم حاصل ڪئي. هن ميان عبدالجليل جي فرزند ميان نعمت ۽ ميان محمد صادق جي مدرسن ۾ علم حاصل ڪيو. ان کان سواءِ هن آخوند محمد شفيع جو نالو به پنهنجي استادن ۾ ڳڻيو آهي، جنهن کان هن ابتدائي تعليم حاصل ڪئي. فارسيءَ جو شاعر آخوند ابوالحسن "بي تڪلف" به سندس استادن مان هو. مولوي مرزا جعفر شيرازي انهن ڏينهن ۾ سير ۽ تفريح جي خيال سان ٺٽي آيو ۽ ڪجهه وقت رهيو. مير صاحب ان بزرگ وٽ به وڃي ڪجهه پڙهيو.

مير صاحب جو خاندان شروع کان وٺي خوش حال ۽ فارغ البال رهيو. سيني حڪمرانن کان کين وظيفا، خلعتون ۽ انعام اڪرام ملندا رهيا. ميان نور محمد جي طرفان، مير علي شير قانع جي والد سيد عزت الله کي جڳت پور ۽ ڪرالي ۾ ڪي ڳوٺ جاگير طور مليا. ان کان سواءِ هن خاندان کي وقت بوقت ڪيترائي انعام اڪرام ملندا رهيا. اهي انعام اڪرام ٽالپرن جي زماني ۾ به کين ملندا رهيا. ان مان ظاهر ٿئي ٿو ته مير علي شير قانع فارغ البال زندگي گذاري. کيس معاشي مونجهاري جي ڪنهن به وقت تڪليف نه هئي. سندس سڄي زندگي ڪشادگيءَ ۽ عزت آبروءَ سان گذري. انهيءَ ڪري معاش جي فڪر کان بي پرواهه ٿي سڄي عمر لکندو رهيو. ننڍڙو ئي هو، جو ۱۲ سالن جي عمر ۾ قلم هٿ ۾ کنيائين ۽ ويندي وفات کان هڪ سال اڳ تائين لاڳيتو لکندو رهيو.

ڪلهوڙن جي زماني ۾ ميان غلام شاهه سندس صلاحيتون پرکي کيس پنهنجي خاندان جي تواريخ لکڻ لاءِ پاڻ وٽ خدا آباد گهرايو. مير صاحب جو تقرر تواريخ نويسيءَ جي عهدي

تي سنه ۱۱۲۵ھ مطابق سنه ۱۷۲۱ع ۾ ٿيو. هن فردوسيءَ جي "شاهنامي" جي طرز تي فارسي نثر ۾ ڪلهوڙن جي تواريخ متعلق لکڻ شروع ڪيو، پر معلوم ٿئي ٿو ته مير صاحب توري وقت ڪان پوءِ تتي موٽي آيو ۽ هيءُ پٺي ڪتاب مڪمل ڪري نه سگهيو. افسوس جو اهي ڪتاب لکجي نه سگهيا ورنه سنڌ جي تواريخ جو هڪ اهم ماخذ اڄ اسان جي آڏو هجي ها. ميان غلام شاهه جي دربار ڪان موٽي اچي مير صاحب سنه ۱۱۸۰ھ مطابق سنه ۱۷٦٦ع ۾ "تحفة الڪرام" لکڻ شروع ڪيو. ان ۾ ڪلهوڙن جو ذڪر مختصر نموني ۾ ڪيو اٿس ۽ ڄاڻايو اٿس ته ڪلهوڙن جي تواريخ بابت هو جدا ڪتاب لکندو، پر معلوم ٿئي ٿو ته هو اهو ڪتاب لکي نه سگهيو.

مير صاحب خدا آباد جي سفر ڪان سواءِ سنه ۱۱٦۰ھ مطابق سنه ۱۷۴۷ع ۾ "سورت" ويو، جتي مير سعد الله سورتي ۽ ان جي فرزند مير عبدالوالي "عزلت" سان سندس ملاقات ٿي. "تحفة الطاهرين" جي مصنف شيخ محمد اعظم ٺٽويءَ جي ملاقات به ساڻس سورت ۾ ٿي، جيڪو انهن ڏينهن ۾ سورت ۾ رهندو هو. ان ڪان سواءِ وٽ تـي پين به ڪيترن عالمن ۽ شاعرن سان سندس ملاقات ٿي. سورت بندر ڪان موٽڻ وقت "مفلس" شاعر به پيڙيءَ ۾ ساڻس همسفر هو، جيڪو سنڌ ڏانهن قلندر لال شهباز جي زيارت لاءِ اچي رهيو هو. انهيءَ سفر ڪان سواءِ مير صاحب پيو ڪيڏانهن به نه نڪتو، بلڪ سموريون مشغوليون ختم ڪري تصنيف ۽ تاليف جي ڪم ۾ رڌل رهيو. لکڻ سان گڏ ڪيس مطالعي جو به تمام گهڻو شوق هو. ان زماني ۾ ٺٽي ۾ تمام وڏا ڪتب خانا هئا، جن ۾ دنيا جا سمورا مشهور ڪتاب موجود هئا. خود مير صاحب وٽ به پنهنجو وڏو علمي ذخيرو هو. مير صاحب نه فقط پنهنجي علمي ڪتب خاني جا سمورا ڪتاب پڙهيا، پر پين عالمن جي ڪتب خانن مان به مستفيض ٿيندو رهيو.

فارسي نثر ۽ نظم ۾ مير صاحب ڪيترائي ڪتاب تصنيف ۽ تاليف ڪيا. هو نثر نويس، مؤرخ ۽ تذڪره نويس هجڻ سان گڏ، فارسيءَ جو بلند پايه شاعر به هو. هن ٻارهن ورهين جي عمر ۾ ان وقت شعر لکڻ شروع ڪيو، جڏهن اڃا مدرسن ۾ پڙهندو هو. انهيءَ ئي زماني ۾ آٺن هزارن شعرن تي مشتمل "ديوان" لکيائين، جيڪو پوءِ ضايع ڪري ڇڏيائين. پوءِ ڪجهه وقت شعر لکڻ ڪان خاموش رهيو. سنه ۱۱۵۵ھ ۾ وري ڪيس شعر لکڻ جو شوق جاڳيو ۽ ٺٽي جي مشهور شاعر مير حيدرالدين ڪامل کي شاعريءَ ۾ استاد ڪري قبوليائين، جنهن سندس تخلص "مظهري" رکيو، جنهن سان شاعريءَ جي نئين دور جو سال ۱۱۵۵ھ نڪري ٿو. مير صاحب ڪجهه وقت "مظهري" تخلص قائم رکيو، پر پوءِ "قانع" تخلص اختيار ڪيائين، جيڪو آخري عمر تائين سندس نالي سان شامل رهيو ۽ هينئر به سندس نالي جو لازمي جزُ معلوم ٿئي ٿو.

مير صاحب جيڪي ڪتاب تصنيف ۽ تاليف ڪيا، انهن جي صحيح تعداد جو پتو پئجي نه سگهيو آهي. البته جن ڪتابن جا نالا ملن ٿا، انهن جو تعداد پائيتاليهه آهي. ان ڪان سواءِ سندس

ڪيترائي ڪتاب نامڪمل رهجي ويا. ڪتاب "مقالات الشعراء" مان معلوم ٿئي ٿو تہ هن سنہ ١١٧۴هہ تائين ٽيهہ هزار بيت لکيا هئا. ٢٨ سال پوءِ بہ اهو سلسلو جاري رهيو. خبر نہ آهي تہ ان مان ڪيترو ذخيرو ضايع ٿي ويو آهي ۽ ڪيترو باقي بچيو آهي.

مير صاحب جو خاندان اهل تشيع ڏانهن مائل هو. مير صاحب جي ڪتابن "مختارنامہ"، "اعلان غم"، "زبدۃالمناقب" ۽ "منقبتن ۽ سلامن" جي ڪثرت مان بہ اهوئي اندازو ٿئي ٿو تہ مير صاحب بہ تشيع ڏانهن مائل هو. ليڪن هو وڏو فراخ دل، غير متعصب ۽ وسيع المشرب هو. ڪن جاين تي هن ٽن يارن جي تعريف بہ ڪئي آهي. سندس والد تہ نقشبندي طريقي ۾ بيعت ٿيل هو، جنهن جو ذڪر مير صاحب پنهنجي ڪتاب "طومار سلاسل گزيده" ۾ ڪيو آهي. ان ۾ ڄاڻايو اٿس تہ سندس والد مخدوم آدم جي ڏهٽي ميان محمد جو مريد هو، جيڪو ٺٽي جي مشهور بزرگ مخدوم ابوالقاسم نقشبنديءَ جو مريد هو. لُواري شريف درگاهہ جو باني سلطان الاولياءُ خواجہ محمد زمان قدس سره بہ ساڳئي بزرگ ميان محمد جو مريد هو. انهيءَ لحاظ کان مير عزت الله سندس پير ڀائي هو. انهيءَ کان سواءِ مير صاحب جي ناناڻن مان سيد رحمت الله عرف سيد منو بہ مخدوم ابوالقاسم نقشبنديءَ جو مريد هو. اهڙيءَ طرح سندس خاندان جا ٻيا فرد بہ نقشبندي سلسلي سان وابستہ هئا.

مير صاحب چوهٺ سالن جي عمر ۾ سنہ ١٢٠٣هہ مطابق سنہ ١٧٨٨ع ۾ وفات ڪئي. آخوند غلام محمد ٺٽويءَ "عليه الرضوان" مان سندس وفات جو سال ڪڍيو. کيس چار فرزند ٿيا: مير غلام علي "مائل"، غلام ولي الله، مير اميرعلي ۽ سيد ڪاظم.

مير صاحب جي جن پائيتاليهہ ڪتابن جا نالا ملن ٿا، انهن مان ڪن ڪتابن ۾ سندس شعر آهي، جهڙوڪ: مثنوي "قصہ ڪامروپ"، ديوان قال غم، ساقي نامہ، چهار منزله، اشعار متفرقہ در صنايع و تواريخ، مثنوي ختم السلوڪ، قصاب نامہ، غوثيہ، زينت الاخلاق، ميزان افڪار، مثنوي ڪان الجواهر، ديوان اشعار ۽ قصائد و منقبت.

مير صاحب سنڌ جي تواريخ ۽ بزرگن جي ذڪر متعلق جيڪي ڪتاب لکيا آهن، انهن مان "تحفة الڪرام"، "مقالات الشعراءِ"، "بوستان بهار" معروف بہ "مڪلي نامہ"، "تواريخ عباسيہ"، "طومارالسلاسل گزيده"، "شجره اطهر اهل بيت" ۽ "معيار سالڪان طريقت" قابل ذڪر آهن.

"مقالات الشعراءِ" ۾ سنڌ جي فارسي شاعرن جو تذڪرو آهي. هن ۾ انهن شاعرن کي بہ شامل ڪيو ويو آهي، جيڪي ٻاهران اچي سنڌ ۾ رهيا يا سنڌ مان لانگهائو ٿيا. سنڌ جي فارسي گو شاعرن تي هيءُ ڀرپور تذڪرو آهي. ان کان اڳ ۾ سنڌ جي فارسي شاعرن تي ڪو بہ تذڪرو نہ لکيو ويو هو. هيءُ تذڪرو محترم پير حسام الدين شاهہ راشدي صاحب ايڊٽ ڪيو آهي ۽ سنڌي ادبي بورڊ طرفان شايع ٿيو آهي.

"طومارالسلاسل گزيده" ۾ سنڌ جي بزرگن جي طريقت ۽ بيعت جو سلسلو بيان ڪيو ويو آهي ۽ "معيار سالڪان طريقت" ۾ سنڌ جي بزرگن ۽ صوفياءِ ڪرام جو مجمل ذڪر ڪيو ويو آهي.

”مڪلي نامہ“ ۾ مڪليءَ جي نظارن، مقبرن، ميلن ۽ ٽڪن جي رنگينين جو ذڪر نظم مقفع نثر ۾ ڪيو ويو آهي. هيءُ ڪتاب به محترم پير حسام الدين شاهه راشديءَ ايڊٽ ڪيو آهي ۽ سنڌي ادبي بورڊ جي طرفان شايع ٿيو آهي. هن ڪتاب ۾ بيان ڪيل بزرگن، عالمن، فاضلن، حڪمرانن، ماڳن ۽ مڪانن جا جيڪي نالا آيا آهن، محترم پير صاحب ان تي مفصل حاشيا لکيا آهن. انهيءَ لحاظ کان حواشي مڪلي نامہ سنڌ جي تواريخ جي سلسلي ۾ انسائيڪلوپيڊيا جي حيثيت رکي ٿي.

”تحفة الڪرام“:- مير علي شير قانع جو هيءُ مشهور ڪتاب ٽن ڀاڱن ۾ لکيل آهي. پهرين ٻن ڀاڱن ۾ دنيا جي ۽ اسلامي تواريخ بيان ٿيل آهي، اهي ٻئي ڀاڱا به ڏاڍا قيمتي آهن ۽ ضرورت آهي ته انهن جو اردو ۽ سنڌي ترجمو شايع ڪرايو وڃي. خاص طرح سان ٻيو ڀاڱو اسلامي تواريخ تي نهايت اهم ڪتاب جي حيثيت رکي ٿو. ٽين ڀاڱي ۾ سنڌ جي تواريخ بيان ٿيل آهي، جيڪا راءِ گهراڻي کان شروع ٿئي ٿي ۽ غلام شاهه ڪلهوڙي تي ختم ٿئي ٿي.

مير صاحب هي ڪتاب سنہ ١١٨٠ هہ ۾ لکڻ شروع ڪيو ۽ سنہ ١١٨١ هہ ۾ ختم ڪيائين. ان کان پوءِ ١١٨٨ هہ تائين ان ۾ اضافا ڪندو رهيو. ”تحفة الڪرام“ جو ٻيو ۽ ٽيون ڀاڱو سنہ ١٣٠٤ هہ ۾ بمبئيءَ مان هڪ جلد ۾ شايع ٿيو. ڇاپي ۾ گهڻيون غلطيون آهن ۽ هيئنر اهو ناياب به آهي. ان کان پوءِ سنڌي ادبي بورڊ جلد ٽين جو سنڌي ترجمو سنہ ١٩٥٧ع ۾ شايع ڪرايو. هي ترجمو مخدوم امير احمد صاحب جو ڪيل آهي. جيئن ته ڇاپي جي نسخي ۾ گهڻيون غلطيون هيون، انهيءَ ڪري فاضل مترجم، مير علي شير قانع جي هٿ اکري نسخي مان ان کي پيٽي، ان جو ترجمو ڪيو آهي. مير صاحب جو هٿ اکري لکيل نسخو لاهور ۾ ڊاڪٽر مولوي محمد شفيع مرحوم جي لائبريريءَ ۾ موجود آهي. ان نسخي جي بنياد تي پير حسام الدين راشدي ”تحفة الڪرام“ جو فارسي متن ايڊٽ ڪيو آهي، جنهن جو پهريون حصو ١٩٧١ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪيو آهي. ان فارسي ڇاپي ۾ پير حسام الدين راشدي صاحب نهايت قيمتي حاشيا لکيا آهن.

”تحفة الڪرام“ جلد ٽين جا وري ٻه ڀاڱا آهن. پهرين ڀاڱي ۾ سنڌ جي سياسي تواريخ مختصر طور بيان ڪئي وئي آهي. هن ڀاڱي لکڻ وقت مير صاحب آڏو هي ماخذ هئا: پهريون ”فتح نامہ سنڌ“ عرف ”چچ نامہ“، ٻيو ”منتخب التواريخ“، ٽيون ”تواريخ معصومي“، چوٿون ”بيگلارنامہ“ ۽ پنجون ”تواريخ طاهري“. هنن ڪتابن مان، سواءِ ”منتخب التواريخ“ جي ٻيا سمورا ڪتاب ڇپجي منظر عام تي آيا آهن، پر افسوس جو اڃان تائين ”منتخب التواريخ“ ڏانهن ڪنهن جو به ڌيان نہ ويو آهي. ”منتخب التواريخ“ سنڌ جي هڪ فاضل مؤرخ محمد يوسف جي لکيل آهي. مير معصوم هن ڪتاب تان وڏي مدد ورتي آهي.

مولانا ابوظفر ندويءَ جيڪا اردوءَ ۾ سنڌ جي تواريخ لکي آهي، ان به هن تواريخ تان گهڻي مدد ورتي آهي. مير قانع سومرن جي احوال کان سواءِ ٻين هنڌن تي به ”منتخب التواريخ“

جو نالو ڪنيو آهي، جهڙوڪ: مغل گورنرن جو احوال لکندي، هن ڪتاب جو نالو ڪنيو اٿس. "منتخب التواريخ" کان سواءِ مير طاهرمحمد نسيانيءَ جي ڪتاب "تواريخ طاهري" جا حوالا به آندا اٿس.

ترخان گهراڻي جو احوال لکندي به هن ڪتاب تان مدد ورتي اٿس. شروع ۾ حوالي طور مير طاهرمحمد جو نالو به ڪنيو اٿس. ڪن هنڌن جيڪڏهن انهن پنهي ڪتابن ۾ غلطي محسوس ڪئي اٿس ته انهن پنهي ڪتابن جا نالا ڪٺي تنقيد به ڪئي اٿس. ترخاني امير مير ابوالقاسم سلطان جو احوال لکندي ڄاڻايو اٿس ته "منتخب التواريخ" ۽ "تواريخ طاهري" واري غلطيءَ وچان "چنيسرنامہ" مير ابوالقاسم سلطان جي تصنيف ڄاڻائي آهي، حالانڪ اهو ڪتاب ادراڪي بيگلار جو منظوم ڪيل آهي ۽ مير ابوالقاسم سلطان ڏانهن منسوب ڪيل آهي. سندس چوڻ آهي ته هن "چنيسرنامہ" پاڻ ڏسي تصديق ڪئي ته اهو ڪتاب مير ابوالقاسم سلطان جو لکيل نه هو، پر ان ڏانهن منسوب ڪيل هو.

ان مان معلوم ٿيندو ته مير علي شير قانع تحقيق ۽ تدقيق، جستجو ۽ جدوجهد کان ڪم ورتو آهي. هن روايتن کي جيئن جو تيئن قبول نه ڪيو آهي، پر انهن کي پنهنجي وس آهر درايت جي ڪسوٽيءَ تي پرکڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس. اهوئي سبب آهي، جو مير صاحب جي بيان ڪيل سنڌ جي سياسي تواريخ جيتوڻيڪ مختصر آهي، پر ان جي باوجود جامع آهي ۽ گهڻي قدر غلطين کان پاڪ آهي. المختصر ته سنڌ جي تواريخ تي هيءُ ڪتاب اهم ۽ بنيادي ماخذ جي حيثيت رکي ٿو. خاص طرح سان ڪلهوڙن جي دؤر تي سندس معلومات نهايت قيمتي ۽ مستند ماخذ جي حيثيت رکي ٿي.

"تحفةالڪرام" جي ٽين ڀاڱي جو ٻيو حصو نهايت ئي قيمتي آهي. هن ۾ سنڌ جا مکيه شهر ۽ انهن جي مشهور ماڻهن جو احوال آيل آهي. شمس العلماءُ مرزا قليچ بيگ جي ڪتاب "قديم سنڌ، ان جا شهر ۽ ماڻهو" جو اهم ۽ بنيادي ماخذ تحفةالڪرام جو هيءُ ڀاڱو آهي. مير صاحب جيڪڏهن هيءَ خدمت سرانجام نه ڏئي ها ته اسان کي سنڌ جي مکيه شهرن جي تواريخ ۽ سنڌ جي مشاهير جي احوال متعلق معلومات ملي نه سگهي ها. هن ئي ڀاڱي ۾ پهريون ڀيرو شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جو احوال ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو احوال آيو آهي. اهوئي سبب آهي، جو شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي احوال جي سلسلي ۾ قديم ترين ماخذ "تحفةالڪرام" ليکيو وڃي ٿو.

سنڌ جي عالمن ۽ فاضلن جي احوال جي سلسلي ۾ هن ڪتاب کي انسائيڪلوپيڊيا جي حيثيت حاصل آهي ۽ اهوئي سبب آهي جو سنڌ تي لکندڙ مورخ جڏهن به ڪجهه لکي ٿو، تڏهن هن ڪتاب کي لازمي طور مطالعو ڪري ٿو. عالمن ۽ فاضلن جي احوال سان گڏ سنڌي زبان جي ڪيترن ئي شاعرن جو احوال به هن ڪتاب ۾ ملي ٿو، جي گمناميءَ جي گوشي ۾

لکي ويا هئا ۽ الهن جو ڪوبہ شعر محفوظ رهي نہ سگهيو آهي، جهڙوڪ: شيخ حماد جمالي، لوح هوٿياڻي، اسحاق آهنگر، راجو ستيو دل، درس علاؤالدين، سيد هارون، يوسف سهتو وغيره.

الهن خوبين جي باوجود ڪٿي ڪٿي تواريخ جي لحاظ کان اڻ لکيون اوڻايون بہ آهن ۽ احوال ۽ بيان ۾ بہ تشنگي محسوس ٿئي ٿي. ڪٿي سن ۽ ڪٿي نالا نہ آهن، تہ ڪٿي وري ضروري وضاحت ڪانهي. "مقالات‌الشعراء" ۾ بہ اهي ڳالهيون محسوس ڪيون وڃن ٿيون. هن تذڪري ۾ مير صاحب جي ذاتي پسند کي وڏو دخل آهي. ڪيترن بلند پايہ شاعرن تي ايترو نہ لکيو اٿس، جيترو لکڻ جو حق هو ۽ ڪيترن پنهنجي پسند يا تعلق وارن شاعرن تي ايترو گهڻو لکيو اٿس، جو طوالت پئي محسوس ٿئي. بهرحال مير صاحب اسان تي وڏو احسان ڪيو آهي، جو سنڌ جي تواريخ، جغرافيہ ۽ سنڌ جي مشاهير تي اهم ۽ قيمتي مواد قلمبند ڪري اسان تائين پهچايو اٿس. اهوئي سبب آهي، جو سنڌ جي تواريخ ۾ سندس ڪالو سونهري اکرن ۾ لکڻ لائق آهي.

(ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي ٿورن سان)



قريشي حامد علي خانائي

# ساهتي پرڳڻي جو تواريخي پس منظر

موجن ڀريو مهراڻ، سنڌ صوبي جي نواب شاه ضلعي جي گهڻي ڀاڱي کي آباد ڪري ٿو. هن ڀاڱي جي زمين گهڻي قدر سنئين سڌي آهي، ۽ آبهوا پڻ صحت بخش ۽ وڻندڙ آهي.




هن ضلعي جي اترئين حصي کي قديم زماني کان وٺي "ساهتي پرڳڻو" ڪري چوندا آهن. ساهتي پرڳڻي ۾ ڪنڊيارو، نوشهرو فيروز ۽ مورو تعلقا اچي وڃن ٿا، ۽ انهن ٽنهي تعلقن کي گڏي، "ساهتي پرڳڻو" ڪري سڏين ٿا (۱). قديم زماني کان وٺي، ان پرڳڻي ۾ "سهتا قوم ڪثرت سان آباد آهي، ۽ انهيءَ ڪري ئي هن ايراضيءَ کي "ساهتي" ڪري سڏيو ويو. ساهتي پرڳڻي تي ان نالي پوڻ متعلق پڻ مورخن ۾ مختلف رايا ۽ نظريا پئي رهيا آهن. مرحوم سيد مدد علي شاه صاحب لڪياري لکي ٿو ته:

"ساهتيءَ ۾ سهتا قوم قديم زماني کان وٺي آباد هئي. اهي اسلامي دور کان اڳ هندو ڌرم جا پوئلڳ هئا، مسلمانن جي دور ۾ هڪ مسلمان حاڪم (؟) آن تي

راضي ٿي جاگير انعام ڏنس... ساڳئي وقت ان مسلمان حاڪم چيس تہ آئـي گهوڙو ڊوڙاءِ، جنهن هنڌ گهوڙو ٿڪجي بيهي، اهو تنهنجي جاگير جو هنڌ ٿيندو. مڙس هو حريص ۽ لالچي، سو ونـي گهوڙو ڊوڙايائين. اٽڪل سٺ ميلن جي مفاصلي تي گهوڙو ڦانءِ تي ڪري پيو، پر تڏهين بہ هُو ان کي گهليندو رهيو. جنهن هنڌ اها گهل گهلان ٿـي، آن تي نالو ني "گهلپور" پئجي ويـو (٢). ان مفاصلي اندر سهتن جون سٺ جاگيرون هيون ۽ سندن لقب "جام" هو(٣).

مٿين روايت، تواريخي لحاظ کان ڏلد ڪٿا معلوم ٿئي ٿـي، ۽ ڏند ڪٿا ڪـي ڪابہ تواريخي حيثيت نہ هوندي آهي. تواريخ جي مطالعي مان اهو ثابت ٿئي ٿو، تہ قديم زماني ۾ "ساهتي پرڳڻو"، هڪ وڏي ايراضيءَ وارو پرڳڻو هو. ان اوائلي زماني ۾ هن پرڳڻي ۾ لاکا، سما، سهتا ۽ ٻيون بہ ڪيتريون ئي "سمات" قومون آباد هيون. انهن قومن جـون ڪيتريون ٻستيون هيون، جيڪي پنهنجي پنهنجي قومي سردارن جي نالن پوئتان سڏبيون هيون.

ان سلسلي ۾، اسان کي هڪ ٻي روايت ميان نيڪ محمد سهتي ذريعي ملي ٿي، جا ڪنهن حد تائين انهيءَ مسئلي تي روشني وجهي ٿي. هو لکي ٿو تہ:

"محمد بن قاسم جي سنڌ فتح ڪرڻ وقت، جوڌ پور رياست جو حاڪم مري ويو هو. سندس ٻن پٽن جي وچ ۾ تخت ۽ تاج لاءِ تڪرار ٿـي پيو. آخر گهڻيءَ ڇڪتاڻ کان پوءِ آنهن مان هڪ شهزاد و ڪامياب ٿيو، ۽ جوڌ پور جي تخت جو وارث بڻيو. آن شهزادي جي ڀاءُ جو نالو موڙاسنگ هو. اهو ڪاوڙجي، محمد بن قاسم وٽ دانهن کڻي آيو، تہ هو کيس جوڌ پور جو تخت وني ڏيڻ ۾ مدد ڪري. پر محمد بن قاسم، موڙاسنگ کي سنڌ ۾ رهڻ لاءِ جاگير ڏني، ۽ هُو پوءِ هميشه لاءِ سنڌ ۾ گهر ڪري ويهي رهيو. موڙاسنگ کي ست پٽ هئا، جن مان "سهتو" سندس چوٿون نمبر پٽ هو، ۽ آن مان "سهتا قـوم" سڏجڻ ۾ آئي. موڙاسنگ پٽ کي جاگير ۾ "ساهتي پرڳڻو" ڏنو. ساهتي نالو 'سهتا' قوم تان پيل آهي(٤).

ميان نيڪ محمد سهتو وڌيڪ لکي ٿـو تـہ: موڙاسنگ کي ست پُٽ هـي هئا: ڏارو، جنهن مان ڏاريجا قوم آهي ۽ روهڙيءَ جو مٿيون حصو سندن جاگير ۾ هو؛ شورو، جنهن مان شورا قوم آهي ۽ کين حيدرآباد جي طرف کان هيٺيون حصو جاگير ۾ مليو(٥). ڪونئرو، هن مان ڪونئريجا قوم آهي ۽ سڪرنڊ جي آسپاس وارو علائقو سندن جاگير ۾ هـو؛ سهتو، جنهن جي پوئتا سهتا قوم آهي ۽ ڪنڊيارو، نوشهروفيروز ۽ مورو تعلقا سندن جاگير ۾ هئا، ۽ جنهن علائقي کي "ساهتي" ڪري چوندا آهن؛ سگڻ، هن مان سگڻيجا قوم ٿي ۽ گنبٽ وارو علائقو سندن جاگير ۾ هو؛ آچڻ، جنهن مان آچڻ قوم آهي ۽ هيءُ ٻيءُ جو پيارو پُٽ هو ۽ هيءُ جي جاگير سنڀاليندو هو"(٦).

انهن مٿي بيان ڪيل ٻنهي روايتن ۾ تواريخ جي لحاظ کان ڪافي شڪ ۽ گمان پيدا ٿين ٿا. آهي روايتون مون کي سنڌ جي ڪنهن به تواريخ ۾ ڪٿي به ڏسڻ ۾ ڪونه ٿيون اچن. باقي انهن روايتن ۾ بيان ڪيل جن قومن جو ذڪر اچي ٿو، آهي قومون ۽ نشان پتا، ۽ سنڌن رهڻ جا هنڌ اڄ به قائم آهن. روايتن ۾ جنهن هندو شهزادي موڙا سنگ جو بيان اچي ٿو، اهو ممڪن آهي ته محمد بن قاسم کان اڳ ۾ ٿي گذريو هجي، ڇاڪاڻ ته محمد بن قاسم جي ڪاهه وقت سنڌ جي سهتن سواءِ ڪنهن جنگ ڪرڻ جي اطاعت قبول ڪئي هئي يا اُهن به ٿي سگهي ٿو ته محمد بن قاسم جي سنڌ فتح ڪرڻ وقت "لوهاڻي صوبي" ۾ ڪنهن به پرڳڻي جو جاگيردار هجي! ليڪن چچ نامي جي احوالن مان اهو صاف ظاهر ٿئي ٿو ته قديم زماني ۾ "ساهتي پرڳڻو" موجود هو.

مير علي شير قانع جي بيان مان ظاهر آهي ته سنڌ جا اصل اوائلي رهاڪو "سمات" قومن مان ليکجن ٿا. هُو تحفةالڪرام ۾ لکي ٿو ته: "ايوڌيا جي سورج بنسي گهراڻي کان سنڌ جي سمات قومن جو سلسلو شروع ٿئي ٿو(۷)". هن وقت به سنڌ ۾ سمات قوم جهجهي انداز ۾ آباد آهي. ڪن عالمن جو چوڻ آهي ته:

"سما اصل ۾ حضرت نوح جي پٽ "سام" جو اولاد آهن. سام کي چار پٽ هئا: بدها، سنگا، همهر ۽ پاڳوت. بدها کي سورهن پٽ هئا، جن مان سهتو به هڪ هو، جنهن کي "رانوڙ" به ڪري چون ٿا. "سهتا قوم"، بدها جي پُٽ "سهتي" جو اولاد آهن"(۸-۹).

اِنهن حقيقتن مان اهو صاف طرح سان ظاهر ٿئي ٿو ته "ساهتي پرڳڻي" تي اهو نالو "سهتا" قوم جي نالي پوئتان پيو. هيءُ پرڳڻو قديم هندو دور ۾ به موجود هو ۽ آن زماني ۾ "لوهاڻي" صوبي جو هڪ اهم ۽ مکيه پرڳڻو هو(۱۰).

## ساهتي پرڳڻي جي تواريخي حيثيت:

ساهتي پرڳڻي جي تواريخ پڻ قديم آهي. هيءُ پرڳڻو اوائلي دورکان وٺي علم، تهذيب ۽ تمدن جو اهم مرڪز هو. ساهتي پرڳڻي جو تواريخي احوال سنڌ جي ڪنهن به مورخ تفصيل سان بيان نه ڪيو آهي. هن پرڳڻي جو ماضي ڏاڍو شاندار هو. چچ نامي جي احوالن مان اهو معلوم ٿئي ٿو، ته قديم هندو دور ۾ ساهتي پرڳڻو موجود هو. لوهاڻو آن قديم هندو دور ۾ سنڌ جو هڪ صوبو هو، آن صوبي جو حاڪم راءِ گهراڻي جي زوال وقت "اکهم" هو. انهيءَ "لوهاڻي" صوبي ۾ لاکا، سما ۽ سهتا قوم جون قديم بستيون هيون. لوهاڻو صوبو مکيه ٽن ننڍن پرڳڻن ۾ ورهايل هو. جهڙوڪ: لاکات، لوهاڻو ۽ ساهتي وغيره (۱۱). هرهڪ پرڳڻي مٿان آن قوم جو سردار حڪومت ڪندو هو(۱۲). هن علائقي مان وهندڙ درياهه کي اڪثر ڪري "لوهاڻو درياهه" ڪري سڏيو ويندو هو. ڪن تواريخي واقعن جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ کان پوءِ ايترو معلوم ٿيو آهي ته ڪنهن سمي "هاڪڙو" درياهه جي هڪ شاخ جو وهڪرو ساهتيءَ مان هو، جنهن کي ساهتيءَ ۾ "لوهاڻو درياهه" به ڪري سڏيندا هئا. اهوئي درياهه ساهتي

پرڳڻي جو وچ ڏيندو، ڪوٽڙي ڪنبير، هالائي، بهلاڻي، کهيڙ ڳجو، ڀائي خان جي ٻَنڊ، هالا ۽ شهداد پور کان سهڻي ۽ ميهار جي قبرن جو وچ ڏيندو، رحمڪي بازار کان وڃي سمنڊ ۾ پوندو هو (١٣). ”راور“ وارو قديم رستو، جنهن کي ساهتيءَ ۾ اڪثر وڏيءَ عمر وارا ماڻهو انگريزن جي دور ۾ ”تار وارو رستو“ ڪري چوندا هئا (قومي شاهراهه)، اهو ساڳيو ”راءِ گهراڻي“ جي دور ۾ ساهتيءَ ۾ ”راور“ وارو رستو، لاڪاڻ ۽ لوهاڻي پرڳڻي ۾ ”اڳهم“ واري رستي جي نالي سان سڏبو هو. اهو رستو درياهه جي انهيءَ وهڪري سان گڏوگڏ لنگهندو هو. سنڌ تي جڏهن به ٻاهرين حاڪمن جا حملا ٿيندا هئا ته اهوئي ”راور“ وارو رستو ڏئي اچي سنڌ کي تهه و بالا ڪندا هئا. انهن احوالن مان صاف ظاهر ٿئي ٿو ته هاڪڙي درياهه جي هڪ شاخ روهڙيءَ کان وهندي هئي، جيڪا ”ساهتي پرڳڻي“ کي سيراب ڪندي هئي.

سنه ٧١١ع ۾ عربن سنڌ تي حملو ڪيو. ان وقت به سنڌ جو ساهتي پرڳڻو لوهاڻي صوبي جو هڪ حصو هو ۽ ان وقت سنڌ جي حاڪم راجا ڏاهر جي پاران ان تي هڪ هندو راجا راڄ ڪندو هو. محمد بن قاسم جڏهن سيوهڻ جو علائقو فتح ڪيو، تڏهن لوهاڻي صوبي جي حاڪم ”اڳهم“، جنهن جي هٿ هيٺ لاڪاڻ، لوهاڻو ۽ ساهتي پرڳڻا هئا، فرمان موڪلي، تابعداريءَ جي گهُر ڪئي (١٤). چچ نامي جي مطالعي مان اها ڳالهه پڻ واضح ٿئي ٿي ته محمد بن قاسم جي فوج لوهاڻي پرڳڻي کي فتح ڪرڻ کان پوءِ ان پرڳڻي جي ٻيءَ اهم سرڪار يعني ساهتيءَ طرف پيش قدمي ڪئي هئي. ساهتيءَ جي هندو حاڪم ۽ سهتا قوم جي سردارن سواءِ ڪنهن جنگ جي عربن جي فرمانبرداري قبول ڪئي هئي (١٥).

تواريخ معصومي ۽ تحفة الڪرام جي احوالن مان ظاهر ٿئي ٿو ته اڳئين زماني ۾ ”ڏيرو“، جنهن کي هن موجوده زماني ۾ دربيلو ڪري سڏين ٿا، هڪ جدا شهر هو ۽ ”دربيلو“ هڪ پرڳڻي جو نالو هو، پر پوءِ وقت گذرندي ”دربيلو“ ۽ ”ڏيرو“ ٻئي ساڳئي نالي سان سڏجڻ ۾ آيا. مير علي شير ”قانع“ لکي ٿو ته:

”سلطان ارام شاهه جي زماني ۾ سنڌ جي بادشاهيءَ جا چار صوبا هئا، جن مان اچ، ملتان ۽ ساريءَ سنڌ تي ناصرالدين قباچه جو فرمان جاري هو. سنڌ جا ست راڻا ملتان سرڪار جا ڏن ڀرو هئا (١٦). راڻو سهتو پونئر راڻوڙ (١٧). دربيلي تي راڄ ڪندو هو ۽ سندس گاديءَ جو هنڌ ”ڏيرو“ هو (١٨).

انهيءَ بيان مان اِنهيءَ ڳالهه جي وضاحت ٿئي ٿي ته قديم زماني ۾ دربيلي جي حاڪم جي هٿ هيٺ سمورو ساهتيءَ جو پرڳڻو هو. سنه ٤٠١هه مطابق ١٠١٠ع ۾ سلطان محمود غزنويءَ ملتان تي حملو ڪيو، ان وقت بکر سرڪار جو علائقو ملتان سرڪار جي تابع هو. محمود غزنويءَ (٤١٦هه مطابق ١٠٢٥ع) جي انهيءَ حملي وقت به غالباً ساهتيءَ جو پرڳڻو اصل حيثيت ۾ موجود هو ۽ ”ديرو“ ان جو تخت گاهه هو.

انهيءَ اوائلي وقت ۾ جيڪي بہ سنڌ تي آتر-اولهہ کان ڌاريان حاڪم ڪاهي ايندا هئا تہ سڀ کان پهرين سيوهڻ کان اچي حملو ڪندا هئا. گويا آن دؤر ۾ سيوهڻ ڌارين جي ڪاهن لاءِ سنڌ جو هڪ دروازو هو. سيوهڻ ساهتيءَ جي قديم شهر ۽ تختگاهہ دربيلي جي بلڪل سامهون هو، آن ڪري دشمن سولائيءَ سان هن علائقي ۾ اچي سگهندا هئا.

سمن، ارغونن ۽ ترخانن جي دور ۾ ساهتي پرڳڻي کي خاص طرح سان وڏي اهميت هئي. مرزا شاهہ بيگ جي وفات کان پوءِ مرزا شاهہ حسن سنڌ جي تخت جو وارث بڻيو. ڄام فيروز، مرزا شاهہ حسن جي خلاف بغاوت جو علم کڙو ڪيو ۽ ساڻس جنگ ڪئي، جنهن ۾ ڄام فيروز شڪست کاڌي ۽ گجرات جي طرف ڀڄي ويو. گجرات جي مظفر بہ بادشاهہ سندس لاءِ معقول وظيفو مقرر ڪيو. "لب تواريخ سنڌ" جو مصنف لکي ٿو تہ:

"انهيءَ فتح کان پوءِ مرزا شاهہ حسن هالڪنڊي ۽ سيوهڻ کان شڪار ڪندو اچي ساهتيءَ جي تختگاهہ دربيلي ۾ وارد ٿيو. آن موقعي تي خوش ٿي شاهہ حسن ارغون دربيلي جو علائقو (ساهتي) مير فرخ کي جاگير طور ڏنو ۽ پاڻ بکر طرف روانو ٿي ويو" (١٩).

دهليءَ جو مغل شهنشاهہ همايون، شيرشاهہ سوريءَ کان شڪست کائي، سنڌ ڏانهن ڀڄي نڪتو ۽ سنڌ اندر رلندو، ڀٽڪندو اچي بکر کان نڪتو ۽ آتان ڪوچ ڪري سيوهڻ ۾ اچي سهڙيو. ان زماني ۾ سنڌ جو حاڪم شاهہ حسن ارغون هو. هُن سنڌ جي سيني درياهي پتڻن جي ملاحن کي حڪم ڏنو هو تہ ڪوبہ معزول شهنشاهہ کي درياهہ پار ڪرڻ لاءِ ٻيڙي نہ ڏئي، همايون، سيوهڻ کان موٽندي دربيلي کان درياهہ پار ڪرڻ تي گهريو. ان وقت سنڌيءَ جي وڏي عالم ۽ درويش مخدوم نوح رحہ ميربحرن کي ٻيڙين ڏيڻ لاءِ چيو هو، ۽ همايون سنڌو درياهہ پار ڪري، ساهتيءَ جي علائقي ۾ داخل ٿيو ۽ ان زماني ۾ دربيلي جي هڪ بااثر رئيس ارباب دائود بن عمر شاهہ سهتي وٽ اچي ڏاهو ڪيو. هن بادشاهہ جو گهڻو آدرڀاءُ ڪيو(٢٠). "لب تواريخ سنڌ" واري انهيءَ سلسلي ۾ "تواريخ طاهري" جي حوالي سان همايون بادشاهہ جو هڪ خط نقل ڪيو آهي، جنهن ۾ انهيءَ سهتي سردار جو ذڪر ڪيو اٿس (٢١).

مرزا شاهہ حسن ارغون، ٢٢ ربيع الاول سن ٩٦٢هہ/١٥٥٠ع ۾ ڳوٺ علي پوٽي ۾ بنا اولاد وفات ڪئي ۽ سنڌ جي سلطنت مرزا عيسيٰ ترخان ۽ سلطان محمود بکريءَ جي وچ ۾ ٿيل معاهدي موجب ٻن حصن ۾ ورهائجي ويئي. سمنڊ کان وٺي لکيءَ جي جبلن تائين ملڪ جو ڀاڱو مرزا عيسيٰ ترخان جي حصي ۾ آيو ۽ سيوهڻ کان آباوڙي تائين سنڌ جو ڀاڱو سلطان محمود بن امير افضل ڪوڪلتاش جي قبضي ۾ آيو. پوري هڪ سال گذرڻ کان پوءِ ارغون اميرن جي سازش ڪري سلطان محمود بکريءَ ۽ مرزا عيسيٰ ترخان جي وچ ۾ اختلاف پيدا ٿي پيا، ۽ نوبت جنگ تائين وڃي پهتي. سلطان محمود خان سيوهڻ جي قلعي جو محاصرو ڪيو ۽ انهيءَ

تي مرزا عيسيٰ ترخان بہ پنهنجي فوج وٺي اچي سندس ساٿ ڏنو. تواريخ معصوميءَ وارو صاحب لکي ٿو تہ مرزا عيسيٰ ترخان پنهنجي فوجي ڇانوڻي دربيلي ۾ اچي قائم ڪئي؛ جو سامهون هو(٢٢). ساهتيءَ جي سهتن سردارن اِن جنگ ۾ مرزا جي ڏاڍي مدد ڪئي هئي.

مرزا عيسيٰ جي وفات کان پوءِ سندس وڏو پُٽ مرزا محمد باقي سلطنت جي گاديءَ تي ويٺو. مرزا محمد باقيءَ تيرهن سالن جي ظلم ۽ ستم جي حڪومت ڪندي، سن ٩٩٣ھ ۾ هڪ رات پاڻ کي گهات ڪيو. کانئس پوءِ سنڌ جي گاديءَ تي مرزا جاني بيگ ويٺو. اُنهيءَ زماني ۾ مغل شهنشاه اڪبر جي سپہ سالار عبدالرحيم خان خانان سنڌ تي حملو ڪيو. سن ٩٩٨ھ/١٥٩١ع ۾ خان خانان ٺٽي ويندي، ساهتيءَ جي علائقي مان لنگهندي اچي دربيلي ۾ رهيو. دربيلي جي وڏي جيد عالم مخدوم محمد عثمان کان سنڌ جي فتح جي دُعا گهرايائين. سنڌ جي فتح کان پوءِ اڪبر بادشاهہ ”ساهتيءَ جو پرڳڻو“ مير معصوم کي جاگير طور ڏنو هو(٢٣). مورخ سنڌ سيد حسام الدين راشدي صاحب لکي ٿو تہ ”جنهن سال (٩٩٥ھ) خان خانان کي بکر جو علائقو مليو، انهيءَ سال مير معصوم جيڪو ٻن سالن پڄاڻان بادشاهہ کان موڪل وٺي واپس وطن ٿي ويو، تنهن بکر جي صوبي مان دربيلي (ساهتيءَ) جو علائقو بطور جاگير ڏنو“(٢٤).

مغلن جي دور حڪومت ۾ پڻ ساهتي پرڳڻو بکر سرڪار جي ماتحت هو، ۽ گويا هيءُ سمورو علائقو اُنهيءَ ۾ شامل هو. علامہ ابوالفضل ”آئين اڪبري“ ۾ دربيلي پرڳڻي (ساهتي) جي ايراضي ١٢١١٣٩ چورس ميل ڏيکاري ٿو. ساهتي پرڳڻي جي تحفظ ۽ بچاءَ لاءِ ٻہ سؤ سوار ۽ پنج سؤ سپاهي فوج جا هوندا هئا. هن پرڳڻي جي حيثيت محالڪاري واري هئي(٢٥). ڪلهوڙن جي اوائلي دور تائين هن پرڳڻي جي حالت ساڳي رهي ۽ هيءُ پرڳڻو هر لحاظ کان وڏي عروج تي هو.

ميان شاهل محمد ڪلهوڙي جي شهادت کان پوءِ سن ١٦٥٧ع ۾ ميان صاحب جو پائيتيو نصير محمد گادي نشين ٿيو، ۽ هن پنهنجي زماني ۾ وڏو عروج حاصل ڪيو. اُن وقت جي بکر جي مغل گورنر کي ميان صاحب جي وڌندڙ طاقت وڏو فتنو نظر آئي، ۽ هن مختلف طريقن سان سازشون ڪري، ميان کي قيد ڪري اورنگزيب ڏانهن موڪلي ڏنو. نيٺ ڪنهن طريقي سان ميان نصير محمد دهليءَ جي قيد مان ڀڄي سنڌ ۾ آيو. مرحوم مرزا قليچ بيگ لکي ٿو تہ ميان نصير محمد ڪلهوڙي اورنگزيب بادشاهہ جي زماني ۾ (سن ١٠٦٩ھ/١٦٨٣ع ساهتيءَ جو پرڳڻو هٿ ڪيو، ۽ هن علائقي جو فتح ڪندڙ سندس خليفو وارڻ هو، جنهن نوشهري فيروز جو شهر ٻڌو، جنهن جو وجود اڃا تائين قائم آهي“(٢٦).

سن ١١٦٨ھ/١٧٥٥ع ۾ احمد شاهہ ابداليءَ سنڌ تي حملو ڪيو ۽ ساهتيءَ جي علائقي مان سندس فوجون ڦرلٽ ڪنديون اچي نوشهري فيروز پهتيون. ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي ٻاران

ديوان گدومل سفير تي بادشاهه وٽ ويو هو. ڪلهوڙن جي دور حڪومت ۾ ساهتيءَ جو پرڳڻو ٻن حصن ۾ ورهايل هو. ساهتيءَ جو اتر وارو حصو، جو ڪنڊيارو پرڳڻو سڏيو ٿي ۽ ٻيو ڏاکڻو حصو جنهن ۾ نوشهري فيروز ۽ سوري جو حصو ٿي آيو: ان کي "نوشهرو پرڳڻو" ڪري چوندا هئا. ميان نورمحمدخان ڪلهوڙي ڪنڊياري جو پرڳڻو پنهنجي پاءُ محمدخان ڪلهوڙي کي جاگير ۾ ڏنو هو(٢٧). نادرشاهه افشار پنهنجي سنڌ واري حملي وقت لاڙڪاڻي کان ٿيندو، ساهتيءَ جي شهر نوشهري فيروز ۾ اچي منزل انداز ٿيو، جتان ميان نورمحمد ڪلهوڙي جو پيڇو ڪندي اچي شهداد پور پهتو. "مرآة دولت عباسيه" جو قول آهي ته خيرو انوال لوشهري فيروز ۾ سموري ساهتيءَ پرڳڻي جو منتظم هو. ساڳيو مصنف لکي ٿو ته: دائود پوٽن نوشهري فيروز ۽ ڪاهيءَ تي حملو ڪيو، پر ميان يارمحمد انهن ٻنهي شهرن کي وري واپس ورتو(٢٨).

ميان نورمحمد جي وفات کان پوءِ سندس پٽ ميان محمد مراد ياب خان گاديءَ تي ويٺو. سن ١١٧١هه/١٧٥٨ع ۾ ميان عطرخان گادي نشين ٿيو ۽ سندس پاءُ ميان يارمحمدخان نوشهري فيروز ۾ وڃي رهيو. سن ١١٧٢هه/١٧٥٩ع ۾ ميان غلامشاهه ۽ ميان عطرخان جي وچ ۾ ٿيل ورهاڱي موجب ساهتيءَ جو علائقو ميان عطرخان کي حصي ۾ مليو. پر جلد ئي احمد يارخان ۽ عطرخان جي وچ ۾ تڪرار ٿي پيو. انهيءَ تي ميان غلامشاهه فوج وٺي ڪاهي آيو ۽ عطرخان شاهي حملي جو تاب نه جهلي ڀڄي ويو ۽ ساهتيءَ جو پرڳڻو ميان غلامشاهه جي قبضي ۾ آيو.

ميان غلامشاهه جي وفات کان پوءِ سندس پٽ ميان سرفرازخان سنڌ جو حاڪم ٿيو. سندس ناعاقبت انديشيءَ ڪري سنڌ جي سرزمين جي مٿان ڏاڍيون آفتون آيون ۽ سنڌڙيءَ پنهنجن جي هٿان ڪافي تڪليفون ۽ مشڪلاتون سٺيون. ميان صاحب پنهنجن نااهل مشيرن ۽ صلاحڪارن جي چوڻ تي وقت جي بااثر مير بهرامخان سان چڱا ڀير نه ڪيا، جنهن جي نتيجي ۾ پاڻ خود زماني جي ليرلڪين ۽ ستمظريفين جو شڪار ٿي، قيدي بڻيو ۽ ميان عبدالنبي ڪلهوڙي جي هٿان پاڻ حيدرآباد جي قلعي ۾ قتل ٿيو. اهڙيءَ طرح سان ميان عبدالنبي ڪلهوڙي تخت ۽ تاج جي هوَس ۾ پنهنجن جي خون سان هٿ ڳاڙها ڪيا، پر ميان صاحب کي بہ سنڌ جو تخت گهڻو وقت نصيب نہ ٿيو. پاڻ هڪ عياش ۽ عيار حاڪم هو. سندس غلط سياسي سوچ سبب ئي سنڌ کي هڪ ظالم، بيرحم ۽ ڪنوردل انسان جي ظلم جو شڪار ٿيڻو پيو. سن ١٧٨١ع ۾ قندار مان مددخان پناڻ کي سنڌ مٿان چاڙهي آيو. مددخان پناڻ سنڌ ۾ ڦرلٽ، باهين ۽ غارتگريءَ جي بازار گرم ڪري ڇڏي. شهر، ڳوٺ، واهڻ، وسنديون ۽ وستيون سڀ اجاڙي، برباد ۽ تباهه ڪري ڇڏيائين. ساهتيءَ جو سمورو وسندڙ علائقو سندس ظلمن جو شڪار بڻيو. ساهتيءَ جي وسندڙ ۽ علمي شهرن جي سونهن ۽ سوڀيا لٽجي ۽ اجهامي وئي. شهرن جا شهر ۽ انهن جي آسپاس ٻٽ ۽ ڊڙپالڪ ٿي ويا. هڪ شاعر اِن واقعي جو اظهار هن طرح ڪيو آهي: "اي داد از ظالم بي داديءَ منحوس" (سن ١١٩١هه).

محراب خان جتوئي، ساهتيءَ ۾ جتوئي قبيلي جو سردار هو. سن ۱۱۸۹ هه ۾ ميان سرفرازخان کان پوءِ بادشاهه گرديءَ جو دور شروع ٿيو. آن وقت مير فتح علي خان ميان صاحب جي پاءُ محمود خان کي گاديءَ تي ويهاريو. محراب خان جتوئي، محمود خان جو وزير بڻيو. محراب خان جتوئيءَ کي ساهتيءَ جو پرڳڻو جاگير ۾ ڏنو ويو ۽ هُن هالا ٿيءَ کي ساهتيءَ علائقي جو صدر مقام مقرر ڪيو. هالا ٿي کان اپرندي طرف محراب خان جتوئيءَ هڪ پيو لئون ڳوٺ بڏايو، جو محرابپور ڳ جي نالي سان سڏجي ٿو(۲۹). محراب خان جتوئي ميرن سان وڙهيو ۽ لاڻياريءَ جي ويڙهه ۾ شڪست کاڌائين. مددخان پٺاڻ جي حملي وقت چالڪ جي پل وٽ لڙائيءَ ۾ قتل ٿي ويو. انهيءَ وقت هالا ٿيءَ ۾ ڏاڏو جتوئي سندس پاران نائب هو(۳۰).

ڪلهوڙن حاڪمن جي خانه جنگيءَ ۽ اڌ نگيءَ هلت ڪري، ٽالپرن ۽ سندن وچ ۾ سن ۱۷۸۲ع ۾ هالا ٿيءَ جي ميدان تي جنگ لڳي، جنهن ۾ ميان عبدالنبي ڪلهوڙو شڪست کائي ڀڄي ويو ۽ سنڌ، ٽالپرن جي صاحبيءَ ۾ آئي. هالا ٿيءَ جي لڙائيءَ کان پوءِ ٽالپرن سنڌ پاڻ ۾ ورهائي حصا ڪري ڪنئي. اتر سنڌ جو وسيع علائقو خيرپور جي مير سهراب خان کي حصي ۾ آيو، جنهن ۾ ساهتيءَ جو پرڳڻو نوشهري فيروز تائين اچي ٿي ويو. مير سهراب خان (المتوفي سن ۱۲۴۶ هه) جي وفات کان پوءِ سندس خاندان ۾ تخت لاءِ ويڙهه لڳي، جنهن ۾ مير علي مراد خان انگريزن جي شهه تي ڪامياب ٿيو. مير صاحب جي دور ۾ به ساهتيءَ جو ڪافي حصو سندس رياست ۾ شامل هو.

انگريزن جي دور حڪومت ۾ جڏهن برٽش سرڪار رياست مان ريلوي لائين وجائي تڏهن ڪن شرطن تحت ساهتيءَ وارو اهو ساڳيو علائقو برٽش سرڪار جي حوالي ڪيو ويو. سنڌ جي سرزمين جو هي پرڳڻو ڪيترين ئي خاصيتن ۽ خوبين سان مالا مال آهي، مگر هن خطي جون آهي خوبيون ۽ خاصيتون هميشه لڪل ۽ پوشيده رهيون آهن. ساهتيءَ ۾ ڪيتريون قومون آباد آهن، جي هن وقت ٻين نالن سان سڏجن ٿيون. سنڌ جي ٻين علائقن کان هيءُ ساهتيءَ جو خطو گهاٽو وسايل آهي. هتان جي ماڻهن جا رسم و رواج، رهڻ ڪرڻ جا طور طريقا ۽ ڳالهائڻ جو لهجو هڪ مخصوص نوعيت وارا آهن.

ساهتي پرڳڻي جا رهاڪو قديم دور کان وٺي علم ۽ فضل جي عظيم دولت سان سرفراز رهيا آهن. ساهتيءَ جو اهو علائقو آهي، جتي عربن جا قدم عربي فتوحات وقت پهتا ۽ ان کان پوءِ هن ساري علائقي ۾ وک وک تي درسگاهون ۽ خانقاهون هيون، جن جو علمي فيض ڪيترين صدين تائين روان دوان رهيو.

انگريزن جي دور حڪومت ۾ سنڌي نثر جي باقاعدي شروعات ٿي. سنڌي ٻوليءَ جي نثر لاءِ "ساهتي پرڳڻي" جي "سنڌي لهجي" کي سرڪاري طرح "معياري لهجو" مقرر ڪيو ويو. جو اڄ سوڌو نصابي ڪتابن ۾ رائج آهي ۽ اهو ئي لهجو "ادبي ٻوليءَ" جو درجو وٺي ٿو.

## اشارا ۽ واڌارا

(۱) مير علي شير قانع ٺٽوي، تحفة الڪرام ج ۳ (سنڌي ترجمو) فوٽ نوٽ.

(۲) اهو "ڪهلپور" جو شهر اڄ تائين تعلقي ڪمبٽ، ضلعي خيرپور ۾ واقع آهي.

(۳) سيد مددعلي شاهه، مضمون "هالائي" رسالو نئين زندگي ڪراچي، ماهه فيبروري ۱۹۵۷ع ص ۱۷.

(۴) ميان نيڪ محمد سهتي جي "تاريخ قوم سهتا" فارسيءَ ۾ قلمي صورت ۾ مرحوم قاضي نوراللهٰ ٻهلائيءَ واري جي ڪتبخاني ۾ ڏسڻ ۾ آئي. هن جو نقل ڪندڙ به قاضي صاحب خود آهي. ڪتابت جو سن وغيره ڄاڻايل نه آهي. ان ساڳيءَ تواريخ جو حوالو جناب ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي پڻ هڪ مضمون ۾ ڏنو آهي.

(۵) شورا قوم اڄ به موجود آهي، ۽ "ڄامشورو" سندن يادگار آهي.

(۶) ٻيءَ جي مرڻ کان پوءِ پاڻرن ڪانش سموري زمين ٻيءَ واري کسي ورتي، ان تي هڪ سگهڙ چيو آهي ته:

آڇڻ ٿيو اڳاڻ، جو پٽونءِ نه آيس هٿ ۾.

(۷) مير علي شير "قانع" ٺٽوي، تحفة الڪرام، جلد ۳ (سنڌي ترجمو) ص ۱۴۷.

(۸) مرزا قليچ بيگ، "سنڌ جا قديم ماڻهو ۽ شهر"، سنڌي ادبي بورڊ، ص ۳۹۴.

(۹) مرحوم علي محمد سيال، "سماٽ قوم جو اصل نسل"، ساهي مهراڻ ۱-۲، سال ۱۹۶۶ع.

(۱۰) ميان رحمة اللهٰ سهتو، ويجهڙائيءَ جي دؤر ۾ هڪ بلند پايه شاعر ۽ ذهين طبع شخص ٿي گذريو آهي. هن سهتا قوم تي ڪافي ڪجهه لکيو آهي. سهتا قوم ڪي ساهتيءَ طرف ونڊير، سڏو پوٽا ۽ مُلان فقير به ڪري چوندا آهن. مگٿيجا قوم، سهتن جي شاخ آهي. هن قوم جو چڱو مڙس ماڻهن کان وليدبون (مقرر حصو) وٺندو هو، ان ڪري ونڊير سڏبا آهن. الهيءَ قوم مان چام آهيو هڪ جاگيردار ٿي گذريو آهي. سندس ٺهرايل مسجد اڄ به هنگورجن ۾ قائم آهي. ساهتيءَ ۾ پهاڪو ڏيندا آهن ته "ائين ويو چڻ چام آهيو ويو."

(۱۱) موجوده نوابشاهه ضلعي جا ٽي تعلقا: ڪنڊيارو، نوشهرو فيروز ۽ مورو ساهتيءَ ۾ هئا. لاڪاڻ ۾ هالا ۽ حيدرآباد تعلقن جا ڪجهه حصا اچي ٿي ويا. لوهاڻي ۾ شهداد پور ۽ سنجهوري تعلقي جي ايراضي شامل هئي.

(۱۲) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، چچنامو، تعليقات ص ۲۰۴.

(۱۳) مولائي شيدائي صاحب "هاڪڙي" جي باري ۾ لکي ٿو ته "سري ۾ الور بس هاڪڙي جي شاخ تي الهندي ڪپ تي واقع هو. هتان هاڪڙو ٽر ڏي ويندي، ڪيترن ئي شاخن ۾ ورهائجي ويندو هو. ڪي شاخون هاڻوڪي مهراڻ ۾ وڃي پونديون هيون. هالڪنڊي، برهمڻ آباد، نيرون ڪوٽ ۽ منصوره جا قديم شهر ان تي آباد هئا. ("هاڪڙو ۽ ان جو وهڪرو"

مهراڻ اخبار جو خاص نمبر نومبر ١٩٥٨ع ص ٢٠)، هن وقت سم جي پيدا ٿيڻ ڪري الهيءَ درياهه جا ٿتل نشان ظاهر ٿي پيا آهن.

(١٤) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، چچنامو ص ٣٣٥. اعجازالحق قدوسي، "تواريخ سنڌ" (اردو) جلد اول، ص ٢٦.

(١٥) چچنامو (سنڌي) ص ٥٥.

(١٦) ناصرالدين قباچه جي دؤر ۾ سنڌ جون ست رياستون هن ريت هيون: ١- درٻيلو، ٢- روهڙي، ٣- ماڻڪ تارو، ٤- سيوي، ٥- پاڳناڙي، ٦- همه ڪوٽ ۽ ٧- برهمڻ آباد (مولائي شيدائي "جنة السنڌ" ص ٢٥٢).

(١٧) اوائلي زماني ۾ "ڏيري" کي "ديرو" به ڪري چوندا هئا ("لُب تواريخ سنڌ" فارسي ص ٣٦).

(١٨) مولائي شيدائي، "تواريخ تمدن سنڌ"، ص ٢٢٠.

(١٩) لب تواريخ سنڌ، ص ٦٧-٦٦.

(٢٠) قاضي عبدالخالق، "ساهتيءَ جا قديم علمي مرڪز" (قلمي) سال ١٤٨١ع.

(٢١) لب تواريخ سنڌ (ف) ص ٦٥.

تواريخ طاهريءَ جو مصنف مير طاهرمحمد بن سيد حسين نئوي هو. 'لب تواريخ سنڌ' جي مصنف ارباب دائود بن عمرشاهه سهتو ڪري ڄاڻايو آهي. اصل ۾ اهي ٻئي جدا شخصيتون آهن. ارباب دائود سهتو آهي ۽ عمرشاهه سندس پيءُ ٿئي. ارباب دائود سهتو، تواريخ طاهريءَ جي مصنف جو مامو ۽ عمرشاهه نانو ٿئي. تواريخ طاهري ۽ سندس مصنف جي باري ۾ سرايلئٽ لکي ٿو ته "تواريخ طاهريءَ جو مصنف مير طاهرمحمد ولد سيد حسين اصل ننگرٺي جو رهاڪو هو. ارغونن ۽ ترخانن جي دؤر ۾ سندس خاندان هلنديءَ وارو هو. ننگرٺي ۾ اچي، مولانا اسحاق وٽ تعليم ورتي هئائين. طاهرمحمد جو نانو عمرشاهه ۽ سندس مامو دائود سهتو، درٻيلي جي پرڳڻي جا وڏا ناليرا سردار هئا. همايون جڏهن هندستان مان ڀڄي، سنڌ ۾ آيو هو، ته درٻيلي ۾ قيام وقت عمرشاهه سهتي سندس گهڻي مدد ڪئي. همايون خوش ٿي، ڪيس پروانو لکي ڏنو ته جڏهن آءٌ وري بادشاهه ٿيس ته درٻيلي جو سارو علائقو تنهنجي حوالي ڪندس. بکر جي نواب محمدخان اَن تان ناراض ٿي، پنهي سهتن سردارن کي مارائي ڇڏيو. عمرشاهه کي جيئرو ڪل ۾ سبائي، بکر جي قلعي تان درياهه ۾ اڇلرايو، ۽ دائود جي ڪل لهرائي ڀُسهه سان ڀرائي مرزا شاهه حسن ارغون ڏانهن نئي موڪلي. اهڙي ظلم سبب سهتن جو باقي خاندان، پنهنجي وطن سنڌ مان لڏي، احمدآباد وڃي مقيم ٿيو. طاهرمحمد پنهنجيءَ تواريخ ۾ عمرشاهه کي "ڄام" جي لقب سان ياد ڪيو آهي. ڪجهه وارا ڄام آنهن سهتن جو اولاد آهن. طاهرمحمد، پنهنجي حياتيءَ جو ڪافي وقت پنهنجي ناناڻي ملڪ ساهتيءَ جي شهر درٻيلي ۾ گذاريو. ڪيس سنڌ جو "حاجي بابا" ڪري چوندا هئا. پاڻ "نسياني" جي نالي سان سڏبو آهي. هن سنڌ جي

## ڊاڪٽر نواز علي "شوق"

# فقير هدايت علي "تارڪ" جا لکيل ڪتاب

فقير هدايت علي نجفي تارڪ جا وڏا محمد بن قاسم جي ھوندن دؤر ۾ سنڌ ۾ آيا. لعلوراڻڪ ڳوٺ ۾ اچڻ کان اڳ سنڌ ون وڏا هنگورجا، ضلعي خيرپور ۾ رهندا هُئا. تارڪ فقير جو والد ميان الهداد عرف تراب علي فقير وقت جو هڪ عالم ۽ اهل دل صوفي بزرگ هو.

تارڪ فقير جو جنم ٢٥ صفر ١٣١٢هه مطابق ١٨٩٤ع خميس ڏينهن ٿيو. ابتدائي تعليم پنهنجي والد بزرگوار کان حاصل ڪيائين. ان کان پوءِ مدرسي نوڙهي شريف پيچوها ۾ تعليم حاصل ڪيائين. فارسي تعليم مدرسه دارالعلوم شهر ڪنديو، تعلقي وارهه ۾ مولانا عبدالعزيز خارالي ۽ کان حاصل ڪيائين. بعد ۾ پنهنجي ئي ڳوٺ ۾ مولوي محبت الله کان عربي جي اعليٰ تعليم سان گڏوگڏ تفسير، حديث ۽ تصوف ۾ ڪمال حاصل ڪيائين.

تارڪ فقير پنهنجي زندگيءَ جو گهڻو وقت تصنيف ۽ تاليف ۽ ترجمي ۾ مشغول رهيو. جڏهن لکڻ ويهندو هو ته دنيا و مافيها کان بي خبر ٿي لکڻ ۾ محو ٿي ويندو هو. محويت جو مٿن اهڙو عالم طاري ٿي ويندو هو، جو ان دوران ڪيس آئي وئي، ڪائڻ پيئڻ طرف ڪو به ڌيان نه رهندو هو. ان سلسلي ۾ سنڌس عزيزن کان هڪ مزيدار واقعو معلوم ٿيو، جو سنڌس محويت جو اعليٰ مثال آهي.

فقير صاحب تارڪ الدنيا هئجي، هر شيءِ ترڪ ڪئي، ايتري قدر جو گهر جو سامان سڄو به غريبن ۾ ورهائي، اچي پنهنجو اوتارو وسايائين. هڪ ڏينهن سنڌس سؤٽ فقير صاحب لاءِ گهران ليرن جي ماني ڪئي آيو. فقير صاحب چيس ته "ابا، رک ته پوءِ کائون ٿا." ٿوري دير کان پوءِ هڪ واڻهڙو اچي مٿيو. پر پاسي جو هيو. پتو هئس ته جڏهن فقير صاحب لکڻ ۽ پڙهڻ ويهندو آهي، ته ڪنهن ٻيءَ دنيا ۾ هليو ويندو آهي. هن اشراف به نڪا ڪئي هم ۽ لڪا ڪئي ثم، اچي پتو مانيءَ ڪي. فقير صاحب جو ڪنڌ هيٺ، لکڻ ۾ مشغول، همراهه ماني کائي هيڏي هوڏي نهاري ٿانو ڪئي هنيا هٿ ۾. جڏهن سنڌس سؤٽ هن لاءِ منجهند جي ماني ڪئي آيو، ته کانئن پڇيائين ته "فقير سائين، نيرن وارا ٿانوَ ڪٿي آهن؟" فقير جواب ۾ چيس ته "ابا، هوندا اتي ڪٿي." خير سو تهنس ماني رکي هليو ويو. ماني پاسي سان پئي هئي. ساڳيو ئي همراهه شهر مان ڪم ڪار لاهي موٽي ڏسي ته فقير صاحب جي پرسان ماني پئي آهي، اهي ٿانوَ به هڙ

۾ ٻڌي، ٻوءِ رکيائين ڪڙٻن تي زور. شام جو فقير جو سوٽ آيو، ٻڇيائينس ته ”فقير صاحب، ٿالوَ ڪٿي؟“ فقير جو جواب ساڳيوئي ته ”ابا ڳولهه، هوندا اتي ڪٿي.“ ٽن - چئن ڏينهن کان پوءِ ساڳيوئي ماڻهو بيل - گاڏي ڪاهيون شهر ڏانهن ڪنهن ڪم سان پئي ويو. ڏسي ته فقير صاحب بستري مٿان ويٺو لڪي. همراهه جي دل بيمان ٿي پيئي ته بسترو ڪٿان. ۾ فقير صاحب بستري تي ويٺو هو، ڪٿي ته آخر ڪٿي ڪيئن! دل جهلي همراهه فقير صاحب جي پنيان ڪٽ جي پيرن کان بسترو ويڙهڻ شروع ڪيو. جڏهن فقير صاحب جي چيلهه وٽ پهتو ته چيائين ته ”فقير سائين، ٿورو هيڏانهن ٿي ويهجو.“ تارڪ فقير ”حاضر بابل سائين“ چئي پوئتي سرڪي ويٺو. ڪنڌ اهوئي هيٺ، قلم اهوئي هٿ ۾. همراهه به بسترو گاڏي تي رکي ڪٺي ڏاندن کي ’آءُ‘ ڪئي. فقير صاحب جو سوٽ صبح جو نيرن ڪئي اچي ڏسي ته ماڳهن بستروئي ڪولهي. فقير صاحب کان پڇيائين ته فقير سائين، ”بسترو؟“ فقير جو اهوئي جواب ”ابا، هوندو اتي ڪٿي.“ فقير صاحب جي سوٽ پڇا ڳاڇا شروع ڪئي. معلوم ٿيس ته ڪو ماڻهو گاڏي تي بسترو رکيو صبح شهر هٿي ويو. پڇا، سو ان همراهه کي بستري سميت ڪنيي ڪٺي آيا، جنهن بسترو به موٽايو ته ٿالوَ به ڏنا. اهي ڪي ڳالهيون نه آهن، پر اها هڪ حقيقت آهي ته اهڙي محويت وارا ماڻهو ٿي لکن جو ايترو گهٽو ڪم ڪري سگهندا آهن.

فقير صاحب زبردست خوشخط هو. جيڪا شيءِ ڪيس پسند ايندي هئي، پوءِ توڙي جو اها پربس جي چپيل هجي، پنهنجي هٿ سان ضرور لکندو هو. اهڙيءَ طرح شاهه ڪريم، شاهه عبداللطيف، سچل سرمست، بيدل فقير، بيڪس فقير، حمل فقير ۽ نواب ولي محمد لغاري جو ڪلام پنهنجن هٿن سان لکيائين.

افسوس جو سندس زندگي ساٿس وفا نه ڪئي، ٿورو بخار ٿيس، آسمان ڏانهن نهاري دل ئي دل ۾ ڪجهه پڙهڻ لڳو. پوءِ چيائين ته ”هينئر تارڪ جي وڃڻ جو وقت اچي ويو آهي.“

دوست احباب جڏهن ونس طبع پرسيءَ لاءِ آيا، ته ڪين موتوا جي مام سمجهائڻ لڳو. ڪين هي شعر ٻڌايائين:

چڏير جي جسم هي فاني ته سارو ساهه تي پوندس،
سراپرده عدم جي راهه کان آگاهه تي پوندس.

آخر فقير فاني جهان ڇڏي، وڃي بقا جي بستي ۾ آرامي ٿيو. سندس وفات خميس جي ڏينهن سج اپرڻ وقت تاريخ ١٨ ماهه محرم ١٣٥٨ھ مطابق ٩ مارچ ١٩٣٩ع آهي. سندس شاگرد رشيد سيد اظهر گيلاني سندس تاريخ وفات هن ريت ڪئي آهي.

سال رحلت جو پڇيم هاتف چيو ”صورت پرست“

١٣٥٨ھ

دهر فاني کي ڇڏي سوءِ جنان ويدو رهيو.

لائين سارچ ڏينهن و پست هائي "باغ - لخل - لور"

۱۹۳۹ع

فصل گـل ۾ آه تـي نـذر خـزان ويندو رهيو.

فقير هدايت علي تارڪ نجفي (متوفي ۱۹۳۹ع) نہ صرف هڪ باڪمال شاعر هو، پر هڪ قابلِ قدر مصنف، مؤلف ۽ مترجم پڻ هو. هن پنهنجي زندگيءَ جو گهڻو عرصو سنڌي ادب جي خدمت ۾ گذاريو. لڪڻ پڙهڻ ئي سندس محبوب مشغلو هو. جيئن عطار جي قصيدي جو ترجمو ڪندي شروع ۾ چيو اٿس تہ:

تـو لـکـان مـان قصيدهٔ عـطـار،
جو مون کي ويءَ لکڻ نہ آهي ڪار.

سيد اظهر گيلاني اڪثر وٽن ويندو رهندو هو. شاهہ صاحب جو چوڻ آهي تہ فقير صاحب اٽڪل هڪ سؤ ڪتاب لکيا هئا، جن مان چاليهہ ڪتاب وٽس موجود آهن، باقي ڪتاب هيڏي هوڏي ٿي ويا. ڪي ڪتاب مرزا اسد بيگ ۽ سندس پاءُ مرزا اجمل بيگ وٽ موجود آهن تہ ڪي حڪيم عبدالڪريم 'نصرت' وٽ محفوظ آهن. شاهہ صاحب وڌيڪ ٻڌايو تہ نجفي جڏهن تارڪ تخلص رکي تارڪالدنيا ٿيو تہ پنهنجو سمورو سامان غريبن، مسڪينن، عزيزن ۽ دوستن ۾ ورهائي پاڻ الفي پائي ويهي رهيو. سندس دوست سندس ذاتي ڪتاب بہ کڻي ويا، جي وري فقير صاحب کي واپس ڪين مليا.

بهرحال، تارڪ فقير جيڪڏهن هڪ سؤ ڪتاب ڪئي نہ لکيا هوندا، پر منهنجي قياس ۽ اندازي موجب سندس تصنيف، تاليف ۽ ترجمي جو تعداد پنجاهہ تائين ضرور پهچندو. ان ڳالهہ جو ڪجهہ ثبوت تارڪ مرحوم جي قلمي مسودن مان مليو ٿو، جن مان ڪن ڪتابن جا ڪيترائي وچ وارا صفحا غائب آهن. ممڪن آهي تہ ڪنهن ظالم پورو ڪتاب چورايو هجي. ٻيو ثبوت اهو ٿي سگهي ٿو تہ تارڪ، بيدل فقير، حمل فقير، صوفي خيرمحمد، درياخان، نشان علي، نواب ولي محمد لغاري ۽ صوفي فيض درياهہ جو ڪلام پڻ مرتب ڪيو هو. سيد اظهر گيلاني جي چوڻ موجب اهي شعري مجموعا تارڪ جي دوستن ۽ عزيزن وٽ محفوظ آهن. انهن مان راقم الحروف صرف صوفي فيض درياهہ ۽ نشان علي فقير جا شعري مجموعا ڏٺا. هڪ مجموعي جو ذڪر محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب 'ڪلام ولي محمد لغاري' ۾ ڪيو آهي.

تارڪ فقير ويهن ورهين جي ڄمار ۾ پنهنجي شاعريءَ جو مجموعو 'ديوان نجفي' جي نالي سان لکي تيار ڪيو، جيڪو ۱۹۲۲ع ۾ پوڪرداس ڇپرايو. ظاهر آهي تہ اهڙي باذوق، عالم فاضل شخص گهڻائي ڪتاب لکيا هوندا.

هن هيٺ تارڪ جي لکيل ڪتابن جو مختصر طور تعارف ڪرايو وڃي ٿو. سندس ڪتاب ٻن حصن (نظم ۽ نثر) ۾ ورهائي، سن وار ترتيب ڏيئي، تبصرو ڪيو ويو آهي. جن ڪتابن تي سن لکيل نہ آهن، تن بابت قياس کان ڪم وٺي ترتيب ڏني ويئي آهي.

# نظر ۾ ڪتاب

## (١) ديوان نجفي

تارڪ جو پهريون سنڌي ديوان آهي، جڏهن سندس تخلص ”نجفي“ هو. هيءُ ديوان ١٩٢٢ع ۾ ٻوڪرداس شڪارپور واري شايع ڪرايو هو، جو هن وقت ناياب آهي. هن ديوان جي ڪتابت تارڪ مرحوم شڪارپور وچي ڀاڻ ڪئي هئي. ديوان جو مقدمو ان دؤر جي مشهور شاعر جمع خان غريب لکيو هو. هيءُ ڪتاب ١٦١ صفحن تي ٻڌل آهي. ديوان نجفي جي قطع تاريخ شمس العلماء مرزا قليچ بيگ جي لکيل آهي، ان مان ڪجهه شعر پيش ڪيا وڃن ٿا:

خوشيءَ جو ڏينهن آيو سنڌ جي لئہ،
جڏهن پورو ٿيو ديوان نجفي،
علي ٿيو فخر موجودات بيشڪ،
نبيءَ کان پوءِ صفت ايءَ ٿي وصي جي.
انهيءَ کان فخر موجودات آهي،

١٣٤٠

سندس ديوان جي تاريخ عمري.
اچي لذت پڙهڻ مان شعر ان جي،
نمونو ٿيو لشون ۽ طرز تازي.

## (٢) بياض تارڪ (فارسي)

هيءَ بياض تپدارن جي وصوليءَ وارو بوڪ آهي. جنهن تي تارڪ ڪجهه ڪتاب لکيا آهن. جيئن تہ هن بياض جي منڍ وارا ۽ ڪجهه وچ وارا ڪيترائي پنا غائب آهن تنهن ڪري اهو پڌائڻ مشڪل ٿيو پوي تہ هن بياض ۾ ڪل ڪيترا ڪتاب هئا. هن وقت ان بياض ۾ جيڪي ڪتاب ملن ٿا، سي هي آهن:

(الف) ”مقولات رسولي“ هيءُ ڪتاب فارسيءَ ۾ لکيل آهي، جنهن ۾ حضور نبي ڪريم جا ارشادات عاليہ لکيا ويا آهن.

(ب) ”جلوهٔ توقف“ هن ڪتاب جو مضمون تصوف آهي. فارسي زبان ۾ تصوف جي سهڻي لموني سمجهائي ڏني اٿس.

بياض تارڪ، ڪُل ١٨٠ صفحن تي مشتمل آهي. ڪتاب جي پوري ٿيڻ جو سن ڄاڻايل نہ آهي.

### (۳) جلوس التارڪين

هيءُ سنڌي عروضي شاعريءَ جو هڪ منفرد ديوان آهي. هن جهڙو ديوان سنڌي زبان جي ٻئي ڪنهن به شاعر ڪونہ لکيو آهي. صرف فارسي زبان ۾ فقير قادر بخش بيدل 'سلوڪ الطالبين' جي نالي تي لکيو هو: ان ديوان جو شروع وارو شعر هن ريت آهي.

الهيٰ موج وحدت بخش دريائي خيالم را
بہ بحرحال گم گردان حباب قيل و قالم را

تارڪ پنهنجي ديوان جي شروعات هن شعر سان ڪئي آهي.

ازل کان جي شراب عشق سان سرشار ٿي آيا،
وڏاسي رتبۂ توحيد کان سردار ٿي آيا،

هن ديوان جي خاص خصوصيت اها آهي تہ جنهن حرف سان پهرين مصرع شروع ٿئي ٿي، سموري غزل جي هر شعر جي منڍ ۾ اهو حرف اچي ٿو ۽ رديف بہ اهوئي حرف آهي. هن ڪتاب جي مڪمل ٿيڻ جي تاريخ ڇاپايل نہ آهي.

تارڪ فقير ۽ سندس والد کي بيدل سائين سان بي پناهہ عقيدت هئي. ٻئي ڄڻا اڪثر روهڙي وڃي زيارت ڪندا هئا. گمان غالب آهي تارڪ اتي بيدل سائينءَ جي فارسي ديوان 'سلوڪ الطالبين' کان متاثر ٿي، سنڌيءَ ۾ ان قسم جو ديوان تيار ڪيو، جيڪو ۷۸ صفحن تي مشتمل آهي. هيءُ ديوان سيد خادم حسين شاه ڊائريڪٽر نيشنل سينٽر لاڙڪاڻہ وٽ موجود آهي.

### (۴) نظم مقبول

هيءُ ڪتاب منظوم ترجمو آهي. تارڪ مثنوي بهلول بغداديءَ جو منظوم سنڌي ترجمو ڪري ان جو نالو نظم مقبول رکيو. هيءُ ڪتاب ۱۴ رمضان المبارڪ ۱۳۴۹ھ مطابق آڱاري ڏينهن ۳ فبروري ۱۹۳۱ع ۾ لکي پورو ڪيو ويو. ڪتاب ۸۸ صفحن تي مشتمل آهي.

### (۵) چمڪندڙ گوهر

هيءَ منظوم سنڌي مثنوي آهي. تارڪ مشهور مثنوي بوعلي قلندر کي سنڌي نظم جو ويس پهرائي، ان جو نالو چمڪندڙ گوهر رکيو. هيءُ ۴۲ صفحن تي پکڙيل آهي. مرحوم تارڪ ۲۲ شوال ۱۳۵۰ھ مطابق ۱ مارچ ۱۹۳۲ع لکي پورو ڪيو.

هيءُ ڪتاب تارڪ جي شاگرد رشيد سيد اظهر گيلاني شايع ڪرايو آهي، جيڪو ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ ايم-اي سنڌي جي نصاب ۾ شامل آهي.

### (۶) آهہ سرد (رُباعيات درد)

هن ڪتاب ۾ اردو زبان جي مشهور صوفي شاعر خواجہ مير درد جي ۲۱۷ فارسي رباعين جو منظوم سنڌي ترجمو ڪيو ويو آهي. ڪتاب ۴۲ صفحن تي مشتمل آهي. هيءُ ڪتاب ۷ ذوالقعد سنہ ۱۳۵۰ھ مطابق ۱۵ مارچ سنہ ۱۹۳۲ع تي مڪمل ڪيو ويو.

### (٧) غذاءِ تارڪ

مختلف سرن تي چيل ڪافين جو هي مجموعو ٥٦ صفحن تي مشتمل آهي. هيءُ ڪتاب ٢٠ ذوالحج ١٣٠٠هه مطابق ٢٧ اپريل ١٩٣٢ع تي مڪمل ڪيو ويو.

### (٨) قوة المدرڪ (فارسي)

تارڪ فقير غوث الاعظم شيخ عبدالقادر جيلانيءَ جي تصنيف 'تحفة الصوفيه' جي شرح ۾ لکيو آهي. اها شرح فقير صاحب فارسي مثنويءَ جي صورت ۾ ڪئي آهي. ڪتاب ٨٩ صفحن تي مشتمل آهي ۽ ان جي مڪمل ٿيڻ جو سن ١٣٥١هه ڄاڻايل آهي.

### (٩) ڪليات تارڪ (سنڌي)

هن ڪتاب ۾ بيت، ڪافيون، قصيدا، غزل، قطعا، مستزاد، مثلث، مربع، مخمس، مسدس ترڪيب بند، ترجيع بند، رباعيون، مثنويون، شبد، جهولڻا، ٻارهن ماه ۽ هفتي جا ڏينهن شامل آهن. هيءُ ڪتاب ٤١٢ صفحن تي مشتمل آهي، جيڪو تارڪ فقير ٢٠ ذوالحج ١٣٥٠هه ٢٧ اپريل ١٩٣٢ع ۾ لکي پورو ڪيو.

### (١٠) مثنوي برهان الواصلين

هن مثنويءَ جي منڍ ۾ حمد، نعت، منقبت، مدح ۽ ساقي نامو ڏنو ويو آهي. ان کان پوءِ قرآن مجيد جي ڪن آيتن جو منظوم ترجمو ڪيو ويو آهي. تارڪ فقير قرآن مجيد جي ڪن آيتن جو ترجمو ۽ تفسير تصوف جي رنگ ۾ منظوم ڪيو آهي. سنڌي ادب ۾، خاص طور سنڌ جي ديني ادب ۾ هيءَ مثنوي وڏي اهميت رکي ٿي. هيءَ مثنوي ١٩٨ صفحن تي مشتمل آهي، جيڪا تارڪ فقير ٧ جمادي الثاني سنه ١٣٥١هه مطابق ٩ آڪٽوبر ١٩٣٢ع ۾ لکي پوري ڪئي.

### (١١) مثنوي آثارالفرقان

هيءَ مثنوي ٦٠ صفحن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ سورة فرقان جو منظوم ترجمو ۽ تفسير تصوف جي رنگ ۾ ڪيو ويو آهي. هيءَ مثنوي راقم الحروف ٻرهه جي ٻانديءَ تان نقل ڪئي. هن مثنويءَ جي پوري ٿيڻ جو سن ١٣٥١هه ڄاڻايل آهي.

### (١٢) گوهر آبدار (سرائڪي)

هن ڪتاب ۾ الف-ب رديف وار سرائڪي زبان ۾ غزل ڏنا ويا آهن، يعني هيءُ **سرائڪي زبان جو پهريون ديوان** آهي، جو هڪ **سنڌي شاعر** لکي پورو ڪيو.

هيءُ ڪتاب ١٥ صفحن تي پکڙيل آهي، جو تارڪ مرحوم ٢ صفرالمظفر ١٣٥١هه مطابق ٧ جون ١٩٣٢ع ۾ لکي پورو ڪيو.

## (١٣) زوائد صورت

هيءَ هڪ لياري ۽ نهايت ئي خوبصورت ۽ پياري مثنوي آهي، جنهن ۾ محبوب جي سراپا سهڻي نموني بيان ڪئي وئي آهي. هيءَ مثنوي تارڪ فقير "شاهد عشرت" نالي هڪ ڪتاب تان سنڌي لظم ۾ ترجمو ڪئي، پر اهو معلوم ٿي نہ سگهيو تہ ڪتاب "شاهد عشرت" ڪهڙيءَ زبان ۾ ۽ ڪنهن جو لکيل آهي، پر ايترو وري بہ چولدس تہ محبوب جي انگ انگ جي تعريف سهڻين تشبيهن ذريعي ڪئي ويئي آهي.

هيءُ ڪتاب ٢٢ صفحن تي مشتمل آهي. ان جي پوري ٿيڻ جي تاريخ ٩ ذوالقعد ١٣٥٣هہ مطابق ١٤ فبروري ١٩٣٥ع آهي.

## (١٤) آئينہءِ قصص گلجينہءِ خرد (فارسي)

تارڪ فقير مير علي لواز ناز جي اردو رباعين جو فارسي منظوم ترجمو ڪري، ان کي مٿيون نالو ڏنو. هيءُ ڪتاب جماديالاول ١٣٥٤هہ مطابق سيپٽمبر ١٩٣٥ع ۾ لکيو ويو.

## (١٥) ديوان تارڪ (فارسي)

هيءُ تارڪ مرحوم جو فارسي ديوان آهي. ديوان جي آخر ۾ هڪ سئو تاريخي مادن وارا شعر ڏنا ويا آهن، جنهن کي تارڪ "قطعہ تاريخيہ" سڏيو آهي. تارڪ فارسي شعرن ۾ عالم اسلام جي مشهور هستين ۽ سنڌ جي بزرگن، اديبن ۽ شاعرن جي ولادت ۽ وفات جون تاريخون ڪڍيون آهن.

هن فارسي ديوان ۾ پہ اردو غزل بہ ڏنا ويا آهن. هيءُ ڪتاب ١٣٠ صفحن تي پکڙيل آهي. ڪتاب مڪمل ٿيڻ جو سن ڄاڻايل نہ آهي.

## (١٦) ميثاقي عنبر شمامہ اعجازي

تارڪ فقير خواجہ حافظ شيرازيءَ جي ڪلام کان گهڻو متاثر هو. هن ڪيترائي فارسي غزل حافظ جي زمين ۾ چيا آهن. تارڪ حافظ شيرازيءَ جي ساقي نامي ۽ ٻن غزلن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري، ان جو نالو "ميثاقي عنبر شمامہ اعجازي" رکيو.

هيءُ ڪتاب ١٤ صفحن تي مشتمل آهي، جيڪو تارڪ فقير ١١ ذوالقعد ١٣٥٣هہ مطابق ١٦ فبروري ١٩٣٥ع ۾ لکي پورو ڪيو.

## (١٧) ڪليات تارڪ (فارسي)

تارڪ جي هن فارسي ڪليات ۾ غزل ۽ لظم شامل آهن. هيءُ ڪتاب ٢٤٤ صفحن تي مشتمل آهي. ڪليات جي مڪمل ٿيڻ جو سن ڪونہ ڄاڻايل آهي. ڪليات جو پهريون شعر هيءُ آهي:

بہ بسم الله دارم زينت مضمون ديوان را،
ڪشيدم در رخط شيرازه اوراقِ پريشان را.

ڪليات جي آخر ۾ مسدس حالي جو منظوم فارسي ترجمو ڏنو ويو آهي.

### (١٨) قطعات تارڪ

هن ڪتاب ۾ عربي ۽ فارسي قطعا ڏنل آهن. ان ڪان علاوه هڪ انگريزي زبان ۾ لکيل قطعو بہ شامل آهي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ تارڪ فقير انگريزيءَ جي بہ ڄاڻ رکندو هو.

هيءُ ڪتاب ١٥ صفحن تي پکڙيل آهي. ڪتاب جي پوري ٿيڻ جو سن ڄاڻايل نہ آهي.

### (١٩) محمود نامہ ليچرل

هيءَ منظوم مزاحيہ تصنيف آهي. جيئن شمس‌الدين بلبل مرحوم "ڪريما ليچرل" لکي هئي، تيئن تارڪ فقير شيخ سعدي جي "محمود نامہ" جي مصراعن کي تضمين طور آڻي، مزاحيہ شاعريءَ جو مثال پيش ڪيو آهي.

هيءُ ڪتاب ١٦ صفحن تي پکڙيل آهي. ڪتاب جي پوري ٿيڻ جو سن ڄاڻايل نہ آهي.

### (٢٠) ديوان تارڪ (اردو)

هيءُ تارڪ جي اردو غزلن جو نامڪمل ديوان آهي. هن ڪتاب ۾ رديف 'خ' تائين غزل ڏنا ويا آهن (راقم باقي رهيل غزل برهہ جي بنديءَ تان نقل ڪري ديوان مڪمل ڪيو آهي).

هيءُ ڪتاب ٨٠ صفحن تي پکڙيل آهي ۽ ان جي پوري ٿيڻ جو سنہ ڪونہ ڏنو ويو آهي.

### (٢١) مسودات

هن ڪتاب ۾ سنڌي اردو غزل، مستزاد ۽ هفتي جا بيت ڏنل آهن. هيءُ ڪتاب ٢٦٣ صفحن تي پکڙيل آهي. هن ڪتاب جي پوري ٿيڻ جو سن ڪونہ ڄاڻايل آهي.

### (٢٢) مراثيہ تارڪ *

هيءُ ڪتاب راقم الحروف ڪونہ ڏٺو آهي. هن لاءِ سيد اظهر گيلانيءَ ڪان زباني معلوم ٿيو تہ پاڻ اهو ڪتاب تارڪ فقير وٽ ڏٺو هئائون، جو هينئر گم آهي. اظهر صاحب ٻڌايو تہ تارڪ هن ڪتاب ۾ مرثيہ، نوحہ ۽ سلام لکيا هئا.

### (٢٣) ڪشڪول

هن ڪتاب ۾ عربي، فارسي غزل ۽ سنڌ جي مختلف شهرن ۾ ٿيندڙ طرحي سنڌي ۽ اردو مشاعرن جي طرحن تي چيل غزل شامل آهن. ان ڪان علاوه ڪجهہ سنڌي قطعا ۽ ڪجهہ

---

* جيڪڏهن هيءُ ڪتاب ڪنهن صاحب وٽ موجود هجي تہ مهرباني ڪري راقم‌الحروف کي ان جي نقل ڪرڻ جي اجازت ڏئي تہ سنڌس لک لائق سمجهيا ويندا. اميد تہ هن 'آواز' تي ڪا نوازش جي نظر ٿيندي. ـ شوق

اردو غزل ڏنل آهن. هيءُ ڪتاب ٣٥ صفحن تي پکڙيل آهي. ڪشڪول جي مڪمل ٿيڻ جي تاريخ ڪانہ ڄاڻايل آهي.

### (٢٤) گلزار تارڪ (سنڌي)

هن ڪتاب ۾ سنڌي قصيدا ۽ ڪافيون ڏنل آهن. ڪتاب ڪل ٢٠ صفحن تي پکڙيل آهي، پر ان جي پوري ٿيڻ جي تاريخ ڪانہ ڄاڻايل آهي.

### (٢٥) برهہ جي بندي

هيءُ واڻڪي وهي آهي، جنهن تي شروع ۾ تارڪ پنهنجو سنڌي، فارسي، عربي، هندي، اردو ۽ سرائڪي ڪلام لکندو هو. ائين ڪٿي چئجي تہ هيءُ سندس رف بوڪ هو، جتان هن پنهنجا مختلف ڪتاب فيئر ڪري، بين نوٽ بوڪن تي نقل ڪيا.

'برهہ جي بنديءَ' ۾ تمام گهڻو مواد موجود آهي. مختصر تہ هن هڪ ئي ڪتاب ۾ تارڪ فقير جا گهڻائي ڪتاب شامل آهن، جن مان مرحوم ڪي ڪتاب نقل ڪري سگهيو تہ ڪي نقل ٿيڻ کان رهجي ويا. هن بنديءَ ۾ ڪن ڪتابن جي مڪمل ٿيڻ جو سن ڄاڻايل آهي، پر بنديءَ جي پوري ٿيڻ جو سن ڪونہ ڄاڻايل آهي.

هن بنديءَ مان ڪي پنا غائب آهن. ائين معلوم ٿئي ٿو تہ ڪو ظالم هن بنديءَ مان اهي پنا چورائي ويو آهي. خبر ناهي تہ انهن پنن تي ڪهڙا ڪتاب لکيل هئا.

### (٢٦) رازِ اظهار

تارڪ فقير کي عطار جو ڪلام تمام گهڻو پسند هو. عطار جي ڪلام جو گهرو مطالعو ڪيو هئائين. 'راز اظهار' عطار جي مشهور تصنيف "بيسرنامہ عطار" جو منظوم سنڌي ترجمو آهي.

هيءُ ڪتاب ١٦ صفحن تي مشتمل آهي، جيڪو ١٣٦٢هہ مطابق ١٩٤٠ع ۾ لکجي پورو ٿيو.

## نثر ۾ ڪتاب

### (٢٧) تحفہ اصفيا في بيان الاوليا (اردو)

هن ڪتاب ۾ مشهور اولياء ڪرام جو ذڪر آهي. ڪتاب ڪل ٩٦ صفحن تي پکڙيل آهي. ڪتاب جي پوري ٿيڻ جو سن ڪونہ ڄاڻايل آهي.

هيءُ ڪتاب راقم‌الحروف جي نظر مان ڪونہ گذريو آهي. ان بابت سيد اظهر گيلاني کان معلومات حاصل ٿي، جنهن آذار تي هن ڪتاب جو تعارف ڪرايو اٿم. سيد اظهر گيلانيءَ ٻڌايو تہ "اهو ڪتاب تارڪ فقير جي شاگرد رشيد مرزا اجمل بيگ وٽ موجود آهي." پر جڏهن مرزا صاحب سان ملاقات ڪئي ونئي ۽ ڪانئس ان ڪتاب بابت پڇيو ويو تہ هن صاحب ٻڌايو تہ "وٽس اهو ڪتاب ڪونہ آهي." اها خبر پئجي ڪانہ سگهي آهي تہ هينئر اهو ڪتاب ڪنهن وٽ آهي.

### (۲۸) ارشادات حڪمت

تارڪ فقير طب جي مشهور ڪتاب ”ميزان الطب“ جو اسان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري، ان جو نالو ’ارشادات حڪمت‘ رکيو. هيءُ ڪتاب ستن جزن ۾ ورهايل آهي. ڪتاب جي ضخامت ۴۰۷ صفحا آهي.

هيءُ ڪتاب تارڪ فقير جمادي الاول سنہ ۱۳۵۱ھ مطابق سپٽمبر ۱۹۳۱ع ۾ لکي پورو ڪيو.

### (۲۹) مضامين تارڪ

هيءُ اردو زبان جو ڪتاب آهي. هن ڪتاب ۾ مذهبي، ادبي، تاريخي ۽ عام معلومات جي موضوعن تي مضمون لکيل آهن. اهي مضمون ان وقت جي اردو اخبار ’رهنماءِ بلوچ‘ ۾ شايع ٿيا هئا. هيءُ ڪتاب ۷۸ صفحن تي مشتمل آهي ۽ ان جي پوري ٿيڻ جو سن ڄاڻايل ڪونہ آهي.

### (۳۰) حديقة الاصفيا

فقير هدايت علي تارڪ فارسي ڪتاب ”روضة الشهداء“ جو ترجمو ڪري، ان جو نالو ’حديقة الاصفيا‘ رکيو. هن ڪتاب ۾ ڪل ڏهہ باب آهن ۽ اهو ۸۰۲ صفحن تي مشتمل آهي، جيڪو تارڪ فقير ۱۲ ربيع الاول سنہ ۱۳۵۲ھ مطابق ڇهين جولاءِ ۱۹۳۳ع تي هن ڪتاب جو ترجمو مڪمل ڪيو.

هيءُ ڪتاب تارڪ مرحوم جي هڪ عزيز زوار بهادرعلي تواليہ وٽ موجود آهي، جو لعلو رانوڪ ويجهو ’چودري‘ جو ويٺل هو، پر اڄڪلهہ لاڙڪاڻي ۾ رهي ٿو. بهادرعليءَ ٻڌايو تہ هيءُ ڪتاب مرحوم کيس تحفي طور ڏنو هو، جو دوست جي نشاني سمجهي، اجا سوڌو ساهہ سان سانڍيو اچي.

### (۳۱) المڪاتيب الجديده

هن ڪتاب ۾ عربيءَ ۾ خط لکڻ جي سکيا ڏني ويئي آهي. هن ۾ مختلف قسمن جا عربي زبان ۾ خط ڏنا ويا آهن، جيئن پڙهندڙ عربيءَ ۾ خط وڪتابت ڪري سگهي. خطن ۾ آيل ڏکين لفظن جي معنيٰ ڪتاب جي حاشيہ ۾ فارسي زبان ۾ ڏني وئي آهي.

هيءُ ڪتاب ۲۷ صفحن تي مشتمل آهي. ڪتاب جي پوري ٿيڻ جي تاريخ ڪانہ ڄاڻايل آهي.

### (۳۲) رموز السالڪين

هيءُ ڪتاب عربي زبان ۾ لکيل آهي، جنهن ۾ تصوف جا نڪتا آسان عربيءَ ۾ بيان ڪيا ويا آهن. هيءُ خالص تصوف جو ڪتاب آهي، جيڪو ۶۱ صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جي پوري ٿيڻ جي تاريخ ڪانہ ڄاڻايل آهي.

## (۳۳) عجيب معلومات

عام معلومات جي سلسلي ۾ سنڌي زبان جو هڪ بهترين ڪتاب آهي. ڪتاب ڇهن حصن ۾ ورهايل آهي. هن ۾ طب، تاريخ، ادب ۽ فلسفي تي ڪافي مفيد مواد موجود آهي.

هيءُ ڪتاب ۷۴۰ صفحن تي پکڙيل آهي، جيڪو ۷ شعبان ۱۳۵۳ھ مطابق ۱۵ نومبر ۱۹۳۳ع ۾ لکجي پورو ٿيو.

## (۳۴) عمدة المقال

فقير هدايت علي ٽالپر ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي مشهور ڪتاب "لواريءَ جا لعل" جو فارسي زبان ۾ ترجمو ڪيو آهي. هيءُ ڪتاب ۱۴۸ صفحن تي مشتمل آهي، جيڪو ۱۹ جمادي الاول ۱۳۵۴ھ مطابق ۱۹ آگسٽ ۱۹۳۵ع ۾ لکي پورو ڪيو ويو.

## (۳۵) اقوال شرعي

هن ڪتاب ۾ حضور نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي ڪن حديثن جو فارسي ۾ ترجمو ڪيو ويو آهي. ٽالپر هن ڪتاب ۾ اهڙين حديثن جو ترجمو ڪيو آهي، جن ۾ فقه جا اصول سمجهايل آهن.

هيءُ ڪتاب ۲۹ صفحن تي پکڙيل آهي. ۴ جمادي الثاني ۱۳۵۳ھ مطابق ۱۵ سيپٽمبر ۱۹۳۵ع تي هيءُ ڪتاب مڪمل ٿيو.

## (۳۶) عاشقانه خطوط

هن ڪتاب ۾ عاشق ۽ معشوق جا خيالي خط ڏنل آهن. خطن جو ڪل تعداد ۳۲ آهي. خطن جي زبان عاشقانه بلڪ شاعرانه آهي. رنگين عبارت ۽ موزون شعرن جي ميلاپ عشقيه خطن کي وڌيڪ دلچسپ بڻايو آهي.

هيءُ ڪتاب ۴۷ صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جي پوري ٿيڻ جو سن ڪونه ڄاڻايل آهي.

## (۳۷) شهنشاهه جارج ششم

هيءُ فارسي نثر جو ڪتاب آهي، جنهن ۾ جارج ڇهين جي حياتيءَ جو احوال ڏنل آهي. هيءُ ڪتاب ۱۲ صفحن تي مشتمل آهي، جيڪو ۱۵ سيپٽمبر ۱۹۳۵ع تي لکجي پورو ٿيو.

## (۳۸) پرجوش خم

ٽالپر هيءُ ڪتاب فارسي زبان ۾ لکيو. هن ڪتاب ۾ راڻي نورجهان جي سوانح حيات رنگين عبارت ۾ لکي وئي آهي. هيءُ ڪتاب ۷۷ صفحن تي پکڙيل آهي. هن ڪتاب جي تڪميل جي تاريخ ڪانه ڄاڻايل آهي.

### (٣٩) گفتگو نيڪو

تارڪ مرحوم سنڌي ڪتاب 'سچ جو صدقو' کي فارسيءَ ۾ ترجمو ڪري، ان جو نالو 'گفتگو نيڪو' رکيو. هيءُ ڪتاب وعظ ۽ نصيحت سان پريل آهي. هن ڪتاب جي ضخامت ٤٧ صفحا آهي.

هيءُ ڪتاب ٢٦ جمادي الاول ١٣٥٤ھ مطابق ٦ آگسٽ ١٩٣٥ع ۾ لکي پورو ڪيو ويو.

### (٤٠) تحفة الڪرام

تارڪ مير علي شير قانع جي مشهور تواريخي ڪتاب تحفة الڪرام جو سليس سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. ڪتاب ٤٠٠ صفحن تي پکڙيل آهي. هن ڪتاب جي پوري ٿيڻ جو سن ڪونه ڄاڻايل آهي.

هيءُ ڪتاب تارڪ مرحوم جي دوست ۽ ڳوٺائي حڪيم عبدالڪريم نصرت وٽ موجود آهي.

### (٤١) عمدة المطالب في انساب آل ابي طالب

هيءُ ڪتاب اصل ۾ لکنو جي هڪ شيعه عالم لکيو هو، جنهن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو تارڪ فقير ڪيو. هن ڪتاب ۾ سنڌ ۾ آيل سيدن جو تذڪرو ڏنل آهي. ڪتاب تمام سنهن اکرن ۾ لکيل آهي، جو مشڪل سان پڙهڻ ۾ اچي ٿو. ڪتاب جي ڪل ضخامت ١٩٠ صفحا آهي، پر ان جي مڪمل ٿيڻ جو سن ڪونه ڄاڻايو ويو آهي.

### (٤٢) سنڌي ٻولي، شعر ۽ شاعرن جي تواريخ

هن ڪتاب ۾ سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ، شعر جي تعريف ۽ ڪن مشهور سنڌي شاعرن جو تذڪرو ڏنو ويو آهي.

هيءُ ڪتاب بهاولپور جي هڪ صحافي محمد حفيظ الرحمان اردوءَ ۾ ترجمو ڪري سنه ١٩٤٥ع ۾ 'تاريخ شعراء سنڌ' جي نالي سان شايع ڪرايو.

هيءُ ڪتاب تارڪ مرحوم مارچ ١٩٣٠ع ۾ لکي پورو ڪيو هو. راقم الحروف اصل نسخو ڪونه ڏٺو آهي، صرف ان جو اردو ترجمو نظر مان گذريو آهي، جيڪو ٥٤ صفحن تي مشتمل آهي.

محبوب علي جوکيو

# فقير خير محمد هيسباڻي

[نوٽ: فقير خوش خير محمد هيسباڻي جن ڪنهن به تعارف جا محتاج نه آهن. سنڌ جي صوفيانه ۽ ناصحانه ڪلام، اسين هر وقت پڙهندا رهون ٿا. خاص طور، ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جا فنڪار فقير صاحب جو ڪلام نهايت گهڻي عقيدت ۽ احترام سان ڳائيندا آهن.

فقير صاحب جن جي درگاهه شريف، سنڌ ۾ نالي پنهنجي مشهور ڳوٺ ”ڳوٺ خوش خير محمد فقير“ ۾ آهي. سنڌ درگاهه تي وڃڻ لاءِ پريا روڊ اسٽيشن تان لهڻو پوندو، جتان وري بس ۾ سوار ٿي، ڪرونڊيءَ وڃڻو پوندو آهي. اتان وري ٽانگي جي وسيلي اڪل ۾ ميل ڪن پنڌ ڪري، درگاهه تي وڃبو آهي. فقير صاحب جن جو ساليانو عرس تاريخ ۱۸-ذوالحج تي ٿيندو آهي.

هت، فقير صاحب جن جي زندگيءَ ۽ شعر و شاعريءَ تي مختصر احوال ڏجي ٿو. م-ع-ج]

## (الف) زندگي جو احوال

**حسب نسب:** جناب فقير خير محمد، جيڪو عام طرح ”خوش خير محمد فقير“ جي نالي سان مشهور آهي، تن جي والد بزرگوار جو نالو رئيس غلام حيدر خان ۽ سنڌ ڏاڏي جو نالو رئيس عرض محمد خان هو. فقير صاحب هيسباڻي بلوچ آهن. ڪن محققن جو رايو آهي ته هيسباڻي بلوچ، مري بلوچن جي هڪ شاخ آهي، ۽ ڪن جو وري خيال آهي ته هيسباڻي، شر بلوچ جي پاڙي سان آهن ۽ هيسب خان شر بلوچ جي نالي پنهنجان هيسباڻي سڏجڻ ۾ آيا.

بهرحال، سنڌ وڏا اصل عرب جا رهاڪو هئا، پر ڪن سببن ڪري عرب مان لڏي، ايران، بلوچستان ۽ پوءِ پنجاب مان ٿيندا اچي سنڌ ۾ سهڙيا. جنهن وقت هيءُ خاندان سنڌ ۾ آيو، تڏهن سنڌ تي ڪلهوڙن جو راڄ هو ۽ هي خاندان به آدم شاهه ڪلهوڙي سان گڏجي

ابو هو. سنڌ ۾ اچڻ سان، هي خاندان بن حصن ۾ ورهائجي ويو: ڪي ڪاڇي جي طرف، شاهه گودڙئي جي پرسان ميهڙ تعلقي ۾ ڏانهن هليا ويا، ته ڪي ڪنڊياري تعلقي ۾ ڀولئري لڳ اچي آباد ٿيا، جتان وري ڪي ڪرونڊيءَ طرف (خيرپور ضلعي ۾) هليا ويا ته ڪي وري دوڙ طرف.

**علم ۽ تعليم:** جيئن مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي، فقير صاحب جن جو اصل ڳوٺ ڀونئر تعلقو ڪنڊيارو آهي، جتي سندن ولادت هجري سنه ١٢٢٤ ۾ ٿي. فقير صاحب جن پنهنجي زندگيءَ جا شروعاتي ويهه ورهيه پنهنجي ڳوٺ ۾ گذاريا، جتي ابتدائي تعليم حاصل ڪيائون. سندن استاد وقت جو مشهور معروف عالم آخوند بخش علي گاڏهي هو.

چون ٿا ته فقير صاحب جن جا وڏا عربي توڙي فارسي علم ۾ پڙهيل هئا. قرآن شريف ۽ علم فقه منجهان به گهڻو واقف هئا. سندن مادري زبان سرائڪي هئي پر عربيءَ ۽ فارسيءَ ۾ به چڱي روانيءَ سان گفتگو ڪري سگهندا هئا. وڏن جي اثر سبب، فقير صاحب جو به لاڙو علم ڏانهن گهڻو رهيو.

فقير صاحب جن جا وڏا تصوف جا قائل هئا، ۽ سندن طريقو ميانوالي 'نقشبندي' هو. جيئن ته فقير صاحب خوش خيرمحمد جا وڏا نوشهري فيروز جي مشهور ۽ معروف اولياء پير عبدالحي" صاحب جا طالب هئا، تنهنڪري فقير صاحب جن به اتي وڃي رهيا ۽ وڌيڪ تعليم اتي پرايائون. فقير صاحب جن جو استاد ۽ مرشد جناب شهاب الدين صاحب هو. چون ٿا ته ان کان پوءِ باقي تعليم وري به پنهنجي ڳوٺ جي پرسان ٽڪرن ۾ استاد مولوي عبدالقدوس وٽ ختم ڪيائون ۽ 'مولوي' جي دستاربندي حاصل ڪيائون.

فقير صاحب جن کي پيا به ٽي پاٽر هئا: شيرمحمد، ميرمحمد ۽ عرض محمد. پين جي زندگيءَ جو احوال ته ملي ڪونه ٿو سگهي. بهرحال، فقير خيرمحمد سڀني پاٽرن کان وڏو هو.

**فقيريءَ جو سبق:** پولئرن وارن فقيرن جو چوڻ آهي ته فقير خيرمحمد صاحب ٿورو علم پرائي، مير علي مراد خان ٽالپر، رياست خيرپور جي واليءَ وٽ، وڃي نوڪري ڪئي. مير صاحب شروعات ۾ ڪيس ڪارائو ڪري رکيو، پر آخر سندن ايمالداري، هوشياري ۽ سچائي ڏسي، کين مختيارڪار ڪيو. هڪ ڏينهن جو ذڪر آهي ته فقير صاحب پنهنجي وڏي اٿالي سان شاهي شان و شوڪت ۽ ٺٺ ٺانگر سان ٺٽ جي پتڻ تان درياءُ پار ڪرڻ لاءِ اچي رهيا هئا، واٽ تي هڪ سولنگي قوم جي پوڙهي مائي، گاهه جي پري ٺاهيو ويٺي هئي. جڏهن فقير صاحب جن جي اٿالي تي نظر پيس، تڏهن چوڻ لڳي: "ابا، آهي ڪو ماڻهو، جيڪو مون کي هيءَ پري کڻائي؟"

فقير صاحب جن ٽپ ڏيئي، گهوڙي تان لٿا ۽ مائي کي پري وڃي کڻايائون. فقير صاحب جي اميرائي پوشاڪ ڏسي، مائي سمجهي ويٺي ته هي ڪو امير ماڻهو آهي، سو هٻڪندي ۽

ڏچندي چوڻ لڳي ته "مون ته ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ کي ٿي ڇيو، توهان کي ته ڪوڻ ڇيو."
فقيرصاحب کي جهٽڪ دل تي ڪنهن هٿوڙو وهائي ڪڍيو. والڙو ٿي چوڻ لڳو، "مائي، آئون ماڻهو نه آهيان ڇا؟" مائيءَ وراڻيو: "ابا اوهين ته هفيسر آهيو."
مائيءَ جا اهي اکر ٻڌي، فقيرصاحب حيران ٿي ويو ۽ چوڻ لڳو ته "شايد هنن ڪپڙن ۽ ٺاٺ باٺ جي ڪري، آئون ماڻهن جي قطار کان ٻاهر نڪري ويو آهيان!"
بس، ان وقت ئي فقيرصاحب جي خيال ۾ انقلاب اچي ويو. هڪدم نوڪري ڇڏي، پنهنجي مرشد پير عبدالحيؒ صاحب وٽ نوشهري فيروز ويو ۽ اتان طلب ورتائين. پيرصاحب جن ڪين اسر نفي اثبات سمجهايو.
فقير فولادعلي صاحب جن کان روايت آهي ته فقير خيرمحمد صاحب جن کي رندي طريقو، حضرت شاهه عنايت جهوڪ واري جي سلسلي جي هڪ عارف بالله "جوڳ ڏٽيءَ" نالي کان مليو. فقيرصاحب مزيد فرمايو، اهو "جوڳ ڏٽي" هڪ لڱا نوشهرو فيروز کان اچي لانگهائو ٿيو ۽ پيرصاحب جن جي اوطاق ۾ اچي ٽڪيو. فقير خيرمحمد صاحب جن به اڪثر ڪري، اتي رهندا هئا ۽ اوطاق ۾ آيل مهمانن جي خدمت چاڪري ڪندا هئا. فقيرصاحب جن دستور موجب "جوڳ ڏٽيءَ" جي به خاصي خدمت ڪئي.
فقير خيرمحمد صاحب ته ننڍي کان ئي حق جو ڳولائو هو، سو نه ٿيو "جوڳ ڏٽيءَ" کي چئي ڏنائين ته "قبلا، ڪا الاهي عشق جي عنايت ٿئي!" مست فقير سندس خدمت سبب اڳ ئي مٿس راضي هو، تنهنڪري آن جي اها ڳهُر مونائي نه سگهيو ۽ فقير خيرمحمد کي هڪل ڪري چيائين ته "منهنجي پٺيان ٿي وڃ." فقير خيرمحمد صاحب، ارشاد موجب ائين ڪيو. "جوڳ ڏٽيءَ" کيس اسر اعظم سمجهايو ۽ آخر ۾ ٻڌايائينس ته "جيڪڏهن اڳيان ويهاري سبق ڏيانءِ ها ته مون وانگر مست فقير ٿي پوين ها. هاڻي تون سالڪ رهندين."
**شادي ۽ اولاد:** فقيرصاحب جن صرف هڪ شادي ڪئي، حالانڪ سندن خاندان ۾ وڌيڪ شادين جو رواج هو. فقيرصاحب جن اها شادي پنهنجي خاندان مان ئي ڪئي. جتان شادي ڪيائون، اهو ڳوٺ هينئر راضي فقير هيسباڻيءَ جي نالي سان مشهور آهي ۽ پونئرن جي نزديڪ ڪنڊياري تعلقي ۾ ئي آهي. فقيرصاحب جن کي چار فرزند ٿيا: فقير درمحمد، فقير عبدالله، فقير ملنگ علي ۽ فقير نيازعلي.
**حج تي وڃڻ:** فقير خيرمحمد صاحب جن حج پڻ ڪري آيا هئا. پاڻ پنهنجي مرشد ۽ استاد پير عبدالحيؒ صاحب جن سان حج تي ويا هئا.
مدينه شريف پهچڻ بعد فقيرصاحب جن جڏهن حضرت رسول مقبول جي مبارڪ روضي جي زيارت ڪئي، تڏهن هي ڪلام چيائون:

مک ماهي دا ماهه منير هويا،
ساڏا دم دم ساهه سڌير هويا.

جڏهين حج جي فرض کان فارغ ٿي، جدي شريف ۾ پهتا ته اتي سندن مرشد پير عبدالحي صاحب جن سخت بيمار ٿي پيا. چون ٿا ته فقير خير محمد صاحب جي پنهنجي مرشد سان عقيدت جي اها حالت هئي، جو جڏهين ساموليدي جهاز ۾ بيماري ۽ نقاهت سبب پير صاحب ٽِڪ ٽِي ڪرڻ جي ڪندو هو ته فقير صاحب، پير صاحب جي وات اڳيان ٻُڪ ڪئي جهليندو هو ۽ ٽِڪ ان ۾ وٺندو هو. جهاز جا خلاصي ۽ مسافر به پير صاحب جو گهڻو احترام ڪندا هئا. خلاصين دوا درمل جو خيال ظاهر ڪيو، پر پير صاحب جواب ڏنو ته "هاڻي دوا وغيره جي ڪابه ضرورت نه آهي، ڇاڪاڻ ته وقت اچي ويجهو ٿيو آهي ۽ هاڻي دارالبقا ڏانهن وڃڻ وارا آهيون." وڏيڪ وصيت ڪيائون ته "منهنجي لاش اوڏانهن ڪٺائي نه هلجو، پر سمنڊ جي حوالي ڪري ڇڏجو." نيٺ انهيءَ وصيت تي عمل ڪيو ويو.

فقير خير محمد صاحب جي دل کي نهايت گهڻو صدمو رسيو. جنهن وقت پير صاحب جي خاڪي بوتي کي سمنڊ جي حوالي ڪري رهيا هئا، تڏهين فقير صاحب جن هيءُ ڪلام پڙهيو:

ڏاري ڇڏي هت ڏار، اوهين پنهنجي وطن ويو ٿا.

فقير صاحب واپس پهتو ۽ نوشهري ۾ گاديءَ وارن کي اطلاع ڪري، پاڻ ڪجهه عرصو اتي رهي، واپس پنهنجي ڳوٺ ٽڳرن ڏانهن روانا ٿيا.

**وفات:** آخر، فقير صاحب جن ستر ورهين جي ڄمار ۾ تاريخ ٢ محرم سنه ١٢٩٤ﻫ ۾ وفات ڪئي ۽ کين ٽڳرن ۾ دفن ڪيو ويو. فقير صاحب جن جي طالبن ۽ پونئرن وارن فقيرن کان روايت آهي ته کين شروع ۾ هڪ وڏيءَ پيٽيءَ ۾ بند ڪري، امانت طور رکيو ويو، جو کين خبر هئي ته درياءُ پائيندو رهي ٿو، جنهن ڪري سندن جسد خاڪي محفوظ رهي نه سگهندو. هڪ دفعي درياءُ سچ پچ پاڻي لڳو ته فقير صاحب جن جو پاءُ عرض محمد، جيڪو خيرپور رياست ۾ زمين تي رهندو هو، تنهن خواب ۾ ڏٺو ته فقير صاحب کين چئي رهيو آهي ته هاڻي هتان اسان کي ڪيو، جو درياءُ پاڻي وارو آهي. پوءِ فقير عرض محمد ماڻهو گڏ ڪري، مقبرو ڪوٽائي، لاش ڪڍرايو ۽ ضلع خيرپور ۾، ڪرونڊيءَ جي پرسان سندن جاگير ۾ دفن ڪرايو. اتي فقير صاحب جن جو قبو اڄان تائين قائم ۽ دائم آهي ۽ ساليانو ميلو لڳندو آهي، جنهن ۾ ادبي ڪانفرانس پڻ منعقد ڪئي ويندي آهي.

**سيرت ۽ صورت:** فقير صاحب جن جو چهرو مبارڪ ويڪرو، رنگ وڻندڙ ۽ ڪڪ جهڙو، اکيون ڪشاديون ۽ نمڪ واريون ۽ سندن ڪُلها موڪرا هئا. پاڻ بلڪل سادي پوشاڪ پهريندا هئا ۽ کائڻ پيئڻ به سادو هوندو هئن. نفس کي مارڻ لاءِ، ڪڏهين ته ٽي-ٽي ڏينهن ۽ راتيون به ڪاڏي جي ويجهو نه ويندا هئا. ڪاڏو ملندو هون ته پنهنجي طالبن ۽ حاضرينن ۾ ورهائي ڇڏيندا هئا. پاڻ هميشه ڪيڙو رنگ جي پوشاڪ پهريندا هئا ۽ سائي چادر اوڙهيندا هئا. طالبن کي کهڙي به پوشاڪ هوندي هئي ته به کين حضور شرميءَ سبب ڪجهه به نه چوندا هئا.

فقير صاحب پنڌ جو ڪوڏيو هوندو هو ۽ بنا ڪاڏي پيتي جي به ڪوهن جا ڪوهه ڪري ويندو هو. رات جو پوئين حصي رب جي ذڪر ۾ گذاريندا هئا. پڇاڙيءَ جو، پيريءَ جي ضعف سبب ٽڪجي پوڻ جي حالت ۾ ڪاٺ جي بيراڳڻ ڪتب آڻيندا هئا. سندن پهرين ڪافي هيءَ آهي:

آيون وچ عرب دي، ڪرڪي احمد دا اولا.

**طالب، شاگرد ۽ همعصر:** فقير خوش خيرمحمد صاحب جن جا طالب ڪافي انداز ۾ هئا، جن مان مکيه آهن: سيد محمد علي شاهه منگرجي وارو، قاضي محمد پريل ٽالپر وڏن وارو، شاهه محمد ديڏڙ، درياءَ خان ڪلهوڙو ۽ ٻيا ڪيترا.

فقير صاحب جن درس تدريس جو ڪم گهٽ ڪيو، ڇاڪاڻ ته سندن گهڻو ڌيان الاهي ياد ڏانهن هوندو هو ۽ هميشه انهيءَ مشغلي ۾ محو هوندا هئا. ان سبب ڪري ڪي گهڻا شاگرد ڪونه اٿن. مير علي مراد خان، خيرپور رياست جي واليءَ کين عقيدت وچان جاگير ڏيئي ڇڏي هئي، جنهنڪري سندس سفر گذر ڪشادو ٿيندو هو. مطلب ته پاڻ دنيا جي هر ڪِراڙَ کان آجا هئا ۽ سدائين رب پاڪ جي ذڪر ۾ مستغرق هوندا هئا.

فقير صاحب جن جا همعصر فقير ۽ صوفي شاعر به گهڻائي ٿي گذريا آهن، جن مان فقير عبدالستار جهوڪ وارو، فقير نانڪ يوسف اگڙن وارو، فقير بيدل روهڙيءَ وارو، فقير غلام حيدر ڪوڏڙيو ڳوٺ مينگهو فقير شر وارو، قابل ذڪر آهن.

**فقير صاحب ۽ مير علي مراد خان:** فقير صاحب جن جي وقت ۾ خيرپور رياست جو والي مير علي مراد خان ٽالپر هو. مير صاحب به رند عاشق حضرت نانڪ يوسف جو پالڪو هو. جيئن ته مير صاحب جي دل ۾ الاهي محبت جو ٻج ڇٽيل هو، تنهنڪري فقير کي سڃاڻڻ جي اک صاف ۽ ڇٽي هئس. مير صاحب فقيرن جو اهڙو ته عاشق هو، جو ڪوبه فقير سجهندو هوس، ته هلي وڃي ان کي ڏسندو هو ۽ ان کي عقيدت ۽ احترام وچان ڪافي انعام واڪرام ڏيندو هو. مير صاحب کين به-ٽي دفعا جاگير جي آڇ ڪئي، پر فقير صاحب اها آڇ ٺڪرائيندو رهيو. گهڻي زور ڪاڻ فقير صاحب سندس آڇ قبول ڪئي ۽ کين فيض گنج تعلقي ۾ ڪرونڊيءَ لڳ جاگير ڏني ويئي. مير صاحب فقير صاحب جو وڏو عقيدتمند هو ۽ فقير جو ڪوبه چيو نه موٽائيندو هو. فقير صاحب وري اهڙو ته رحمدل هو، جو جيڪو به ڏوهي وٽس هلي ايندو هو ۽ کيس مير صاحب وٽ سفارش لاءِ عرض ڪندو هو، ته فقير صاحب هڪدم مير صاحب وٽ هلي ويندو هو ۽ ڏوهي ڇڏائي ايندو هو. اهڙي قسم جا ڪجهه مثال هيٺ ڏجن ٿا:

(۱) هڪ دفعي جو ذڪر آهي ته مير علي مراد خان وٽ، فقير عبدالستار جهوڪ واري جا ڪجهه مريد ۽ عزيز، چوريءَ جي ڏوهه ۾ قيد ٿي آيا. فقير عبدالستار صاحب مير صاحب

وٽ ويو ۽ ڪيس ايلاز منتون ڪيائين، پر ميرصاحب کو چورن تي سخت ناراض هو، سو جوابدارن کي نہ ڇڏيائين ۽ فقيرصاحب کي ٻپ جواب ڏيئي ڇڏيائين.

لاچار ٿي فقير عبدالستارصاحب، فقير خيرمحمد صاحب وٽ لنگهي آيو، جو خبر هئس تہ فقيرصاحب جو ميرصاحب تي تمام گهڻو اثر آهي. فقير خيرمحمد صاحب کي سموري حقيقت کان واقف ڪيائين. فقيرصاحب تہ نهايت رحمدل هو، سو هڪدم فقير عبدالستار سان گڏجي ميرصاحب وٽ ويو.

جيئن ئي ميرصاحب جي نگاهہ فقير خيرمحمد تي پيئي، تہ ميرصاحب هڪدم اٿي کڙو ٿيو ۽ تعظيم خاطر تخت تان هيٺ لهي آيو ۽ فقيرصاحب کي نهايت ادب سان وٺي پاڻ سان گڏ تخت تي ويهاريائينس. فقيرصاحب اول ئي اها ڳالهہ ڇيڙي تہ "ميرصاحب، ايهہ فقيرصاحب شاهہ عنايت صوفي دي گادي دا تئن ڪني آيا ها قيدي ڇڏاوڻ. تيڏا ايهہ شان نہ ها، جو اهين کون خالي ولايا هئوي."

ميرصاحب وري بہ اهي ئي لفظ اچاريا تہ "فقيرصاحب، سرڪار انهان کون هرگز نہ ڇوڙيسين." تنهن تي فقيرصاحب بہ ٺهہ پهہ چئي ڏنس تہ "ميرصاحب، الله دي بہ قهر هن، جو تئن جيهي جت کون چا بادشاهي ڏتي هس."

ميرصاحب مشڪي ڏنو ۽ چوڻ لڳو "قبلا، گهنو اپڻا تخت. تسان فقيران ڏتا ها، هڻ گهڻو بہ تسان." تنهن تي فقيرصاحب کلي چيس تہ "پهہ پهہ، تيڏيان ست پيڙهيان اٿان پهسن. تسان ڪني قيدي ضرور گهنڻا هئي."

ميرصاحب هڪدم قيدين کي آزاد ڪرڻ جو حڪم ڏنو.

(٢) ٻئي دفعي جي ڳالهہ آهي تہ فقيرصاحب جا ڪي عزيز ميرصاحب وٽ قيد ٿي آيا. حقيقت هيئن هئي تہ ميرصاحب شڪار جو ڏاڍو شوقين هوندو هو، سو گمبٽ جي پرسان هڪ مهاڙي رکائي هئائين، جنهن ۾ مرون جهليل هئا ۽ مٿن راکا مقرر ٿيل هئا. انهن مرن سان هڪ مرون ۽ کي هيسبائي پروچن هئي باري وڏو، جو اهي مرون مهاڙي ۽ مان لڪري اچي سندس فصل خراب ڪندا هئا. ميرصاحب کي جو اها خبر ملي، تنهن هڪدم ڪٺي الهن ڏوهارين کي گرفتار ڪرايو. اهي جملي ڇهہ ماڻهو هئا.

هڪ ماڻهو فقير خيرمحمد وٽ ڊڪندو آيو تہ هاڻي واهر ڪريو. فقيرصاحب سڄي ماجرا ٻڌي، اٿي هليو ۽ ميرصاحب وٽ لنگهي آيو. دستور موجب ميرصاحب اٿي بيٺو ۽ آجيان ڪيائين. فقيرصاحب پري کان ئي دانهن ڪئي تہ "ميرصاحب هيٺ پهہ." ميرصاحب حيران ٿي ويو ۽ چوڻ لڳو تہ "قبلا، خير تہ هي!"

فقيرصاحب ورائي ڏني تہ "هيٺ پهہ، جو تيکون مشيت حق دي ڏيوڻ آيا هان. اسان دي عزيزان تسان دا وڏا ماريا هي، تنهن دي رضا الله دي ڪرڻي هي."

ميرصاحب ڏاڍو شرمندو ٿيو، جو راز کي سمجهي ويو ۽ هڪدم قيدين کي آزاد ڪري ڇڏيائين.

(٣) ٻئي دفعي جو ذڪر آهي تہ فقير خير محمد صاحب جي ڀائٽيي شفيع محمد پنهنجي عزيز سبز علي فقير کي ڪنهن ڳالهہ تان چاقو هڻي، ماري وڌو ۽ جلد ئي گرفتار ٿي ويو. فقير خير محمد صاحب کي عزيزن قريبن گهڻو ئي ستايو تہ واهر ڪريو ۽ جوابدار آزاد ڪرائي ڏيو، پر فقير صاحب سندن هڪ بہ نہ ٻڌي. رهندو فريادي ڌر جو طرف وٺي بيٺو، چاڪاڻ تہ سندن ماڻهو ريگناهہ ماريو ويو هو.

ٿورن ئي ڏينهن کان پوءِ مير علي مراد خان ٽالپر بہ فقير خير محمد صاحب سان ملڻ آيو. جڏهين مير صاحب کي اها ڳالهہ ٻڌائي وئي، تڏهين فقير صاحب کي چيائين تہ "قبلا، اسان کني تہ قيدي ڇڙا ويندا هئين، پر هڻ وڏي سرڪار کني تہ ڇڙائو تہ ڏيکون."

فقير صاحب جي دل تي انهن لفظن تمام گهرو اثر ڪيو ۽ مير صاحب کي چٽي ڏنائين، تہ "پرواهہ نہ ڪيو. اتان بہ قيدي ڇڙا ويسيون."

## (ب) شعر و شاعري

فقير خوش خير محمد سنڌ جي انهن صوفي شاعرن ۽ عارفن مان هڪ آهي، جن جو شعر، ڪيف ۽ مستي سان لبريز آهي. اهڙي موج ۽ مدهوشيءَ جي حالت ۾، پاڻ جيڪي بہ شعر چيا اٿس، سي دراصل اکين سان ڏٺل مشاهدن ۽ حقيقتن وانگر سراسر سچ ۽ حق آهن. اچو تہ ڏسون تہ سائين خير محمد فقير شعر ۾ ڪهڙا نڪتا بيان ڪيا آهن ۽ انهن جو مطلب ڇا آهي.

**(ا) تصوف جا نڪتا:** انسان جو شان مٿاهون آهي. خالق اڪبر انسان کي اشرف المخلوقات جو لقب ڏنو، جنهنڪري انسان ذات ٻين سڀني ساهوارن: ديون، پرين، ملائڪن، حورن- مطلب تہ هر هڪ مخلوق کان وڌيڪ حسين ۽ وڏي شان واري آهي. هيءَ انساني صورت خالق اڪبر کي اهڙي تہ پسند آهي، جو خود پنهنجي محبوب کي بہ هن ئي صورت ۾ پيدا ڪيائين. انهيءَ کان وڌيڪ انسان جي اعليٰ شان هجڻ يا لاثاني هئڻ جو ٻيو ڪهڙو ثبوت ٿي سگهي ٿو!

فقير صاحب جن پنهنجي ڪلام ۾ فرمائين ٿا تہ آدم اصل تہ عدم ۾ هو، پر جڏهين وجود ۾ آيو، تہ ملائڪن بہ سندس اڳيان سر جهڪايو. هونءَ تہ انسان خاڪي پتلو آهي، پر ڪنهن خاص جوهر سبب، ملائڪن کان سندس اڳيان سجدو ڪرايو ويو ۽ سجدي نہ ڪندڙ کي تڙيو ويو ۽ مردود قرار ڏنو ويو، حالانڪ اهو عبادت ڪرڻ ۾ اول حيثيت رکندڙ هو. فقير صاحب جن فرمائين ٿا:

آدم دي اي عبرت ويکو، اصلئون آها عدم موجود.
کيهي سبب اين خاڪ کون، سڀ ملڪين ڪيتا سجود.

فقير صاحب اها ڳالهه واضح ڪئي آهي ته انسان جي صورت ۾ جيڪا مکيه شيءِ موجود آهي، ۽ جنهن جي ڪري ئي ملائڪن به سندس اڳيان سر نوايو ۽ انسان جي ذات اڳيان غرور ڪندڙ شيطان مردود سڏجڻ لڳو، سا ڪا اهڙي جهڙي شيءِ نه آهي. اها شيءِ ته انسان جي تخليق کان به اڳ جي آهي ۽ قديم آهي. فرمائين ٿا:

خوشيءَ پنهنجي خاڪ رلياسون، نه ته آدم ڪنون اڳي هئاسون.

هاڻي ائين چوڻ بجا آهي ته جنهن شيءِ جي ڪري ملائڪن انسان کي سجدو ڪيو، اها شيءِ آدم جي وجود کان به اڳ جي آهي. هاڻي به، جڏهين اها شي انساني خاڪي بوتي کان ڌار ٿيندي، يا بوتي کي ڇڏي الڳ ٿيندي ته هڪ ناياب شيءِ وڃي رهندي. فقير صاحب ان لاءِ فرمايو آهي ته

دُئي دل تان غير ڌريائون، سوريءَ تي چڙهي سير ڪيائون،

ڳيت انالحق ڳائين ٿا.

مطلب ته خاڪ واري دُئي جڏهين ٻري ڪئي ويندي ته باقي حق جي ذات وڃي رهندي ۽ اها انالحق جو آواز ڪندي.

رسول اڪرم لاءِ به فقير صاحب جن فرمائين ٿا ته: هن فاني جهان ۾ عدم کان جسم جو خاڪي چولو پهري، عام کان اولو ڪري، هت آيو هو:

خاڪي پاڪي چولا، آيا ڪرڪي اولا.

اڳتي هلي، ساڳئي ڪلام ۾ فرمائين ٿا ته: جڏهين ڪيس مٽي ويهڻ نه آيو، تڏهين هيٺ لهي آيو ۽ ميم وارو لقب رکيائين، يعني "احد" مان "احمد" ٿي آيو.

عشق نـه مـن وچ مايس، ميم لقب چا لايس.

وري ٻئي هنڌ فرمائين ٿا ته رسول الله نسورو ذات حق هو ۽ معراج وارو صرف بهانو آهي. حقيقت ۾ سڀڪجهه پاڻ آهي. عاشق به پاڻ ته معشوق به پاڻ.

انا احـمـد بـلا ميمي، نور نسورو ذات قديمي،

ڪيو مينهن مـعـراج.

حق جي ذات هر انسان ۾ وسي ٿي، هو انسان کان پري نه آهي. فقط اسان جي غلطي آهي، جو ان کي سڃاڻي نه سگهيا آهيون. اها ذات اسان جي بلڪل ويجهو آهي، پر اسان اڻڄاڻائيءَ سبب سمجهون ٿا ته الله ستين عرش تي آهي.

ونحن اقرب دور نه ڄاڻين، اجـا تـڪـيـن آسـمـان.

ڇڏ اوڳا انهيءَ ريـت رسم ڪـي.

پڻ هنڌ فرمائين ٿا:

وفي انفسڪم سمجهہ اشارو، اهو اٿئي عنوان.

سو، جيڪڏهن انسان انهيءَ بوتي کي پچي، ذات حق کي الڳ ڪري وجهي، تہ جيڪر فنا ۽ موت جو فڪر ئي ڪون رهيس ۽ لسوري ذات حق جي وجي رهي، جا باقي ۽ امر آهي. فقيرصاحب جڏهن اها منزل ماڻي، تڏهن فرمائڻ لڳو:

فنا جا هاڻي فڪر لٿاسون، موتوا قبل مري جياسون.

جڏهن انسان پنهنجي هستي ماري ڦٽو وجهي، تہ پوءِ نسوري ذات وڃيو رهي، ۽ ان ذات کي هرطرف صرف خدا جي ذات ئي ذات نظر ٿي اچي. اهڙا فقير جيڏاهن بہ مهاڙ ڪندا تہ کين حق جي ذات کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نظر نہ ايندو، ڇاڪاڻ تہ منجهن غير تہ آهي ئي ڪون، جو غير کي ڏسي سگهي. اهڙيءَ حالت ۾، هيءَ ڪثرت بہ کين وحدت نظر ايندي.

جڏهن هرصورت حق ڀانئين ٿا، تڏهن صوفي اچي سر لائين ٿا.

(۲) مرشد جي ساراهہ: هي رندي طريقو، جنهن جو فقير خيرمحمد بہ هڪ پانڌيئڙو هو، سو ڪنهن سولهيءَ يا واقفڪار جي رهنمائي کان سواءِ پار ٿي نٿو سگهي. مرشد ڪاڻ سواءِ انهيءَ رستي کي صرف سمجهڻ بہ اوکو آهي.

اهڙو مرشد، جيڪو حق تعاليٰ جو صحيح رستو ڏيکاري، تنهن جا ڳڻ ڳائڻ ۽ احسان مڃڻ جي زبان کي ڪا مجال آهي، پر تنهن هوندي بہ ڳڻچوريءَ جي عيب کان بچڻ لاءِ لازمي آهي تہ پنهنجي مرشد جي شڪرگذاري ڪئي وڃي.

مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي تہ فقيرصاحب جو مرشد پير عبدالحي" صاحب لوشهري فيروز وارو هو. فقيرصاحب فرمائي ٿو تہ منهنجو مرشد بہ حق جي سچن عاشقن مان هڪ هو، جنهن دنيا کي ڇڏي، پنهنجي اصلي وطن ڏانهن پرواز ڪيو.

پير مغان مخدوم عبدالحي"، هو منجهہ عاشقن،

تنهن اصل وارو آشيان، پرواز ڪيو پنهنجي وطن.

فقيرصاحب اهو سچو ڪلام پنهنجي مرشد جي شان ۾ چيو آهي ۽ ان ۾ پنهنجي مرشد ڏانهن عقيدي جا گل پيش ڪيا آهن. فقيرصاحب جي پنهنجي مرشد سان ڪيتري مرادوندي ۽ عقيدت هئي، تنهن جو ذڪر اڳ ۾ ئي ڪيو ويو آهي.

اسان جي سنڌ جا صوفي، توڙي ٻاهريان بہ حضرت لال شهباز کي سڀني عاشقن، سالڪن ۽ رندن جو سردار ڪري سمجهن ٿا. قلندر شهباز خود بہ فرمايو آهي تہ:

سرور عاشقان مستانم، هاديءِ سالڪان عرفانم

سرگروهِ تمام رندانم، ڪ سگ ڪوئي شير يزدانم

سو، فقير خوش خيرمحمد صاحب جن بہ لال شهباز سان پنهنجي عقيدت ڏيکاري آهي ۽ اوکيءَ ويل سندس مدد طلب ڪئي آهي:

اچي حاضر حسيني ٿي، قلندرلال مروندي.

اڳتي هلي حضرت لال شهباز جي واڪاڻ ڪندي، فرمايو آهي:

تو وٽ چؤطرف چوڌاري، لمي ٿي هند سنڌ ساري،

ڪابل ڪشمير قنڌاري، بلخ بيحد سمرقندي.

تنهن کان پوء، فقيرصاحب ان سردار ڏانهن به عقيدت ظاهر ڪئي آهي، جنهن لاء خود قلندرو سلطان فرمايو آهي ته آئون ان جي گهٽيء جو ڪتڙو آهيان. حقيقت اها آهي ته حق کي حاصل ڪرڻ جو پهريون ڏاڪو آهي ئي اهو. رسول مقبول وٽ پهچڻ لاء اهوئي در آهي. حضورجن پاڻ فرمايو آهي ته ”انامدينة العلم و علي“ بابها“.

اهڙيء هستيء جي ثنا ڪندي، فقيرصاحب فرمائي ٿو:

جنهان حب علي حيدر دي، ڪيهي ڪاڻ ڪين محشر دي.

ساڳئي ڪلام ۾، حضرت امام حسين شهيد ڪربلا بابت چيو اٿن:

خيرمحمد چل خاڪ چميجي، تنهن شهيدان دي شهر دي!

اهوئي دروازو آهي، جتان هرڪنهن جو ڇوٽڪارو ٿيڻو آهي. الهيء دروازي جي غلامي ڏيڻ کان سواء، سڀ عبادتون بي‌سود آهن. ان دروازي جي غلامي هرهڪ لاء عين اسلام آهي. سو پاڻ به حضرت علي جن جي در وينتي ڪندي چوي ٿو:

رس شاهه نجف جا شيرعلي، اچي عاصين جي امداد ڪريو.

حقيقي عشق جي امداد به الهيء چانئٺ تان منگي ٿو:

خيرمحمد جي دل خوش ڪر، خادم تنهنجو آهيان خاص علي.

اچي عشق سندو ارشاد ڪريو.

اهڙي برڪت ڀرئي دروازي تي نمڻ لاء فقيرصاحب اسان کي هدايت ٿو ڪري ته:

شاهه نجف جي شاهه جو، ٿيج سوالي سنجهه صباح،

وٺي ذوق ملنده واهه جو، ڪر نياز تان مائي لقعا.

فقيرصاحب، حضرت عليء جي اڳيان پنهنجي ڪمترين ۽ ضعيف حالت بيان ڪندي چوي ٿو ته اسان جي واهر ڪر، باقي اسان جو حال ڪوڙ آهي:

بيشڪ بدعتي آهيون، مولا سوالي تو سندا.

اڳتي هلي چوي ٿو:

حب حوض‌ڪوثر جي اٿئون، ٻي طلب طوبيٰ جي نه اٿئون،

ٻي جام حيدر جي هٿئون، مولا علي شير خدا.

وري ٻئي هنڌ فرمائين ٿا:

صبح جو سوالي، منگي ٿو موالي،

ڇڏيو ڪين خالي، وٺيء کي ورايو.

(۳) **حسن جو وستار:** صوفيائي اصطلاح موجب، حسن ۽ عشق، ٻئي الا حق تعاليٰ ڏانهن منسوب آهن. هر هڪ صوفي شاعر جو حسن ۽ عشق جي ساراهه ڪئي آهي ۽ گيت ڳايا آهن، تنهن مان ائين سمجهڻ گهرجي ته اهي ڪا عام حسن يا مجازي عشق جي واکاڻ نه آهي، پر حقيقي عشق ۽ حسن جي وستار آهي.

هن دنيا ۾ به حسن جي ڪمي ڪانه آهي. پلان پل جو ڇيهه نه آهي. السالي صورت ۾ به اهڙو حسن رکيو ويو آهي، جو ڏسڻ سان عقل دنگ رهجيو وڃي ۽ حوصلا خطا ٿيو وڃن. حضرت يوسف جو حسن اهڙو ته جادوءَ ڀريو هو، جو بيبي زليخان جي ساهيڙين ۽ ٻاڙي وارين، هن جي حسن ڏسڻ سان بي خبريءَ جي عالم ۾ پنهنجا هٿ وڍي ڇڏيا!

اهو ته آهي مخلوق جو حسن. اندازو لڳايو ته ان خالق اڪبر جو حسن ڇا هوندو، جيڪو اهڙي حسين مخلوق جو خلقيندڙ آهي. حديث ۾ آيل آهي ته ”انا لله جميل، ويحب الجمال.“

انسان به حسن جو پوڄاري آهي. حسن کي پسند ڪرڻ سندس فطرت ۾ سمايل آهي. حسن جو مشاهدو روح جي خوراڪ آهي. روح حسن کي پسند ڪري ٿو، ڇاڪاڻ ته اهو روح به ته خود ذات پاڪ جو جزُ آهي.

فقير خير محمد به ان حقيقي حسن جي اپٽار ڪئي آهي، جنهن کي پسڻ سان سندس دل ٺرجي وئي هئي. انهيءَ حقيقي محبوب جي حسن جي اپٽار ڪندي، فرمائي ٿو:

رخ تنهنجي روشن ڪيو، جلوو ڪلام الله

ٻئي هنڌ چيو اٿس:

پسي صورت جو سلطان، هم حيران لڳي.

ساڳئي ڪلام ۾، ان حقاني حسن کي گل جي سولهن سان تشبيه ڏني وئي آهي ۽ پاڻ کي بلبل سان:

ڪليا حسن چوطرف چوڌاري، بلبل ٿي مستان،
برهم مستان لڳي.

اهو حسن وري اهڙو ته دلفريب، دلڪش ۽ بيقرار ڪن آهي، جو هڪ دفعو ڏس ته وري ڏسڻ ڪانسواءِ آرام ئي نه اچي:

ڪي جو ڪالهه اکيون ڏسي آيون، سي ته رهن نه ٻئي ڪنهن رايون.

حسن ۾ اهڙو ته جادو سحر ۽ طاقت آهي، جو صنعان جهڙن عارفن کان به اهڙا ڪم ٿي ويا، جيڪي ظاهري شريعت جي بلڪل ابتڙ هئا:

صنعان جهڙن سالڪن، تقويٰ جا ورق واريا.
انهيءَ زلف جي زنجير ۾، اهي ڪاڪل ڪمڙا ڪاريا.

مطلب تہ حسن شهنشاهہ کي هڪ ڏينهن ڏسڻ سان بہ عقل جليو رکيو ٿيو وڃي، دل بيقرار ٿيو پوي. عاشق سر جو سانگو لاهي، وتن انهيءَ حسن جي پويان پريشان حال گهمندا. دنيا کي ترڪ ڪيو، پيا حسن جي پوڇا ڪن.

حسن جي حقيقي جلوي سان هي جسم جليو خاڪ ٿيو وڃي ۽ باقي ذات وڃي رهي، جيڪا امر ۽ ابدي آهي. حسن جي تجلي ۾ اها طاقت آهي، جو طور جهڙو جبل بہ سڙي خاڪ ٿي ويو.

جهلي تاب حسن جون ڏسي جيڪو تجليون،
جنهن سان جبل وڃي سارو طور جليون.

اهڙي حسن کي صرف اندر واريون اکيون ئي ڏسي سگهنديون. باهرين اکين کي طاقت نہ آهي، جو ان جو تاب جهلي سگهن. بيءَ حالت ۾ حضرت موسيٰ والگر بيهوش ٿي ويو.

فقير صاحب محبوب حقانيءَ جي خماريل ليڻن جي واکاڻ ڪندي فرمائي ٿو:

رمز پريون اکيون رانجهن جون، زور لٽن دل زاري.

ساڳي ڪلام ۾ اکين کي تيرن سان تشبيهہ ڏيندي فرمائي ٿو:

سارن تير تفنگي خنجر، ڪنيون خوني ليڻ خماري.

ٻئي هنڌ فرمائي ٿو:

ماريڻ نينان دي نوڪ، سانون ڀهون مسن پاوٽا.

ڏسو تہ انهن ڪارين ۽ خماريل اکين کي ڪيئن نہ گل نرگس ۽ رات ڏينهن سان پيٽ ڏني اٿس:

رخ تي دلبر سوهڻين دلبر دي، نرگس چشم حوض ڪوثر دي،
ظاهر باطن حق نظر دي، نين ڪهون يا دن رين ڪهون.

وري زلفن جي ساراهہ ڪندي، چوي ٿو:

چٽي زلف اتي رخسار ميان، ڪيڌي ڪاڪل برهہ بازار ميان.

بين عاشقن بہ محبوب جي پرن کي گهٽو ئي ساراهيو آهي، پر فقير صاحب جنهن نموني محبوب جي پرنِ جي ڳالهہ ڪئي آهي، سا ڪنهن عام شاعر وٽ نہ ملندي:

مژگان تير تي ابرو ڪمانان، جوڙ جادو جنگ ليندي هوجي.

وري فرمائي ٿو:

مژگان مورچي بند ميدان ڪڙن، چؤطرف نينان دي ڀاڻ لڙن،
اتي وير بهادر ڪي خان ڪڙن، ويکو بالڪا بي پروا آيا.

محبوب جي غبغب ۽ ڪاڏيءَ جي ثنا ڪندي تہ ڪمال ڪري ڇڏيو اٿس:

هن خوف خطر اهين راهہ اتي، سوين چوڪيان زنخ والي چاهہ اتي،
هڪ غضب والا غار ميان، ڏوجها دام گيسو خمدار ميان.

وري هي شعر ته پڙهو:

ٿي غبغب دي وچ غرق ايوين، آهي مشتاقان دا مرڪ جيوين،
ڪليا حسن دلبر دا ورق تيوين، جيوين جام جم وَ جم جم دا هٺ.

آخر ۾، فقير خوش خيرمحمد سائينءَ جو هي شعر لکي، مضمون جو اختتام ٿو ڪجي:

دم دم ويک حسن دا سچ تون، ٿيو پتنگا وانگي وچ تون،
سڙ اٿاهين، ٿي ول سچ تون، ويندي هئي رين وهائي.

## (ج) چونڊ ڪلام

### (١)

ٿلهه: توڙي لکين پوشاڪون پهرين ٿو، ته به عشق چوي ٿو يار اجهو.

١- مرسل ڪي معراج گهرايوَ، پرت منجهون پيغام سُڻجيوَ،
دوست پنهنجي ڪي درس ڪرايوَ، جيڪي توکي سير سجهيو.

٢- ڪلهه ڪلهوٽي ڏاڏي آدم کي، بهشت منجهان ڏني ڪيڊيوَ ڏجهو،
ڪالهه تڙايو، اڄ گهر جا ڪيڙوَ، ٻولي گجهارت پاڻ ٻجهو.

٣- لاتحرڪ لاشڪ چيڙوَ، قصي الهيءَ جو ڪن ڪجو،
اهڙا ٿو عنوان ڏئين، ته به موڳا ماڻهو پون منجهيو.

٤- خوش خيرمحمد خير گهرو، وٺي تنهن کي ڪوم وجهو،
ظاهر باطن يار تنهين سين، هرڪنهن حاضر حال هجو.

### (٢)

ٿلهه: دل تي لا جا حرف ڏري، پڙهه پرهه واري باب ڪٿون.

١- تون ته آدم يار لاهين، اجا پورا ڪوئي پول ٿو پائين،
پڇج پنڌڙو ڪري، ڪنهن عشق سندي ارباب ڪٿون.

٢- چڏ هٺڻ تون خود پرستي، پوءِ لئين ڏسندي حق جي هستي،
نڪر تون ٽالهن ڪري، هن عالم جي اسباب ڪٿون.

٣- ونحن اقرب تو ۾ تنهنجو، ٻولي ڏس تون پاڻ ۾ پنهنجو،
پرين سو ناهه پرين، لنگهه هٺ واري حجاب ڪٿون.

٤- خيرمحمد پڏي هاڪ حسن جي، ڍولڻ ڪر تون منهنجي ملڻ جي،
هاڻ دلبر تون ديد ڏري، ڪڻ لهڻ پئي نقاب ڪٿون.

(۳)

ٿلهہ: تخت هزاري دا مالڪ، جالب جوڳي بن آيا.
دلهان لٽڻ دي ڪيتي، چاڪ لقب چا لايا.

۱- آيا ٽبردا ڦردا، ڦاف ڪشالي ڪردا.
گهور ٿيا هر گهردا، روهي رڪڪي رايا.

۲- خاڪي پاڪي چولا، آيا ڪرڪي اولا.
ڳالهہ جنهن دا ڳولا، طالب تنهن دي تايا.

۳- عشق لہ من وچ مايس، سير لقب چا لايس،
پوش فقيري پايس، گهور حسن دي گهايا.

۴- رالجهن راوي چليا، بخت اساڏا ڪليا.
هير دي نالي هليا، مطلب سڀ ڪنهن پايا.

۵- خيرمحمد هڪ واري، ڪر قربان جند ساري.
وارڻ واري واري، ماهي ڪل دا هڻ مايا.

(۴)

ٿلهہ: ڪنهن شوق تماشي شاه آيا، سامان سوڏا باسپاهہ آيا.

۱- آيا شاهہ ٿيان هن شاديان، ويڙهي مبارڪ باد يان.
ملڪان ملڪ ٿيان مناديان، وچ مصر دي ڪنعاني ماهہ آيا.

۲- مژگان مورچي پڻ ميدان ڪڙن، چوطرف نينان دي بان لڙن.
اتي وير بهادر ڪي خان ڪڙن، ويکو بانڪا بي پرواهہ آيا.

۳- چڙهي فوج حسن دي باري هڻ، سارا لشڪر لين خماري هڻ.
چڙهہ حملا ڪر هسواري هڻ، سر عشاقان ڪاهہ وڪاهہ آيا.

۴- اين مثلي دي وچ مثلي هڻ، وہ واه عجائب وصلي هڻ.
خوش خيرمحمد دل تسلي هڻ، اهو آدم بن ڪي الله آيا.

(۵)

ٿلهہ: جوڙ مصور صورت ڪون، مٿ خاڪ وچون ڪيتا موجود.
آدم نام رکيولي اين دا، خالق ويک ٿيا خوشنود.

۱- آدم دي اي عبرت ويکو، اصلئون آها عدم وجود.
ڪيهي سبب اين خاڪي ڪون، مل ملڪين ڪيتا سجود.

۲- وچ بهشتين بيحد مزي، ڪٿي پوکڻ دا ڪيها سود.
رمز اهين اصلان رايا، شوق وڏي ڪنون ٿيا مشهود.

٣- جامع مظهر صورت دا هئي، محبت واليان دا مقصود.
آپي زور ڏيا وچ ذاتي، اربع عناصر وچ آلود.
٤- بوتي دي وچ ڀوڻ ڪنون، ساز ٿئي هن سڀ سرود.
حوران قصوران نال خوشي دي، گيت ڳايو هين مل مولود.
٥- خيرمحمد خوش خيال سڄڻ دا، ذوق زياده ٿيوي زور.
جي تون عاشق اثباتي دا هين، نال نفي دي ڪر نابود.

(٦)

ٿلهه: احمد ڪي اوهين احد سڃاڻو، ميم واري الوَ مام.

١- ميم منجهان جي مست ٿيا، جنگ ڀري پي جام،
احمد ڪي اوهين احد سڃاڻو.

٢- ميم منجهان معلوم ٿئي، جي ٿوڙين دوئيءَ جا دام،
احمد ڪي اوهين احد سڃاڻو.

٣- ميم منجهان معلوم ٿئي، 'لا' جي ڪهي ڏس لام،
احمد ڪي اوهين احد سڃاڻو.

٤- خيرمحمد اهي خوش جو ٿيڙا، جن جو عشق امام،
احمد ڪي اوهين احد سڃاڻو.

(٧)

ٿلهه: پهري ميم سندي پوشاڪ، عرب ۾ ڏس احمد آيو.

١- جنهن جي نور ظهور ڪيو، سارو ارض وسما افلاڪ،
عرب ۾ ڏس احمد آيو.

٢- پسي حسن پنهنجي ڪي، موتي پاڻ ٿيو مشتاق،
عرب ۾ ڏس احمد آيو.

٣- مٿي تي محبوب جي سونهين، چٽ سهڻو لولاڪ،
عرب ۾ ڏس احمد آيو.

٤- خيرمحمد خوش ٿيو آهي، وحدت جا ڀڏي واڪ،
عرب ۾ ڏس احمد آيو.

(٨)

ٿلهه: پسي صورت جو سلطان، همه حيران لڳي،
حيران لڳي، پريشان لڳي.

١- ديوَ ملائڪ حوران پريان، هرهڪ ٿيو حيران،
ڀڙهڻ سبحان لڳي.

٢- سر سولهين پوشاڪ پرين ڪي، موهيو مسيءَ ۽ پان،
مـڦـس مـرجـان لـڳي.

٣- ڪليا حسن چوطرف چوڌاري، بلبل ٿي مستان،
بـرهـہ بـسـتـان لـڳي.

٤- سهسين سـاز سـرود تماشا، سازن جـا آواز،
جـتـي ڪـتـي تـان لـڳي.

٥- خيرمحمد خوش خبر انهيءَ جي، بيحد ڪيان بيان،
جنهن جي جڙ جان لڳي.

( ٩ )

ٿلهہ: پسي مـک روشن مهتاب، بيوس دل وئي آ ولـڪيجي.

١- صـاحـبـي سـرڪـار انـهـيءَ ۾، هـلـي ڪين حساب،
سوين سورهيہ ويـا سنگجي.

٢- محبت جـي مـيـدان الـهـيءَ ۾، ڪندا جـوان جـواب،
جتي جاءِ ناهي جنگ جي.

٣- دست چڙهي ويئي آ دلـبـر جي، چـنـن ڪـيـن شتاب،
باڻن سان دل پئي آ پنگجي.

٤- خيرمحمد مـحـب جـي اڳـيـان، ڪُـسـي ٿـيءُ ڪباب،
لـڪڻ ڪان ڳالهہ وئي آ لنگهجي.

( ١٠ )

ٿلهہ: جهلي تاب حسن جون، جيڪو ڏسي تجليون،
جنهن سان جبل وجي، سـارو طـور جليون.

١- جـتـي پهڳـڻ هـٿـن ٿـا بـاڻ ميان، تتي طالب جـي آهـي تـاڻ ميان،
مـئـا مـون مشاهدي ڪـاڻ ميان، ڪٿا ڪين رهن، توڙي ويڙهين وليون.

٢- تنهنجي پنبڻين جـا پيڪان چـوان، يـا لـيـزا بـڙچـيـون بـان چوان،
يا ابرو سيف ايران چوان، ڪيڏو ڪيس ڪن ٿيون اهي ڪاريون ڪجليون.

٣- ويڪو محبوبن جي مام ميان، جـن ڪـي قـڪـل قاسائڻ جـا عـام ميان،
توڙي ورير هجن ڪي وريام ميان، وجهي دام زلف ڪن ٿا دست دليون.

٤- خوش خيرمحمد نظر لـڳاهہ جـاڏي، ويڙهي ويڙهي وَجَهہُ الـلّٰه تـاڏي،
سو تہ بيشڪ ڏسي ٿو بالله ماڏي، مـلـي شهر بحر بينو ڳـوٺ ڳليون.

( ١١ )

ٿلهه: چني زلف اتي رخسار ميان، ڪيڏي ڪاڪل بره بازار ميان.

١- هن خوف خطر اهين راهه اتي، سوين چوڪيان زنخ والي چاهه اتي،
هڪ غبغب والا غار ميان، ڏوجها دام گيسو خمدار ميان.

٢- اتي جاءِ نهين ڪسي آوڻ دي، ريءَ عشق بنا لئي پاوڻ دي،
رخ تي ويڙهه بيٺين ول مار ميان، جيوين چندن ڪون چوڏار ميان.

٣- هرجاءِ حسن دي هوءِ ويکو، مارا ملڪ مڙيوئي خوشبوءِ ويکو،
وه واه حسن هبڪار ميان، جيوين عنبر مشڪ تاتار ميان.

٤- مژگان مورچي بڌ صفان جوڙ ڪڙن، عاشقان نال امالڪ زور لڙن،
چني لينهن لسنگ لرواز ميان، ابروسيف ستن ڏوپار ميان.

٥- چل عاشق وچ چوسول ويکن، وچون آپ وڃاڪي وصول ويکن،
خوش خيرمحمد صدبار ميان، ڪيتا وحدت دا واپار ميان.

( ١٢ )

ٿلهه: وه واه سير حسن دم دم دا هئه، ڪاڻ عشاقان باغ ارم دا هئه.

١- تحقيق طوبيٰ دا نهين ڪوئي رايا، ڪاڪل سنبل دا ٽيڙا سعيا،
جو حسن دي حيرت وچ آيا، تنهن ڪون دام زلف خم خم دا هئه.

٢- ٿي غبغب دي وچ غرق ايوين، آهي مشتاقان دا مرڪ جيوين،
لکيا حسن دلبر دا ورق ايوين، جيوين جام جم وَ جم جم دا هئه.

٣- سانون لڳڙا شوق شرابي دا، جيوين نرگس تي نيم خوابي دا،
ڪليا چهرا رنگ گلابي دا، جنهن ڪون پوش اتون شبنم دا هئه.

٤- خيرمحمد رکب طلب تنهان دي، پنجتن پاڪ پناهين دي،
سڪ شاهه نجف دي سائين دي، جيڪو مالڪ عرب عجم دا هئه.



داد محمد "خادم" بروهي

# سبيءَ جي سنڌي ۽ سنڌس اهميت

واديءَ مهراڻ جي پياري سنڌي زبان پنهنجي مناس ۽ خوبين سبب ملڪ جي مختلف زبانن مٿان اثر انداز ٿئي ٿي ۽ ڪيترين ئي قومون ۽ الهن جون ٻوليون پنهنجن پنهنجن علائقن ۾ هن مٺڙيءَ ٻولي کي قبول ڪن ٿيون، جنهن سبب انهن قومن ۽ زبانن ۾ هي ٻولي اهڙي ته جذب ٿي وڃي ٿي جو هن پياري ٻولي کي پنهنجي مٺڙي ۽ مادري زبان طور قبول ڪري هن ٻولي جا لفظ استعمال ڪرڻ ۾ ذري برابر به هٻڪ محسوس ڪونه ٿا ڪن. پر ڪٿي ڪٿي ته هي ٻولي پنهنجو رنگ بدلائي ٿي ڇڏي پر سنڌس اصليت ۾ ڪوبه فرق ڪونه ٿو پوي ۽ جيڪڏهن فرق آهي ته اهو پين علائقن جي مختلف ٻولين جو رنگ ۽ اثر آهي جيڪو هن ٻولي مٿان ظاهر ٿئي ٿو. اها حقيقت آهي ته هر ڏهن ڪوهن ڪان پوءِ هر ٻوليءَ ۾ ٿورو فرق هوندو آهي انهي ڪري اسان جي پياري سنڌي ٻولي کي مختلف علائقن ۾ مختلف روپن اندر مختلف طريقن سان ڳالهايو وڃي ٿو، جنهن سبب هر علائقي جا پنهنجا پنهنجا لهجا ۽ محاورا آهن.

سبيءَ جو علائقو سنڌ جي آترئين سرحدي شهر جيڪب آباد کان الڪل هڪ سؤ ميلن کان به وڌيڪ مفاصلي تي واقع آهي، ۽ هن علائقي ۾ بيل ٽـَٽ، گندا واهه، ڀاڳ، هرلائي، لورالائي، ڍاڍر، تلي، ڪڇي، مري ۽ بگٽي علائقا اچي وڃن ٿا، جتي بروهي، بلوچي، پشتو ۽ سرائڪي زبانون ڳالهايون وڃن ٿيون، پر عام طور هنن علائقن جي ماڻهن جي زبان تي سنڌي ٻوليءَ جو اثر خود هنن جي پنهنجين ٻولين کان وڌيڪ آهي، ايتريقدر جو سنڌ جي سرحد کان سؤ ميلن کان به وڌيڪ مفاصلي هئڻ جي باوجود هن علائقي جي اڪثريت عام طور سنڌي ٻولي ڳالهائي ٿي پر سندن لهجن ۽ محاورن مان هن ٻولي جي اصلي صورت بگڙيل نظر ايندي. مثال طور جيڪڏهن تر يا لاڙ علائقي جو ڪو ماڻهو هن علائقي ۾ ايندو ته هو چڱي طرح سان هنن جي سنڌي ٻوليءَ کي سمجهي ڪونه سگهندو، بلڪ هو ڳالهائيندڙن مٿان شايد کلي ڏيندو يا پوءِ سمجهي مٿن ناراض ٿيندو، پر حقيقت ۾ هن علائقي جا سڀئي ماڻهو سنڌي ٻولي ڳالهائين ٿي ائين ٿا، جنهن ۾ هنن جا لهجا ۽ محاورا سنڌ جي ڪنهن به ماڻهو کي استعمال ڪرڻ ۾ ڪڏهن به ڪونه ايندا ۽ هن علائقي جا لهجا ۽ محاورا هتان جي ماڻهن جي زبان تي اهڙي طرح چڙهي ويا آهن جو هي ڪيتري به ڪوشش ڪن تڏهن به هي لهجا بدلائي ڪونه سگهندا، پر جيڪڏهن سبي جي ڪنهن به ماڻهوءَ کي ڏهن سالن تائين به سنڌ جي سرحدي علائقي يا خود سنڌ جي وچ تي رهائبو تڏهن به منهنجي خيال ۾ هن جو هي لهجو ختم ڪونه ٿي سگهندو.

بلوچستان جي ٻين سرحد وارن علائقن جهڙوڪ مانجهي پور، سٽي گيس، جهٽ پٽ، گنداند، جهل مگسي يا لس ٻيلي جهڙن علائقن ۾ به سنڌي ٻولي عام طور ڳالهائي ويجي ٿي پر انهن ۽ سڀني وارن علائقن جي سنڌي ٻولي ۾ گهڻو فرق آهي، پر حيرت جهڙي ڳالهه آهي ته بيل پٽ شهر کان پوءِ هن ٻوليءَ تي سبيءَ جي علائقي جو اثر شروع ٿئي ٿو، جيڪو سبي کان پنجاهه ميل اچا به اڳتي مچ شهر تائين هن ٻولي تي پنهنجو اثر رکي ٿي ۽ ان کان پوءِ اڳتي خود سنڌي ٻولي ختم ٿي وڃي ٿي ۽ بروهي بلوچي ۽ پشتو ٻوليون ڳالهائجن ٿيون. مچ جو شهر جيڪب آباد کان ۱۵۰ ميل پري اولهه ۾ ۽ ڪوئٽه کان ۵۰ ميل اورتي اوڀر ۾ واقع آهي.

سنڌ جي مختلف علائقن ۾ سنڌي ٻولي مختلف لهجن ۽ طريقن سان ڳالهائي ويجي ٿي جنهنڪري هي انهن علائقن جي نالن سان سڏي ويجي ٿي، جهڙي طرح سنڌ جي لاڙ ۾ هن کي لاڙي ٻولي، وچ ۾ وچولي، ٿر ۾ ٿري، اولهه ۾ ڪوهستاني، ڏکڻ ۾ ڏاڪٽي ۽ اتر ۾ اترادي ٻولي جي نالي سان مشهور آهي. اهڙي طرح سبي واري علائقي جي هن ٻولي کي وري "فراڪي" ٻولي سڏيو ويجي ٿو. جيئن ته هن علائقي ۾ بروهي، بلوچي، پشتو ۽ سرائڪي ٻوليون به خاص طور ڳالهايون وڃن ٿيون، انهي ڪري هتان جي سنڌي ٻولي تي انهن ٻولين جو هي خاص اثر ايترو ڪولهي جو هي ٻولي پنهنجي اصليت وڃائي چڏي. منهنجي خيال ۾ هن ٻوليءَ تي ٻين ٻولين جو ٽيهه سيڪڙو کان به وڌيڪ اثر آهي. هاڻي مان هن ٻولي جا ڪجهه مثال، جملا، لهجا ۽ محاورا پيش ڪندس.

۱- لکندو: هي لفظ هن علائقي ۾ وڏي فرق سان ڳالهايو ويجي ٿو، يعني "لکندو" بدران "لکنو" استعمال ٿئي ٿو. جملي ۾ هيئن ٿيندو. "اسلم سچو ڏينهن لکنو آ" يعني "اسلم سچو ڏينهن لکندو آهي." اهڙي طرح هت "لکندو" جو "د" گم ڪري "لکنو" ڳالهايو ويجي ٿو. اهڙي نموني جي ٻين لفظن ۾ "ايندو" بدران "اينو"، گهمندو بدران "گهمنو"، سمهندو بدران "سمهنو"، پچندو بدران "پچنو"، ڪرندو بدران "ڪرنو"، وڙهندو بدران "وڙهنو"، اٿندو بدران "اٿنو" ۽ ليٽندو بدران "ليٽنو" طور استعمال ڪيو ويجي ٿو. ان کان علاوه ڪجهه ٻيا لفظ به آهن جن جو "د" ۽ ڪجهه ٻيا اکر گم ڪيا وڃن ٿا. مثال طور پيئندو بدران "پينو" استعمال ٿئي ٿو، يعني هن لفظ جو "د" ۽ "ء" ٻئي ختم ڪيا وڃن ٿا. اهڙي طرح جيئندو بدران "جينو" يا "جيندو" ڪم آڻجي ٿو. ان کان سواءِ رئندو بدران "روئينو" ۽ ڪائيندو بدران "ڪائينو" ۽ ڳالهائيندو بدران "ڳالهائينو" استعمال ٿئي ٿو. هت "روئندو" جي "د" ڪٽي "و" ۽ "ي" وڌيڪ ڏيئي ڳالهايو ويجي ٿو ۽ جمع لاءِ "پڙهندا" بدران "پڙهنا" ۽ مونث ۾ "پڙهني" استعمال ڪجي ٿو. جملي ۾ هي لفظ هن طرح استعمال ٿيندا آهن: "اسلم، تسون شربت پينو آن" يعني "اسلم، تسون شربت پيئندو آهين" ۽ مونث لاءِ پيئندي بدران "پيني"، ڪائيندي بدران "ڪائيني" ۽ کلندي بدران "کلني" وغيره استعمال ڪيو ويجي ٿو.

٢- هئڻ يا هوس: هن علائقي ۾ هي لفظ به فرق سان ڳالهايا وڃن ٿا. هت "هوس" بدران "هئم" يا "هئس" استعمال ٿئي ٿو، يعني "و" گم ڪيو وڃي ٿو ۽ "س" جي جاءِ تي "م" به ڪٿي ڪٿي ڏنو وڃي ٿو. اهڙي قسم جي ڪجهه ٻين لفظن ۾ ڪائيندس بدران "ڪائيندم" ۽ ايندس بدران "ايندم" استعمال ٿئي ٿو.

٣- وڃڻ - اچڻ: هي لفظ به جدا نموني سان استعمال ڪجن ٿا. مثال طور "وڃجو" لاءِ "وينجو" ۽ "اچجو" لاءِ "اينجو" استعمال ڪجي ٿو.

٤- ڪڏهن - جڏهن - تڏهن: هنن لفظن ۾ به فرق آهي. هت "ڪڏهن" لاءِ "ڪڏين"، جڏهن لاءِ "جڏين" ۽ تڏهن لاءِ "تڏين" استعمال ٿئي ٿو، يعني "هه" ڪيڏي "ي" ڏجي ٿو.

٥- جهڙو - تهڙو - ڪهڙو - اهڙو: هنن لفظن ۾ به وڏو فرق آهي. هت جهڙو لاءِ "جيڙو"، تهڙو لاءِ "تيڙو"، ڪهڙو لاءِ "ڪيڙو" ۽ اهڙو لاءِ "ايڙو" استعمال ڪجي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن اهڙو لاءِ "ايجهو" ۽ ڪهڙو لاءِ "ڪيجهو" به ڪم اچي ٿو، يعني هت جهڙو جي "هه" جي جاءِ تي "ي" ڏنو وڃي ٿو. هنن لفظن تي سرائڪي ٻوليءَ جو اثر آهي، يعني سرائڪي ۾ ڪهڙو لاءِ "ڪيڙها" ۽ جهڙو لاءِ "جيڙها" لفظ استعمال ڪيا وڃن ٿا.

٦- ۽ - مان - ڪان - مٿان - هتان - آتان - اڳيان - پويان ۽ هائو: هي لفظ به وڏي فرق سان ڳالهايا وڃن ٿا، يعني "۽" بدران هت "آئون"، "مان" بدران "مئون"، "ڪان" بدران "ڪئون"، "مٿان" بدران "مٿئون"، "هيتان" بدران "هيٿئون"، "آتان" بدران "آتئون"، "هيتان" بدران "هيتئون"، "اڳيان" بدران "اڳيئون"، "پويان" بدران "پويئون" ۽ "هائو" بدران "هئو" استعمال ٿئي ٿو، يعني "الف" گم ڪري ان بدران "ءِ" ۽ "و" ڏيئي ڳالهايو وڃي ٿو. جملي ۾ هيئن ڳالهائبو: "هئو انور، ماڪي اسلم جي اڳيئون پٿر ڪٿي هنيئين" يعني "هائو، انور مون کي اسلم جي اڳيان پٿر ڪٿي هنيائين." هت "هائو" بدران "هئو"، "مون کي" بدران "ماڪي"، "اڳيان" بدران "اڳيئون" ۽ "هنيائين" بدران "هنيئين" ڪم آندو ويو آهي.

ٻيو جملو آهي: "هئو، انور اسلم ڪي هروز مارينوهس" يعني "هائو، انور اسلم کي روزانو ماريندو هيو". هت "هر روز" بدران "هروز"، "هوس" بدران "هئس" ۽ "ماريندو" بدران "مارينو" استعمال ڪيل آهي.

ٽيون جملو آهي: "اسلم هروز سڪول وڃي ڇڙو گهمنو هئي". هت "هر روز" بدران "هروز"، "اسڪول" بدران "سڪول"، "رڳو" بدران "ڇڙو" ۽ "گهمندو" بدران "گهمنو" استعمال ڪيل آهي، يعني سموري جملي جي معنيٰ آهي "اسلم هر روز اسڪول وڃي رڳو گهمندو آهي."

٧- آنهيءَ - هين - آن: هي لفظ هت وڏي فرق سان ڳالهايا وڃن ٿا، يعني هت "انهيءَ کي" بدران "آئين ڪي"، "هين" بدران "هيڻ" ۽ "آن" بدران "آڻ" استعمال ٿئي ٿو، يعني "انهيءَ" واري لفظ ۾ اکر "هه" ختم ڪري "ن" بدران "ڻ" ڏيئي، آخر ۾ به

"ن" ڏنو وڃي ٿو. اهڙيءَ طرح سان "هڻ" جو "ن" ڪٿي "ڻ" ۽ "ان" جو بہ "ن" ڪٿي "ڻ" ڏنو وڃي ٿو. مطلب تہ هت "ن" جي جاءِ تي گهڻو ڪري "ڻ" ڪم آڻجي ٿو.

٨- ڪيس - سندس - هينئر: هي لفظ تہ هت بلڪل آهن ئي ڪونہ، انهن بدران ٻيا لفظ ڪم آڻجن ٿا. مثال طور "ڪيس" بدران "اٿين ڪي" يعني "انهيءَ ڪي". "سندس" بدران "اٿين جو" يعني "انهيءَ جو" ۽ "هينئر" بدران "هاڻي" يا "هڻ" استعمال ڪجي ٿو.

٩- مون ڪي - مون - مون ڪان ۽ آءٌ: هي لفظ بہ هت فرق سان ڳالهائجن ٿا، يعني هت "مون ڪي" بدران "ماڪي"، "مون" بدران "سان"، "مون ڪان" بدران "ماڪان" يا "ماڪئون" ۽ "آءٌ" بدران "سان" ڏي ڪم آڻجي ٿو. مثال طور جملي ۾ هيئن ٿيندو: "ماڪي ڪيڙي ڪبر جو مان رهجي وينو هان." معنيٰ "مون ڪي ڪهڙي خبر جو مان رهجي ويندس." هت "مون ڪي" بدران "ماڪي"، "ڪهڙي" بدران "ڪيڙي"، "آءٌ" بدران "مان"، "خبر" بدران "ڪبر" ۽ "ويندس" بدران "وينو هان" استعمال ڪيل آهي. اهڙيءَ طرح هو "ويندو آهيان" بدران بہ "وينو هان" استعمال ڪن ٿا.

١٠- هيڏانهن - ڪيڏانهن - جيڏانهن - هوڏانهن: هي لفظ بہ هت فرق سان ڳالهايا وڃن ٿا. مثال طور "هيڏانهن" لاءِ "هيڏي"، "ڪيڏانهن" لاءِ "ڪيڏي" يا "ڪاڏي"، "جيڏانهن" لاءِ "جيڏي" يا "جاڏي" ۽ "هوڏانهن" لاءِ "هوڏي" استعمال ڪجي ٿو ۽ "هيڏانهن" جو ا-ن-هہ-و ڪيدي صرف "ي" ڏجي ٿي. هنن لفظن ۾ "ڪيڏانهن" ۽ "جيڏانهن" وارن ٻنهي لفظن ۾ "ڪيڏي" ۽ "جيڏي" ٻئي لفظ سرائڪي ٻوليءَ جا ورتا ويا آهن، يعني هنن لفظن تي سرائڪي ٻوليءَ جو رنگ چڙهيل آهي.

١١- آهين - آهيان - آهي - آهن: هي لفظ بہ هت فرق سان استعمال ڪجن ٿا. مثال طور "آهين" بدران هت "آن"، "آهيان" بدران هت "هان"، "آهي" بدران "هئي" ۽ "آهن" بدران هت "هن" طور ڪم آڻجي ٿو. جملي ۾ هيئن ٿيندو: "انور سڪول وَئو هئي." يعني "انور اسڪول ويو آهي." هت "اسڪول" بدران "سڪول"، "ويو" بدران "وئو" ۽ "آهي" بدران "هئي" استعمال ٿيل آهي.

ٻيو جملو آهي: "تون مسيت ويني هان؟" معنيٰ "تون مسجد ويندي آهين؟" هت مسجد" کي "مسيت"، "ويندي" کي "ويني" ۽ "آهين" کي "آن" طور استعمال ڪيو ويو آهي.

١٢- جيستائين - هيستائين - ڪيستائين - اوستائين - تائين ۽ جيتوڻيڪ: هي لفظ بہ فرق سان ڳالهايا وڃن ٿا. مثال طور "جيستائين" بدران "جيستوئين" يا "جيستوڻي"، "هيستائين" بدران "هيستوئين" يا "هيستوڻي"، "ڪيستائين" بدران "ڪيستوئين" يا "ڪيستوڻي"، "اوستائين" بدران "اوسيتوئين" يا "اوستوڻي"، "تائين" بدران "توئين"، "توئي"، "توڻي" يا "توڻين"،

"جيڪڏهن" بدران "جيڪر"، "جيتوڻيڪ" بدران "تـوڙي"، "توڻي" ۽ "توڻين" استعمال ڪجي ٿو. هنن لفظن جي پوئين "ئين" بدران "ٿين" يا "ٿي" استعمال ڪجي ٿو.

۱۳- موڪل- موڪلڻ- وڪڻڻ: هي لفظ هت تمام وڏي فرق سان ڳالهايا وڃن ٿا. مثال طور هت "موڪل" بدران "منج"، "موڪلڻ" بدران "منجڻ" ۽ "موڪلجڻ" بدران "منججڻ" ڪم آڻجي ٿو ۽ "وڪڻڻ" بدران "ويچڻ" ڪم اچي ٿو. ڪڏهن وري "موڪلڻ" بدران "نيـَڻ" به ڪم اچي ٿو. هي لفظ به سرائڪي جا آهن، جيڪي گهڻو ڪري سبي واري علائقي ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ به استعمال ڪيا وڃن ٿا. جملي ۾ هينئن ٿيندو: "ڪاليون ڪڏي گهر منج." يعني "ڪاليون ڪڏهن گهر موڪل". هت هنن "موڪلڻ" لاءِ "منجڻ" ۽ "ڪهڻ" لاءِ "ڪـڏڻ" جو لفظ استعمال ڪيو آهي. هي لفظ بلوچي ۽ بروهي زبانن جو آهي، جيڪو هت سنڌي ٻوليءَ ۾ پوريءَ طرح سان جذب ٿي ويو آهي ۽ بنا ڪنهن هٻڪ جي استعمال ڪيو وڃي ٿو.

۱۴- جتي- ڪٿي- هتي: هي لفظ به هت فرق سان ڳالهايا وڃن ٿا، يعني هت "جتي" لاءِ "جاٽي" يا "جاتي"، "ڪٿي" لاءِ "ڪاٽي" ۽ "هتي" لاءِ "هتڙي" ڪم آڻجي ٿو. ٻهرين ٻن لفظن جي ٻهرين اکر ڪان پوءِ "الف" ڏيئي "ت" بدران "ٽ" ڏلو وڃي ٿو ۽ پوئين لفظ جي "ت" ۽ "ي" جي وچ تي "ڙ" ڏيئي "هتڙي" ڪري ڪم آڻجي ٿو.

۱۵- سوبہ- جوبہ- ڪوبہ: هي لفظ به هت فرق سان ڳالهايا وڃن ٿا، يعني هت "سوبہ" لاءِ "سوئي پيي" يا "اُوهوئي پيي"، "جوبہ" لاءِ "جوئي پيي" يا "جيڪو پيي" ۽ "ڪوبہ" لاءِ هت "ڪوئي پيي" يا "ڪير پيي" استعمال ڪجي ٿو ۽ "اهڙو بہ" لاءِ "ايجهو پيي" ۽ "ڪهڙو بہ" لاءِ "ڪيجهو پيي" ڪم آڻجي ٿو. هت "ڪيجهو" ۽ "اِيجهو" ٻئي لفظ سرائڪي ٻوليءَ جا آهن ۽ سنڌيءَ ۾ استعمال ٿين ٿا.

۱۶- آٿڻ- هلڻ: هي لفظ به فرق سان ڳالهائجن ٿا، يعني هت "هلڻ" بدران "چلڻ" ۽ "آٿڻ" بدران "آئڻ" استعمال ڪجي ٿو. هي لفظ به سرائڪي ٻوليءَ جا آهن. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ڪنهن گاڏيءَ جي هلڻ لاءِ ڪجهه چوڻو هوندن ته هو "چلڻ" يا "چلدي" استعمال ڪندا. جملي ۾ هينئن ٿيندو: "گاڏي چلدي چو ناهي؟" يعني "گاڏي چو ڪونہ ٿي هلي؟" ٻيو جملو آهي: "تون چـُل، مان اينوهان" يعني "تون هل، مان اچان ٿو". هت "هـل" بدران "چـُل" استعمال ڪيل آهي ۽ "آت" لاءِ هت "آئي" استعمال ڪندا آهن. هي لفظ به سرائڪي ٻوليءَ جا آهن.

۱۷- اِهو- آهو: هي لفظ به فرق سان ڳالهايا وڃن ٿا، يعني "اِهو" بدران "اِيهو" ۽ "آهو" بدران "آوهو" ڪم آڻجي ٿو. جملي ۾ هينئن ٿيندو: "اِيهو گـُدرو ڪاشو آ" يعني "اهو سنو گدرو آهي". هت "اِهو" جي جاءِ تي "اِيهو"، "سنو" جي جاءِ تي "ڪاشو" ۽ "آهي" بدران "آ" استعمال ڪيو آهي.

ٻيو جملو آهي: ”اوهو ڪاڏي پرڪنو پٺو آ“ يعني ”اهو ڪيڏانهن ڦري رهيو آهي“. هت ”اهو“ بدران ”اوهو“، ”ڪيڏانهن“ بدران ”ڪاڏي“، ”ڦرندو“ بدران ”پرڪنو“، ”ٻيو“ بدران ”پٺو“ ۽ ”آهي“ بدران ”آ“ استعمال ڪيل آهي. يعني هن جملي جا پنج ئي لفظ سبي واريءَ سنڌيءَ جا استعمال ڪيل آهن.

ٽيون جملو آهي: ”ايهو رپٺو ماڪي ڏي تہ ڏولئرو ونئو هان“ معنيٰ ”اهو رپيو مون کي ڏي تہ ڏولئرو وٺندس“. هت ”اهو“ لاءِ ”ايهو“، ”رپيو“ لاءِ ”رپٺو“، ”مون کي“ بدران ”ماڪي“، ”لسي“ بدران ”ڏولئرو“ ۽ ”وٺندس“ بدران ”وٺنو هان“ استعمال ڪيل آهي.

چوٿون جملو آهي: ”آڻ آخير ونئي آندس“ يعني ”هنن آخر ونئي آيس“. هت ”هنن“ بدران ”آڻ“، ”آخر“ بدران ”آخير“ ۽ ”آيس“ بدران ”آندس“ استعمال ڪيل آهي.

پنجون جملو آهي: ”رات سيوي تي ٿيو هئم“. يعني ”رات سبي ۾ رهيو هوس“. هت ”۾“ بدران ”تي“، ”رهيو“ بدران ”ٿيو“، ”هوس“ بدران ”هئم“ ڪم آندل آهي. اهڙيءَ طرح هي ”و يو هئيس“ کي ”وَئو هئم“ طور استعمال ڪندا آهن.

١٨- جيڪر، جيڪڏهن: هي لفظ بہ فرق سان ڳالهايا وڃن ٿا. هت ”جيڪر“ بدران ”جي“ يا ”جو“ ۽ ”جيڪڏهن“ تہ هت بلڪل آهي ئي ڪونہ. ان لاءِ بہ هت ”جيڪر“، ”جو“ يا ”جي“ ڪم آڻجي ٿو. جملي ۾ هيئن ٿيندو: ”جي تون ڪلٽون اينو هٿين“ يعني ”جيڪڏهن تون ٽيون ڏينهن اچين ها“. معنيٰ هت ”جيڪڏهن“ بدران ”جي“، ”ٽيون ڏينهن“ بدران ”ڪلٽون“ ۽ ”اچين ها“ بدران ”اينو هئين“ ڪم آندو آهي.

١٩- وت، وتو: هي لفظ بہ هت فرق سان ڳالهائجن ٿا، يعني هت ”ت“ جي جاءِ تي ”د“ ڏنو وڃي ٿو. مثال طور جملي ۾ هيئن ٿيندو: ”سارو ڏينهن رلنو ودو هان“ معنيٰ ”سڄو ڏينهن رلندو وتو آهيان“، يعني ”رلندو“ بدران ”رلنو“، ”وتو“ بدران ”وَدو“، ”آهين“ بدران ”هان“ استعمال ڪيل آهي. هي لفظ يعني ”وَدو“ بہ سرائڪي جو آهي ۽ هن سرائڪي واري لهجي مطابق هت ”وري“ لاءِ ”وَت“ استعمال ڪيو وڃي ٿو.

٢٠- تنهنجو، منهنجو، ڪنهنجو، پنهنجو: هي لفظ بہ هت فرق سان ڳالهايا وڃن ٿا. هت ”پنهنجو“ کي ”پانجو“، ”منهنجو“ کي ”منجو“، ”ڪنهنجو“ کي ”ڪينجو“ ۽ ”تنهنجو“ کي ”تنجو“ طور استعمال ڪن ٿا، يعني هت ”پنهنجو“ لاءِ ”پانجو“ معنيٰ تہ ”هہ“ ۽ ”ن“ ٻئي ڪم ڪري پهرين اکر ڪان پوءِ ”الف“ ڏيئي ڳالهايو وڃي ٿو. اهڙيءَ طرح ”منهنجو“ لاءِ ”مانجو“ استعمال ٿئي ٿو. پر ”ڪنهنجو“ لاءِ وري ”ڪينجو“ استعمال ٿئي ٿو، يعني ”ن“ ۽ ”هہ“ ڪم ڪري ”ي“ ڏيئي ڳالهايو وڃي ٿو ۽ ”تنهنجو“ لاءِ بہ ”هہ“ ۽ ”ن“ ڪم ڪري ڳالهايو وڃي ٿو.

جملي ۾ آهي: ”تنجو ڳڏون ڪاٽي آ“، يعني ”تنهنجو لوٽو ڪٿي آهي“، يعني هت ”تنهنجو“ لاءِ ”تنجو“، ”لوٽي“ لاءِ ”ڳڏون“، ”ڪٿي“ لاءِ ”ڪاٽي“ ۽ ”آهي“ لاءِ ”آ“ ڪم آندو ويو آهي.

٢١- ڪيڏانهون، تيڏانهون، هيڏانهون، اوڏانهون، جيڏانهون: هي لفظ بہ هت فرق سان استعمالِ ڪجن ٿا. مثال طور هت ”ڪيڏانهون“ بدران ”ڪاڏئون“، ”تيڏانهون“ بدران ”تاڏئون“، ”هيڏانهون“ بدران ”هيڏئون“، ”اوڏانهون“ بدران ”اوڏائون“ ۽ ”جيڏانهونڏ بدران ”جاڏئون“ استعمال ڪجي ٿو. يعني هت ”ڪيڏانهون جو“ ”ا-ن-هـ-و-ن“ بدران صرف ”ئون“ ڏنو وڃي ٿو ۽ ”ڪ“ ڪان پوءِ ”الف“ ڏيئي ”ڪاڏئون“ ڪجي ٿو. اهڙيءَ طرح ”تيڏانهون“ لاءِ ”تاڏئون“، ”هيڏانهون“ لاءِ ”هيڏئون“، ۽ ”اوڏانهون“، لاءِ ”اوڏئون“ ڪم آڻجي ٿو. يعني ”انهون“ بدران ”ئون“ ڏجي ٿو. جملي ۾ هيئن ٿيندو: ”جاڏئون وِيني هان تاڏئون اِيني ها“، يعني ”جيڏانهون ويندي آهيان تيڏانهون ايندي آهيان“. معنيٰ هت ”جيڏانهون“ بدران ”جاڏئون“، ”ويندي“ بدران ”ويني“، ”آهيان“ بدران ”هان“ استعمال ڪيل آهي ۽ ”تيڏانهون“ بدران ”تاڏئون“ ڪم آندل آهي.

٢٢- جنهنڪي، ڪنهنڪي، تنهنڪي: هي لفظ بہ هت فرق سان ڳالهائجن ٿا. مثال طور هت ”جنهنڪي“ بدران ”جينڪي“، ”ڪنهنڪي“ بدران ”ڪينڪي“ ۽ ”تنهنڪي“ بدران ”تينڪي“ ڪم آڻجي ٿو، يعني هت ”جنهنڪي“ جي ڪان پوءِ ”ن“ ۽ ”هہ“ جي جاءِ تي ”ي“ ڏني وڃي ٿي. جملي ۾ هيئن ٿيندو: ”جينڪي بال ڪپي تينڪي ملنو“ معنيٰ ”جنهنڪي بال ڪپي تنهنڪي ملندو“. هت ”جنهنڪي“ بدران ”جينڪي“، ”تنهنڪي“ بدران ”تينڪي“ ۽ ”ملندو“ بدران ”ملنو“ استعمال ٿيل آهي.

٢٣- اٿم، اٿس: هي لفظ بہ هت فرق سان ڳالهائجن ٿا، يعني هنن جو پهريون اکر ”الف“ استعمال ۾ ڪونہ ٿو اچي. مثال طور ”اٿم“ بدران هت ”ٿم“ ۽ ”اٿس“ بدران ”ٿس“ استعمال ڪجي ٿو. جملي ۾ هيئن ٿيندو: ”مارينو ٿس“ معنيٰ ”ماريندو اٿس“. اهڙيءَ طرح هت ”ڏنو ٿي مانس“ بدران ”ڏنو ٿمانس“، ”ڏيندو“ بدران ”ڏينو“ ۽ ”آهيانس“ بدران ”هانس“ ڪم آڻجي ٿو. ”ڪائيندو آهيان“ بدران ”ڪائينو هان“ استعمال ڪيو آهي.

٢٤- ڳولهيو، ڪوليو: هي لفظ بہ هت فرق سان ڳالهائجن ٿا. مثال طور هت ”ڳولهيو“ بدران ”ڳولو“ يا ”ڦولو“ ۽ ”ڪوليو“ بدران ”ڪولو“ ڪم آڻجي ٿو.

٢٥- ساڃو، ڪاپو: هي لفظ بہ فرق سان ڳالهائجن ٿا، يعني ”ساڃو“ بدران ”سڃو“ ”ڪاپو“ بدران ”ڪپو“ ڪم آڻجي ٿو.

٢٦- وَيو، پَيو، هُيو: هي لفظ بہ هت وڏي فرق سان ڳالهايا وڃن ٿا، مثال طور هت ”وَيو“ بدران ”وَئو“، ”پَيو“ بدران ”پَئو“ ۽ ”هُيو“ بدران ”هَئو“ استعمال ٿئي ٿو. يعني هنن لفظن جي پوئين ”ي“ ۽ ”و“ جي جاءِ تي ”ء“ ۽ ”و“ ڏيئي ”ئو“ استعمال ڪجي ٿو. جملي ۾ هيئن ٿيندو: ”اسلم پرسَئيو ٿي وئو هئو“ يعني ”اسلم پرسال سڃيو ٿي ويو هيو“. هت ”سڃيو“ بدران ”سَئيو“، ”ويو“ بدران ”وئو“ ۽ ”هُيو“ بدران ”هَئو“ ڪم آندل آهي. ”اسلم هروز گهر وينو هئو“ يعني ”اسلم هرروز گهر ويندو هيو“.

هاڻ ڪجهه فرق وارا لفظ ڏجن ٿا:

| سنڌي | سبيءَ جي سنڌي |
|---|---|
| ● ڪپڙي بابت | |
| دامن | = دانون |
| انگوچو | = انگوشو |
| اڳڙيون | = ريڙون، ليڙون |
| ڪپهه | = ڪهنهه |
| گوڏ | = لانڪ |
| قميص | = چولو |
| ڪالچ | = سٽڻ، شلوار |
| ڪفن | = خفن |
| ● انسان ۽ جانورن بابت | |
| منهن | = مُولهن |
| نرڙ | = اراڙ |
| هنج | = بغل |
| دل | = هان |
| بادشاهه | = باچا |
| ڪبوتر | = ڪپوتر |
| پکهه | = پکهلو |
| ڪوئو | = چوهو، مشق |
| سرڻ | = هيل |
| باز | = بانز، شڪرو |
| ڀيچوهو | = ڪيچوئو |
| ● ڏينهن ۽ وقت بابت | |
| گهارڻ | = جالڻ |
| وقت | = وخت |
| اڳو پوءِ | = هڪومَنه |
| هن سال | = هيل |
| راتون رات | = راتو واهُو |
| شام | = سنجهو |

| سنڌي | سبيءَ جي سنڌي |
|---|---|
| ٻپهري | = پيشي |
| ٽپهري | = ديگر |
| منجهند | = منجهن |
| صبح | = صبوح |
| رُڏل | = سُڪ |
| ڪالهه | = ڪلهه |
| ٽيون ڏينهن | = ڪلٽون |
| ● شين بابت | |
| ٽماٽا | = ٽماٽر، چماٽا |
| موري | = مولي |
| ٻٽون | = ٻٽوئو |
| دوا | = دارون، درمل |
| لسي | = ڏلورو، ڏڏ |
| آچار | = ڪٽو |
| جُتي | = گهيتلو |
| سائيڪل | = سيڪل |
| ڪندق | = ڪنداخ |
| پيڙي | = پينڙي |
| لوٽو | = گڏون |
| چمڙو | = چمُ، ڪل |
| ٻٽاٽا | = ٻٽالون |
| باهه | = چَر |
| ● ٻيا لفظ | |
| چڱو | = ڪاشو |
| ڏنگو | = ڏوڙو |
| اندر | = منجهه |
| ٻاهر | = ٻَهر |
| اڻ | = آن |

| سنڌي | سبيءَ جي سنڌي |
|---|---|
| شايد | = شايت |
| ڊڪاڻ | = ڍيڪاڻ |
| مدد | = مدت |
| همت | = همٿ |
| والدو | = نمڪٿو، رول |
| خالي | = سڪٿو |
| عادت | = علت |
| افعال | = حفال |
| چاڪاڻ | = چاجي لا، چاڪان |
| خارش | = ڪارش |
| واسطي | = ڪان |
| ٻهٽي | = ٻوٽين |
| پرتي | = ٻرتي |
| اسٽيشن | = ٽيشڻ |
| ٻچيو | = ٻتو |
| منڊ | = مهڙ |
| ميڇڻ | = منڻ |
| لفظ | = لوظ |
| لوڻ | = گڏڻ |
| غلط | = گات |
| غريب | = گريب |
| چواڪ | = چٿوس |
| شوق | = شونق |
| رواج | = رواز |
| رسم | = رشم |
| تاريخ | = تاريڪ |
| اڪيلو | = هيڪلو، اڪيلو |
| مهمان | = مزمان |

| سنڌي | سبيءَ جي سنڌي | سنڌي | سبيءَ جي سنڌي | سنڌي | سبيءَ جي سنڌي |
|---|---|---|---|---|---|
| ڊاڪٽر | = ڏاڪھر، | بندوق | = توپک | منھنجي لاءِ | = ماکان |
| | ڏاڪدار | تمنار | = ٽپنار | تنھنجي لاءِ | = توکان |
| ٻخار | = تپ، کوسو | بخشڻ | = ٻشکڻ | لاپوڙا نہ ھڻ | = ڏمب نہ ھڻ |
| قدرت | = قزرت | کوٽو | = کسو | ڇک ڏي | = کش ڏي |
| بھادر | = بھاذر | ڏپرو | = سنھون، سکو | ھن وانگر | = ھڻ وانگي |
| پرھيز | = پھريز | پيٽو | = پيٽر | منھن موڙيو | = ڇک ھنيو |
| ڪٿان | = ڪاٿئون | ماٺارو | = منارو | لاحول | = الاخوت |
| جتان | = جاٿئون | ● ٻيا لفظ | | لک لعنت | = لخ لعلت |
| اتان | = اٿئون | اڳياڙي وارا | = آڳاٽا | پوک ڇڏ | = ڇتپ ڇلي ڇڏ |
| توھان | = تھان | پڇاڙي وارا | = پاڇاٽا | توکان | = توکٿون |
| اڱڻ | = اڱواڙو | ٽيون ڏينھن ڪان | = ڪلٽون لاڪون | موٽڪان | = ماکٿون |
| چالو | = چيان | ڪالھ تان | = ڪلاڪون | وٽ وٺان | = پکڙ ڏ کڙ |
| بيوقوف | = پٽ | وڏي ھولدي | = وڏي لاڪون | مارڪٽ | = ھڻ ھٽان |
| ڪاھ | = ھڪل | پرسال ڪان | = پراکون | ڪيستائين | = ڪيستڪ |
| غيرت | = گيرت | ھن سال ڪان | = ھيلاکون | ھيستائين | = ھيستڪ |
| دورو | = دوڙو | جڏھن ڪان | = جانڪون | وَرتي اٿس | = وَٽي ٿس |
| غوطا | = گھوتا | تڏھن ڪان | = تانڪون | ورتو اٿس | = وٺيو ٿس |

**نالا رکڻ:**

ھن علائقي جا ماڻھو پنھنجن ٻارن تي ٺيٺ سنڌي نموني جا نالا رکن ٿا ۽ سندن نالن مان ھن علائقي جي ٻولي پڻ ٻکندي ۽ نالو ٻس ڪالہ ڪا معنيٰ رکندو ھوندو. مثال طور: ”الاھہ ڏِوايو“ ۽ ”الاھہ جوايو“ وغيره. جيڪڏھن ڪو ٻار خير خوشيءَ سان پيدا ٿيندو ۽ تہ نالو رکندس ”خيرو“ يا ”خيري“ يا جيڪڏھن ٻار مِرندا ھوندن تہ نالو رکندس ”بشڪڻ“ ۽ مونث ۾ ”نہ مٺي“ وغيره. ان ڪان علاوه ھن علائقي جي جاگرافيائي لحاظ سان بہ نالا رکندا آھن، مثال طور ”جبل“ ۽ ”ٽکر“. ھتان جي ذاتين تي بہ نالا رکيا ويندا آھن، مثال طور ”پٺاڻ خان“، ”بلوچ خان“ ۽ ”مينگل خان“ وغيره. سھڻي ٻار تي ”مھڻو“، پيار ڪان ”پيارو“، ”شربت خان“، ”مٺا خان“ ۽ خار ڪان رکندا ”ڪوڙو“ يا ”ڪوڙي“ وغيره. ان ڪان علاوه ھتان جي ٽالن ۾ پکين، وڻن ۽ ميون جا نالا ”کيڙ خان“، ”ڪرڙ خان“، ”ڪانديرو“، ”ڏاڙھون“، ”ميوو خان“، ”مور“ ۽ ”طوطو“. عورتن ۾ ”مينا“، ”موران“ ۽ ”ڪونجان“ وغيره. ھتان جي شھرن تي بہ علائقي جي جاگرافيائي حالتن جھڙا نالا رکيل آھن.

مثال طور "جهٽ پٽ"، "بيل پٽ" ۽ "پٽ فيڊر" وغيره ۽ اجا پيا لاالا آهن "پاڪ"، "منڙي"، "چٽ" ۽ "ڪچي" وغيره.

### مونث ۽ مذڪر:

هتان جي سنڌي ٻوليءَ ۾ مونث ۽ مذڪر ۾ تمام ٿورو فرق محسوس ٿيندو آهي، يعني تقريبن هڪ جهڙو محاورو استعمال ڪجي ٿو، يعني "ڪانيني". هيءُ لفظ مونث ۽ مذڪر ٻنهين ۾ هڪجهڙو آهي ۽ فرق صرف "زير" جو آهي، يعني جيڪڏهن لفظ مذڪر لاءِ استعمال ڪيل هوندو ته "زير" ڏنل نه هوندي ۽ مونث لاءِ هوندو ته "زير" ڏيئي ڳالهايو وڃي ٿو. باقي لفظ جي پويان "ءِ" ڪونه ٿو ڏنو وڃي، يعني هت "پڙهنيءِ" يا "پڙهنينءِ" بجاءِ "پڙهني" يا "پڙهنين" استعمال ڪيو وڃي ٿو. ان ڪان علاوه "هوءَ" بدران "هو" يعني "هه" کي "پيش" ۽ "ءَ" ٻئي ڪونه ٿا ڏنا وڃن ۽ "هو" مونث توڙي مذڪر ٻنهين ۾ ڪم آڻجي ٿو. اهڙيءَ طرح "هيءَ" لاءِ "هي" استعمال ڪجي ٿو، يعني "هه" کي "زير" ۽ "ءَ" ٻئي ڪونه ٿا ڏنا وڃن. هنن محاورن مان ظاهر آهي ته هت مونث ۽ مذڪر ٻنهين لاءِ تقريبن ساڳيو ئي محاورو استعمال ڪيو وڃي ٿو.

### ڳجهارتون:

هن علائقي ۾ ڳجهارتون به هتان جي سنڌي ٻوليءَ مطابق عجيب و غريب آهن، جنهن مان هتان جي سنڌي ٻولي ٻئي ظاهر ٿيندي، مثال طور:

١- "ترپچڪ ترپچڪ ٽن چنگهن تي، ڪاٺ ڪلهي تي، ٽوپ مٿي تي".

هن ڳجهارت جو حل آهي: لوهي چلهه تي ديڳڙي، ڍڪڻ ۽ ڏوئي، يعني ٽن چنگهن واري لوهي چلهه، جنهن تي ديڳڙي رکيل ۽ مٿان ڏوئي ۽ ڍڪڻ رکيل هجي.

٢- "اچو قبو شاهه جو، جينکي نه دري نه دروازو."

هن ڳجهارت مان مراد آهي "ڪڪڙ جو آنو"، جنهن کي ڪو به ٽنگ وغيره ڪونهي، جنهن کي دري يا دروازو ڇئي سگهجي.

٣- "هيترڙو پناڻ، هيڏي پڇ سان ساڻ."

هن ڳجهارت مان مراد آهي "سئي ڌاڳو"، جيڪا پاڻ تمام ننڍي ۽ وڏو ڌاڳو پڇ طور لڳل اٿس.

٤- "جيئن چڪنس تيئن ننڍي."

هن ڳجهارت مان مراد آهي "بيڙي"، جنهن کي جيڪڏهن ڇڪبو رهبو ته اها ننڍي ٿيندي ويندي.

٥- "پڄهارت پڄهڙي، جينکي نه ڪن، نه پڇڙي."

هن ڳجهارت مان مراد آهي "ڏيڏر"، جنهن کي نه ڪن آهن ۽ نه وري ڪو پڇ اٿس، انهيءَ ڪري هن ڳجهارت کي "پڄهارت پڄهڙي، جينکي نه ڪن نه پڇڙي" ٺاهي استعمال ڪيو وڃي ٿو. (هت "ڳجهارت" کي "پڄهارت" چئبو آهي.)

بلوچستان جي هن علائقي جي پوشاڪ ۾ گهڻو ڪري وائل جو پٽڪو، ڪمرڪ يا بافتي جي سٿڻ ۽ قميص استعمال ڪبي ٿي. هتان جا ماڻهو اجرڪ ۽ سنڌي ٽوپي وڏي شوق سان استعمال ڪندا آهن ۽ عورتون گاڙهي ۽ ليري رلڳ جي ڇيٽ ۽ اجرڪون پائن ٿيون.

هتان جا ماڻهو سنڌ صوبي سان خاص لڳاءُ رکن ٿا. حيدرآباد ۽ ڪراچي ريڊيو اسٽيشنن جا سنڌي پروگرام وڏي شوق سان ٻڌڻ پسند ڪندا آهن. خاص طور حيدرآباد ڪان "جمهور جو آواز" پروگرام ۾ "فتح خان جي ڪچهري" دل و جان سان ٻڌندا آهن. ان ڪان علاوه شاهه لطيف ڀٽائيءَ جا ڪلام به وڏي شوق سان ٻڌلدا آهن. سازن ۾ "الغوزه" (ٻينا)، شرنائي، مُرلي، يڪتارو، چپڙي، دُهل، ڏُڪڙ ۽ دمبورو بيحد پسند ڪندا آهن.

هتان جا ماڻهو رهڻ لاءِ خاص طرح سان سنڌي نموني جون جايون تيار ڪن ٿا، جن ۾ ڳمب جون پيٽيون تيار ڪري، مٿان ڀٽرون، ٽوڻا ۽ سَر ڏيئي ڇپت تيار ڪن ٿا، ان ڪان پوءِ ٻُهه جو ليپو ڏنو وڃي ٿو. اوطاقن لاءِ هت خاص طور لانڍيون تيار ڪن ٿا، جن ۾ مانجهاندڙي ۽ لَئي جي ڪاٺين جو استعمال زياده ٿئي ٿو ۽ گرمين ۾ پاڻيءَ جو ڇٽڪار ڪري ڪچهريون ڪيون وڃن ٿيون. پيئڻ جي پاڻيءَ لاءِ وڏا وڏا مَٽَ زمين ۾ ڪَڍ ڪوٺي، واري وجهي، ڳچيءَ تائين پورين ٿا. مهمان نوازيءَ ۾ هتان جا ماڻهو مشهور آهن ۽ هرهڪ زميندار پنهنجي اوطاق لاءِ لنگر پاڻي هلائيندو رهندو آهي ۽ ڪنهن به وقت اچڻ واري مسافر ڪبي مالي ملندي آهي.

هتان جا ماڻهو پنهنجي گذاري لاءِ جوئر، مٽر، چڻا، ڪڻڪ، ٻاجهري، جَوَ ۽ چانور پوکين ٿا ۽ زمين ۾ ڪيڻ، هَرَ ۽ گهوڙو وغيره استعمال ڪيو وڃي ٿو ۽ مال ڍوئڻ لاءِ ڏاند گاڏين جو استعمال ٿئي ٿو. ڪير، مکڻ ۽ لَسيءَ لاءِ مينهون، ٻڪريون، ڳئون ۽ ريڍ و مال پالجي ٿو. ريڍي مال جي پشم ۽ ٻڪرين جي وارن سان ڪٿا، جوال، پاچڪا، ڪمبل، رَسا ۽ واڏڻ ٺاهين ٿا. سمهڻ لاءِ رلهي، جيڪا خاص طرح ٽڪ تي تيار ڪبي ٿي، استعمال ڪن ٿا.

هن علائقي جي ماڻهن تي سنڌي ٻوليءَ سبب سنڌي ثقافت جو پڻ ڀرپور اثر آهي. هتان جي مشهور ۽ تواريخي جاين مان سنڌي تهذيب ۽ تمدن جا اهڃاڻ ملن ٿا. نصير آباد ضلعي جي ڳوٺ صحبت پور جي تواريخي مسجد پوري پاڪستان ۾ مشهور آهي، جيڪا صحبت خان گولي نهرائي هئي، جنهن ۾ شيشي جي چٽساليءَ ۽ ٽَڪ جو عاليشان ڪم اڄ به سنڌي تهذيب کي زنده رکيو ٿو اچي. ان ڪان علاوه ساڳي ڳوٺ جيچوڌاري مير صحبت خان گولي جو نهرايل ڳمب جو ڪوٽ به هڪ اهم تهذيبي ۽ تمدني حيثيت رکي ٿو، جنهن جي اوچائي تقريبن پندرنهن نوٽ ۽ ويکر پنج فوٽ آهي.

هن علائقي ۾ ڪيترائي سنڌي اديب ۽ شاعر ٿي گذريا آهن، جنهن ۾ صوفي شاعر حضرت رکيل شاهه ۽ قادربخش گولو تمام مشهور ٿي گذريا آهن. ضلع ڪڇي جي مشهور

ڳوٺ فتح پور، جتي سيد رڪيل شاھ جو مزار مبارڪ آھي، تمام مشھور آھي. ھت ان مزار جي دروازي تي سائين رڪيل شاھ جو ھڪ بيت اڄ بہ سنڌي زبان جي تواريخي حيثيت کي نمايان طور ظاھر ڪري ٿو ۽ سائينءَ جي ڪلامن جو مجموعو سنڌي ادب ۾ اھم حيثيت رکي ٿو. ھت ھر سال شاھ سائين جو عرس مبارڪ بہ ٿيندو آھي ۽ ھتي وڏا وڏا عالم اچي شرڪت ڪندا آھن، وڏا وڏا فنڪار سائين جو ڪلام پيش ڪندا آھن. ان کان علاوه ڳوٺ صحبت پور جو مشھور ۽ معروف شاعر قادربخش گولو بہ ھتان جو آھي ۽ تمام وڏو شاعر ٿي گذريو آھي. سندس ڪلامن جو مجموعو ”گلزار ڪاپاري“ سنڌي ادب ۾ اھم حيثيت رکي ٿو.

ھن علائقي جي رھاڪن تي سنڌي ٻوليءَ جو ايترو تہ اثر آھي جو ڪيتريون ئي قومون پنھنجي اصلي زبان وساري ھميشہ لاءِ سنڌي ٻولي طور استعمال ڪن ٿيون. اھڙين ذاتين ۾ بلوچن مان مستوئي، جتوئي، جمالي، چانڊيا، ديناري، لاشاري، ليغاري ۽ دستي آھن. پٺاڻن ۾ خجڪ ۽ سيلاچي ذاتين جا ڪيترائي خاندان اچي وڃن ٿا، جيڪي پنھنجي مادري زبان ڇڏي سنڌي ۽ سرائڪي زبانون استعمال ڪن ٿا، پر افسوس جو ھن علائقي ۾ ايتري اڪثريت ھجڻ جي باوجود اسڪولن ۾ سنڌي ڪونہ ٿي پڙھائي وڃي! حالانڪ ھن علائقي جي ماڻھن کي اردو سان گڏ سنڌي ٻولي جي تعليم جي بہ سخت ضرورت آھي، ڇو تہ سندن مادري زبان سنڌي آھي ۽ ھي علائقو سنڌي ٻولي وارو علائقو بہ سڏائجي ٿو. ھتي سنڌي ٻولي جي تعليم جي سخت ضرورت آھي. جيڪڏھن ھن علائقي ۾ سنڌي ٻولي پڙھائڻ جو ڪو مناسب بندوبست ڪيو وڃي تہ جيڪر ھتان جي ماڻھن جي پراڻي خواھش پوري ٿي پوي، ڇو تہ ھر ھڪ انسان کي سندس مادري زبان ۾ پڙھائڻ، بنسبت ٻين ٻولين جي تمام آسان ھوندو آھي.

صوبي بلوچستان جي ڳوٺ سني (”سئي گيس“) کان لس ٻيلي تائين سؤ ميل ويڪري ۽ پنج سؤ ميل ڊگھي پٽي ۾ ھن علائقي ۾ نہ صرف بروھي بلوچ ۽ پٺاڻ قومون آباد آھن پر ھت ڪيتريون ئي سنڌي قومون بہ صدين کان آباد آھن، جن جي مادري زبان صرف سنڌي آھي. ھنن قومن ۾ سيد، شيخ، سومرا، ابڙا، سيال، اعواڻ، ملڪ، ڀرڙا، اوستا، پنگر، ڪوڪر، ناوڙا، ھندو، ڪوپانگ، ڪمير، آرائين، ڪورائي، ڪولاچي، ماڇي، ڏرھالي، چنھواڻ، ڪوري، موچي، سميجا، چاچڙ، چانگ، ڏنگر، ٽنيا، سيانچ، پنھيار، پنھور، بلال، ھاڙا، گولا، گھوٽا، منجھو، رڏ، ٻوھڙ، ريٽي، ڀيو، نائچ، ھاميي، پٽي، ڪتنا، جت ۽ منگي ذاتيون اچي وڃن ٿيون. انھي ڪري سنڌي ٻوليءَ جو اثر ٻين ٻولين وارن تي بہ آھي ۽ ھو ھن منڙي ٻوليءَ کي پنھنجي ٻوليءَ طور قبول ڪن ٿا.

ھن علائقي جا ڪجھ حصا، جنھن ۾ نصيرآباد ضلع جي نصيرآباد سب ڊويزن جا جھٽ پٽ ۽ اوستہ محمد تعلقا ۽ لس ٻيلو ضلعو ون يونٽ ختم ٿيڻ کان اڳ تقريبن ٻارھن سال سنڌ ۾

شامل هئا، جنهنڪري هن علائقي ۾ اڃان به وڏيڪ سنڌي ٻولي ۽ ثقافت جو اثر وڌندو رهيو. هن علائقي جي رهڻي ڪهڻي، اٺن ويهڻ، مٽي مائٽي ۽ وڻج واپار سڀڪجهه گهڻو ڪري سنڌ سان وابسته آهي، انهيءَ ڪري هتان جي ماڻهن مٿان سنڌي ٻوليءَ ۽ ثقافت جو اثر تمام گهڻو رهيو آهي، جنهن سبب هتان جا ماڻهو سنڌي ٻولي ڳالهائڻ ۾ فخر محسوس ڪندا آهن، ۽ هو پاڻ کي "سنڌي" سڏائڻ ۾ خوشي حاصل ڪندا آهن، ڇو ته هتان جي ماڻهن جا رسم رواج، شاديون مراد ون ۽ رهڻي ڪهڻي سڀ سنڌين جهڙيون آهن. هتان جا ماڻهو تفريح لاءِ سنڌي نموني جي ملهه، ٻلهاڙو، ڪٻڏي-ڪٻڏي ۽ وانجهي راند وڏي شوق سان پسند ڪندا آهن.



حبيب الله رحيم بخش مرزا

# حيدرآباد جو اڳيون اوج

## (قسط — ١)

حيدرآباد شهر جا رستا، بازاريون، چؤنڪ، ڳوٺ، ڇاڙهيون، مقام ۽ باغ.

هينئر ته سڀ شهر وڏا ٿا وڃن. ڳوٺن جي آبادي منتقل ٿيندي شهرن ۾ پئي اچي، اهو سلسلو تقريباً ٽيهن يا چاليهن سالن کان هلندڙ آهي. اڳي ائين نه هوندو هو. اڳي جيڪو ماڻهو جتي هو، اهو اتي ئي رهڻ پسند ڪندو هو. ڏکيو سکيو هرڪو پنهنجي جنم جي جاءِ- ڳوٺ يا شهر-۾ ئي رهڻ چاهيندو هو. ان سبب جي ڪري اڳي شهر- گهٽي پاڙي- وڏا ٿي ڪين هئا. جيڪي ماڻهو آتي رهندا هئا، آهي ان شهر جي آبادي هوندا هئا. آدمشماري جي وڌڻ جو فقط اهو ذريعو هو، جو ڄم ٿيندا هئا ۽ گهٽجڻ جو سبب موت، قحط، يا شهرن جي حالت ۾، وبا ۽ پيا اهڙا سبب هوندا هئا. جنهن کي مائگريشن يا هجرت چئجي، آن جو ڪنهن نالو به نه پڌو هو.

حيدرآباد ۾ ٿي ڪهرا ”پليگ“ جي بيماريءَ وبائي صورت اختيار ڪئي هئي. جنهن سبب ڪان به هن شهر جي آبادي جيتري وڌي هئي اوتري وري گهٽجي به وئي هئي، تاهم موجوده صديءَ جي شروعات ۾ هن شهر جي آدمشماري پنجهتر هزار ڪن هئي، شهر جي ايراضي به گهٽ هئي. آباد علائقا سروگهاٽ، فقير جو پڙ، قلعو در هوندا هئا. شهر جي، يا شاهي بازار جي اولهه ۽ اوپر طرف ٿوري ڪچي آبادي هوندي هئي. هينئر جنهن کي هيرآباد يا ٽنڊو ولي محمد ٿا چون، اهي صديءَ جي پهرين ڏهاڪي ۽ ٻئي ڏهاڪي ۾ آباد ڪيا ويا هئا. شهر جي گنجان آبادي فقط ”شاهي بازار“ تائين محدود هئي. پيو وري شهر جا مختلف چونڪ، پڙ ۽ محلا آباد هئا. ڪيالتو چونڪ، نهاين جو پڙ، خيرشاهه جو پڙ وغيره هن شهر جا آباد ۽ شاداب محلا هوندا هئا.

شاهي بازار کان علاوه پيون جيڪي بازاريون يا گهٽيون هيون، اهي ايترو اهم نه هونديون هيون. تاهم ڪا نه ڪا گهٽي، يا بازار ڪنهن نه ڪنهن سبب کان مشهور هئي، مثلاً: خاطوبندن جي گهٽي (موجوده ريشم گلي) ۾ اهڙا دڪان هئا، جي خاطوبندي ڪم

ڪندا هئا. هن صنعت کي اڄڪلهه جي زبان ۾ ”فريم سازي“ سڏي سگهجي ٿو. خاطو بند گهٽو ڪري آرسين ۽ اهڙين ٻين شين کي ڪاٺ جي چوکٽ ۾ فٽ ڪندا هئا.

ساڳيءَ طرح، ڦٽيگرن جي گهٽيءَ ۾، جيڪا سيد ذڪل شاهه جي مزار وٽ هئي، انهن ماڻهن جا گهر هئا، جي ڦٽيون ناهيندا هئا، نعل بندن جي پڙ ۾ نعل بند رهندا هئا. اهڙيءَ طرح واڍن جو پڙ، سائين جو پڙ ۽ ٻيا محلا ۽ پاڙا هئا.

جيڪڏهن وڏين ۽ اهم گهٽين يا بازارن کي ڳڻجي، ته انهن جي شروعات به حيدرآباد جي شاهي بازار کان ئي ٿي سگهي ٿي. قلعي دروازي کان شروع ڪبو ته اوڀر طرف، سڀ کان پهرين ٻنڌين جي گهٽي ايندي، اولهه طرف ٺاٺارن جي گهٽي ايندي. ان طرح ترتيبوار اڀرندي طرف لونگ بازار، سٽرن جي گهٽي، کهنباٽي لين ۽ فقير جي پڙ وارو چوراهو ايندو. هن هنڌ تائين، اولهه طرف ٺاٺارن جي گهٽيءَ کان پوءِ يتيم شاهه جي گهٽي ۽ پوءِ ”جمن شاهه جو پڙ“ ايندو. ان کان پوءِ به ننڍيون گهٽيون، بنام ”سونارن جون گهٽيون“ ۽ خاطو بندن جي گهٽي اچي ٿي. ان کان پوءِ ساڳيو فقير جي پڙ وارو چوراهو يا چوسول ايندو.

وڌيڪ اڳتي هلڻ سان، اوڀر طرف، پهرين ”مُسڪي گهٽي“ ۽ پوءِ ”سرور جي قبي“ جي گهٽي اچي ٿي. هن هنڌ ”چونڪي گهٽيءَ جو چوراهو“ آهي، جنهن کي شهر جو مرڪز چئجي ٿو. اچا به اڳتي هلجي ته -اوڀر واري پاسي-”سانول شاهه جو پڙ“ واري گهٽي، پراڻا مڇي هٽ بازار، اميرشاهه پڙ جي گهٽي، لعلواڻي گهٽي ۽ آخر ۾، ”سوچي بازار“ آهي. ڪنهن زماني ۾ هن هنڌ شاهي بازار اچي ختم ٿيندي هئي.

جيڪڏهن فقير جي پڙ جي چوراهي کان اولهه طرف وڃجي، ته سڀ کان پهرين پيربُلا ٽي گهٽي ايندي. اڄڪلهه هن کي ”چوڙي والي گلي“ چون ٿا. ان کان پوءِ مولو پير جي گهٽي، چوڏڪي چاڙهي، ميري گهٽي، آڏواڻي گهٽي، چنديراماڻي گهٽي، دونهي واري گهٽي ۽ آخر ۾ سروگهاٽ اچي ٿو. سري گهاٽ کان پوءِ مارڪيٽ جو چوراهو اچي ٿو، وچ ۾ هڪ يا ٻه ننڍيون گهٽيون به آهن، پر اهي اهڙيون اهم ناهن.

مارڪيٽ واري چوراهي جي اڀرندي طرف ”گاهه مارڪيٽ“ روڊ ۽ الهندي طرف ”پڪٽ اسڪول“ وارو رستو اچي ٿو. هي سڀ شاهي بازار کان نڪرندڙ گهٽيون ۽ رستا آهن. انهن کان علاوه، ٻيون به ڪيتريون ساريون گهٽيون ۽ گليون آهن. اهي ايتريون گهٽيون آهن ۽ ايتريون ڳتيل آهن، جو انهن جا فقط نالا لکي سگهبا. ڪٿان شروع ٿيون ٿين يا ڪٿي ختم ٿيون ٿين، سو ٻڌائڻ مشڪل آهي. تاهم مان چند مشهور گهٽين جا نالا لکان ٿو. طاهر بازار، گنج بخش پڙ جي گهٽي، گدواڻي محلو، هاٿيراماڻي محلو، شهواڻين جو پاڙو، پشوري پاڙو، ڪتين جو پاڙو (گرونگر وٽ)، ڪتين جو ويڙهو (نهاين جي پڙ وٽ)، سائين جو پاڙو، ڪوڪرن جو پاڙو، ڪنيارن جو پاڙو، ميمڻ محلو، ٽنڊو ولي محمد، هيرآباد، منسڪاڻي گهٽي، لعلواڻي گهٽي، گدواڻي گهٽي وغيره وغيره.

مشهور پڙ يا چونڪ هي آهن: جمن شاهه جو پڙ، نهال شاهه جو پڙ، پرور شاهه جو پڙ، فقير جو پڙ، سالول شاهه جو پڙ، بوچالو شاهه جو پڙ، امير شاهه جو پڙ، جمال شاهه جو پڙ، خاڪي شاهه جو پڙ، خير شاهه جو پڙ، ولائت علي شاهه جو پڙ، سخيءَ وارو پڙ، چنيءَ جو پڙ، امام علي شاهه جو پڙ، ڪورين جو پڙ، ڪاسائين جو پڙ، واڍن جو پڙ، نهائين جو پڙ، هوروالن جو پڙ، ٻچرا پور، خچر پور، الهداد چنڊ جو ڳوٺ، ٽنڊو طيب، ٽنڊو آغا، ٽنڊو نوڙهو، ٽنڊو يوسف، ٽنڊو مير محمود، بلڪه ٽنڊو مير نور محمد ۽ ٽنڊو غلام حسين ۽ گدوءَ جي پرپاسي وارا ٻه - چار ڳوٺ.

حيدرآباد جو شهر چاڙهين جي ڪري مشهور آهي. هاڻي مان شهر جي ڪن چاڙهين جا نالا لکندس. جيڪڏهن قلعي دروازي کان شروع ڪجي ته اوپر طرف ڏتل شاهه جي چاڙهي، هيمو چاڙهي، نوڙهي واري چاڙهي، چٽيل چاڙهي، سخي پير جي چاڙهي ۽ ڪاري موريءَ جي چاڙهي اچي وڃن ٿيون.

جيڪڏهن قلعي دروازي جي الهندي پاسي کان شروع ڪجي ته پهرين قدمگاهه واري چاڙهي ايندي، پوءِ همستيڊ هال واري چاڙهي، پائي خان جي چاڙهي، پڪو پير چاڙهي، چاڙهي بلاول (زناني اسپتال)، بوچالو شاهه چاڙهي، چوڙڪي چاڙهي، عيدگاهه واري چاڙهي ۽ سرفراز شهيد واري چاڙهي اچي وڃن ٿيون.

حيدرآباد شهر ۾ درگاهون به ڏاڍيون آهن. هتي مان چند مشهور درگاهن ۽ مزارن جا نالا ڏيندس. شاهه محمد مڪي، سيد عبدالوهاب، پرور شاهه، نهال شاهه، سيد جمن شاهه، سيد چٽن شاهه، سيد تاج محمد شاهه "سخي"، سرفراز ڪلهوڙو، سيد گل شاهه، سيد اشرف شاهه بخاري، جڙيل شاهه، حاجي شاهه ۽ ٻيا.

حيدرآباد شهر ۾ پهرين ٽي وڏا مقام هوندا هئا. سڀ کان پراڻو ۽ وڏو قبرستان "شهيدن جو مقام" آهي. هيءُ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي زماني کان استعمال ٿيندو اچي. ان کان پوءِ ٽنڊي آغا وارو قبرستان آهي؛ جنهن کي "پراڻو مقام" ڪري چوندا هئا. ٽيون وڏو مقام ٽنڊي يوسف وارو آهي، هن کي "نئون مقام" ڪري چوندا آهن. انگريزن جي دور ۾ سواءِ هن وڏي مقام جي، ٻين مقامن ۾ دفن ڪرڻ ممنوع هوندو هو. اهڙو بورڊ خاص ڪري پراڻي مقام جي اڳ کان لڳل هوندو هو، پر جيئن پاڪستان قائم ٿيو، تيئن اهو بورڊ به ڪنهن پٽي اڇلائي ڇڏيو.

هنن ٽن جاين کان سواءِ حيدرآباد شهر ۾ "گل شاهه" وٽ به مقام هوندو هو. اهو مقام ميرن جي دور کان وٺي انگريزن جي دور تائين، مسلمان ۽ هندو، ٻئي استعمال ڪندا هئا. ان ڳالهه کان، نه ته مسلمانن کي نفرت هئي، نه وري هندن کي ڪا نفرت هئي. گهڻو پوءِ خود هندن ان تي اعتراض ڪيو ۽ ٽنڊي ولي محمد وٽ هڪ خالي پلاٽ ورتو، ان کي مسان طور

استعمال ڪيو. ان کان پوءِ ”گل شاھ“ وارو مقام بہ بندش ھيٺ اچي ويو. ھندن جو ھڪ مسالو پيو بہ ھو، جو ٽنڊي آغا جي پڙ ۾ سيٺ اجو مل جي ڪپھ جي ڪارخاني جي ويجھو ھو، اھو ڪھڙو اڳي بند ڪيو ويو ھو.

حيدرآباد شھر سان لاڳو، چند اھڙا بہ محلا يا پاڙا آھن، جي بذات خود ننڍا قصبا يا ڳوٺ آھن. انھن کي بہ ٽنڊا ڪري چوندا آھن. ھاڻي اھي ميونسپالٽيءَ جي حدن اندر اچي ويا آھن. ٽنڊن ۾، اسٽيشن لڳ ”ڪلھوڙن جو ڳوٺ“، شھر جي اپرلدي طرف ”الھداد چنڊ“ جو ڳوٺ، ٽنڊو طيب، ٽنڊو يوسف، ٽنڊو مير محمود، ٽنڊو آغا، ٽنڊو نوڙھو، ۽ ٻيا ننڍا پاڙا اچي وڃن ٿا. شھر جي الھندي طرف ٽنڊو ماھي مياڻ، ٽنڊو مير نور محمد، ٽنڊو غلام حسين، حسين آباد (گدو) ۽ دوابي جا ڳوٺ اچي وڃن ٿا. ھي سڀ ڳوٺ شھر جي حدن اندر اچن ٿا، اگرچ انھن مان ھر ھڪ کي پنھنجي تاريخ آھي، جا ڏاڍي دلچسپ آھي. مثال طور: گدوءَ جو ڳوٺ ان لاءِ ٻڌو ويو ھو، جو ھتي سنڌ جو مشھور سفارتڪار ديوان گدو مل ڪابل مان واپس اچڻ مھل منزل انداز ٿيو ھو. ٽنڊو ولي محمد، موجوده ھنڌ تڏھن ٻڌو ويو ھو، جو اصل جاءِ تي-يعني سول لائينس ويجھو-انگريز آفيسرن جا بنگلا ٺھرائڻ مقصود ھو. گدوءَ جي شھر لڳ ننڍا ھڪ يا بہ ٻيا ڳوٺ بہ آھن: ھڪڙو ڪلھوڙن جو (ٻيو) ڳوٺ ۽ ھڪ پٺاڻن جو ڳوٺ.

پراڻي حيدرآباد جي اردگرد، باغات ھوندي ھئي، انھيءَ ۾ اڪثر ڪري سيني ميون جا وڻ ھوندا ھئا. اھي گھڻو ڪري خانگي باغ ھئا. بعضي ميونسپالٽي بہ باغ رڪائيندي ھئي. اڳي ميونسپل باغن ۾ بہ ميوي جا ٿي وڻ ھولدا ھئا، خواھ گلن وارا وڻ بہ ھولدا ھئا. خانگي باغن ۾ سڀ کان وڏو ۽ مشھور باغ، افندي باغ ھو. ھن کي تڏھن ”تروٽ جو باغ“ ڪري سڏيندا ھئا. ٻيو وڏو باغ، مکي پريتمداس جو باغ ھو. ان کان علاوه ھڪ ٻئي ھندو مکي صاحب جو بہ ھڪ باغ ھو جو ھن ”گئو شالا“ ۾ تبديل ڪيو ھو. شايد مکي ھرڪشنداس نالو ھئس. اھو باغ پوءِ گئو شالا باغ جي نالي سان سڏجڻ لڳو ھو. ڦليليءَ جي پرئين پاسي-ڪاري موري طرف ھڪ عاليشان ۽ خوشنما باغ ھو، جنھن کي ڏولڻ داس جو باغ ڪري چوندا ھئا. ساڳي طرح اچي موري، ڦليلي پار، ان کان بہ وڌيڪ خوشنما ٻيو ھڪ باغ ھو جنھن کي ”سيٺ ڪريم خواجي جو باغ“ ڪري چوندا ھئا. حيدرآباد جي شھرين لاءِ ھي ھنڌ، گھمڻ جي لحاظ کان بھترين باغ ھئا. ميوي وارن باغن ۾، مٿين باغن کان علاوه ٻيا ڪيترائي باغ ھئا مثلاً اسٽيشن پار، ديوان جو باغ. ڪالي روڊ تي ھڪ وڏو ميوي جو باغ. ساليانو يا سرڪاري باغ، موجوده راڻي باغ، ۽ ٻيا ننڍا اڪيچار باغ.

مٿي ذڪر ڪيل باغن کان علاوه، ھن شھر ۾ ڪيترا سارا پارڪ ۽ گلن جا باغيچا بہ ھولدا ھئا. ھنن ۾ سڀ کان وڏو ۽ سڀ کان شاندار پارڪ، اسٽيشن وارو باغ ھو، جنھن کي

تڏهن "راڻيءَ جو باغ" چوندا هئا. موجوده راڻي باغ کي تڏهن "سرڪاري باغ يا داس گارڊن" سڏيندا هئا. حالانڪ ڪنهن ب "داس" جو هن باغ سان ڪوبہ تعلق ڪونہ هو. ٻيو مشهور پارڪ "شامداس پرومينيڊ" جي نالي سان هو، جو ڊاڍو وڏو ۽ تمام ڊگهو باغ هو. ان کان علاوه هومسٽيڊ هال، ست پتالو باغ، پريم پارڪ ۽ ساڌو هيرانند پارڪ ب سڄا گهمڻ جا هنڌ هئا. اهڙيءَ طرح حيدرآباد جي شهر ۽ آن جي آسپاس رڳي ساوڪ ۽ گلڪاري ڏسڻ ۾ ايندي هئي. ماڻهن ۾ گهمڻ جو ايترو شوق هوندو هو، جو ڪن ڪن پارڪن ۽ باغن ۾ شام جي مهل ايتري پيھ هوندي هئي، جو وهڻ جي جاءِ ب نہ ملندي هئي. خاص ڪري پريم پارڪ ۽ هومسٽيڊ هال ۾ روز شام جو ڏاڍي پيھ ٿيندي هئي. هڪ پارڪ گدوبندر ۾، درياهہ جي ڪناري ڪان ب هوندو هو، جو گرچہ ننڍو هو، پر هڪ سهڻو پارڪ هو. حيدرآباد جا شوقين گاڏين ۾ چڙهي، هيءُ پارڪ ڏسڻ ايندا هئا. هن پارڪ جي ڪري گدوبندر جو شان دوبالا ٿي پيو هو. هڪ شاعر تہ ان تي ڏاڍو سنو هڪ نظم ب ڏاهيو هو:

گدوبندر گلشن ۾ بيشڪ بهاري آهہ،
ٻئي پيھ پارڪ ۾ گهڻي، شام جو جت روز،
ڪرسيون لڳن جنهن جي ڪپ تي، وه وه جي واري آهہ.

تڏهن گدوبندر ۾، درياهہ جي ڪپ تي، شام جو ڪرسيون رکيون ويندڙيون هيون، جتي ماڻهو اچي وهندا هئا ۽ درياهہ جو نظارو ڏسندا هئا.

مٿي ذڪر ڪيل پارڪ درياهہ جي ڪپ تي هو. ان جي برعڪس شامداس پرومينيڊ ڦليلي واهہ سان برابر هلندو هو، جو تقريباً هڪ ميل ڊگهو هو. هي ٻئي پارڪ هاڻي ويران ٿي ويا آهن. اگرچہ انهن جا اهڃاڻ موجود آهن، پر باغ نہ آهن.

حيدرآباد شهر ۾ روشني ۽ پاڻيءَ وغيره جو اڳيون بندوبست:

ويهين صديءَ جي شروعات جي وقت کان وٺي ڏسجي تہ معلوم ٿيندو تہ اول تہ تڏهن هي شهر ايڏو وڏو نہ هو، ٻيو تہ ان جي اردگرد اڪثر ٻنيون ۽ ميدان هوندا هئا ۽ ٻيون تہ اهي شيون يا ڳالهيون، جن کان موجوده زماني جا ماڻهو فائدو حاصل ڪري رهيا آهن، سي لازماً نہ هونديون هيون. مثال طور بجلي يا اليڪٽرسٽي اڃا نہ پئي هئي ۽ نہ وري تڏهن ڪي نل ئي لڳل هوندا هئا.

جنهن صورت ۾ موجوده دؤر جي سائنسي ايجادن مان ڪو فائدو نہ ورتو ويندو هو، تنهن صورت ۾ هتي جا رستا، چوراها ۽ گهٽيون، فانوس جي روشنيءَ ۾ روشن رکيا ويندا هئا. ويهين صديءَ جو پهريون چوٿون، يعني سال ۱۹۰۱ع کان ۱۹۲۵ع تائين ائين هوندو هو. هر روز شام جو ميونسپالٽيءَ جا ماڻهو، ڪلهي تي ڏاڪڻ ۽ هٿ ۾ گاسليٽ جو دٻو کنيون، هر فانوس جي اڳ کان اچي بيهندو هو ۽ ڏاڪڻ ڪلهي تان لاهي، فانوس جي ٿنڀ سان

چپسان ڪري، مٿي چڙهي ويندو هو. سندس ڪلهي تي پراڻي ڪپڙي جو ٽڪر رکيل هوندو هو. هو ڪپڙي سان زور سان فانوس جي شيشن کي ۽ اندر رکيل چمنيءَ کي اگهندو هو، پوءِ ٿورو گاسليٽ وجهي، وٽ کي ٺيڪ ڪري، فانوس ٻاري، لهي ويندو هو. محلي جا ٻار، عام طرح سان، فانوس جي پير ۾، سانجهيءَ جي مهل رانديون ڪندا هئا، تان جو رات گهاٽي ٿيندي هئي، پوءِ سڀ ٻار گهرن ۾ ويندا هئا.

شاهي بازار ۾ دڪانن تي به گاسليٽ جون بتيون ٻرنديون هيون. دڪانن ۾ اهڙيون ٿي بتيون هيون، جهڙيون اڄا تائين سنڌ جي ڳوٺن ۾ ٻاريون وينديون آهن. ٽوپيءَ واريون بتيون هنن جي وٽ گول سلينڊر جهڙي هوندي آهي، جنهن ڪري چئني پاسن ڏانهن هڪ جيتري روشني پوندي آهي. اهي بتيون تڏهن اهڙيون ٺيڪيون محسوس ٿينديون هيون، جو سنهو ڪم، مثلا درزي يا سوناري جو ڪم به آسانيءَ سان ٿي سگهندو هو. حيدرآباد شهر جي گهرن ۾ تڏهن لالٽين يا شمعدان ٻرندا هئا. غريب ماڻهن جي گهرن ۾ گاسليٽ جون ڪُپريون ٻرنديون هيون.

شاهي بازار جي دڪانن تي ۽ بعضي گهرن ۾ به بجاءِ بجليءَ جي فئن جي، هٿ جي ڇڪڻ جا پنکا لڳل هوندا هئا. بازار، آفيسن يا ٻين اهڙن هنڌن تي، ڪڇي ۽ ڪولهي نينگرا ”سائين پکو ڇڪايو، سائين پکو ڇڪايو“ چوندا، گهمندا ڦرندا نظر ايندا هئا. هڪ ٽڪو يا وڌ ۾ وڌ ته آنو ڏيو هئن ته خوش ٿي پکو ڇڪيندا هئا. وڏين آفيسن ۾ اهو ڪم ”پنکا ڪولي“ ڪندا هئا. ڪن ڪن اسڪولن ۾ به ڇت ۾ پنکا لڳل هوندا هئا، اتي پٽيوالا يا غريب شاگرد رسي ڇڪيندا هئا. جن اسڪولن ۾ مان پڙهيو هئس، انهن مان ڪنهن ۾ به پکو لڳل نه هو.

بجلي نه هئڻ ڪري اٽي پيهڻ جون انجڻيون ۽ ڪٽر وغيره جا ڪارخانا به هٿ سان هلايا ويندا هئا. بعضي آئل انجڻ جي ذريعي، بعضي ڪنهن وهٽ کي ٻڌي ائين ڪندا هئا. خاص ڪري ڪٽر جا ڪارخانا، اٺ کي ٻڌي هلايا ويندا هئا. جهڙيءَ طرح سان نار ۾ يا گهاڻي ۾ اٺ ٻڌبو آهي، اهڙيءَ طرح سان ڪٽر جي مشين ۾ ٻڌو ويندو هو.

هڪ ڳالهه ڪي محسوس ڪيو ويندو هو، ته تڏهن هن شهر ۾ فانوس سهائين راتين جو نه ٻاريندا هئا، فقط اونداهين ۾ ٻاريندا هئا. سهاين راتين ۾ حيدرآباد شهر جا رستا ۽ گهٽيون، چنڊ جي ٿڌي روشنيءَ ۾ منور ٿي ويندا هئا. تڏهن آمدرفت گهٽ هئي ۽ نه وري چوريءَ جو ڊپ هوندو هو، جنهن ڪري ميونسپالٽي بچت ڪري، فانوس فقط اونداهين راتين ۾ ٻاريندي هئي. هيءَ پَر، بجليءَ جي پوڻ ڪان پوءِ به هلندي آئي، چنانچه ورهاڱي ڪان اڳ هن شهر حيدرآباد ۾ ڪابه ميولسپل بجلي نه ٻرندي هئي.

ننڍي وهيءَ وارا خاص ڪري سهائين راتين ۾ ونجهوٽي يا اهڙيون ٻيون رانديون ڪندا هئا. ننڍي هوندي اسان به چنڊ جي ٿڌي روشنيءَ ۾ رانديون ڪيون هيون. بلڪ اها روشني راند لاءِ وڌيڪ موزون سمجهي ويندي هئي. ماڻهو ڳالهيون ڪندا هئا ته اڳي هتي

اڻويهين صديءَ جي آخر ۾، حيدرآباد جي گهرن ۾ ساوڻ رات جي مهل چانڊوڪيءَ ۾، ستاري ۽ بادلي جي ڀرت جو ڪم ڪري سگهنديون هيون. اگهه وڏا هوندا هئا. چانڊوڪيءَ جي ڪابه ڪمي ڪين هئي، سو ان مان باقاعدي ڪم ورتو ويندو هو. اڄڪلهه اهڙيءَ ڳالهه تي ڪِيل ڪجي. اڄڪالهه تہ روشنيءَ ۾ بہ اهڙو ڪم، سنهو سنهو ڪم ڪري نٿو سگهجي. جي هڪ ڪلاڪ لاءِ بجلي بند ٿي ٿئي تہ ڪم تہ ٺهيو، بازار بہ بند ٿيو پوي ٿي. سو چانڊوڪيءَ ۾ اڄ جو ماڻهو ڪوبہ ڪم ڪري نہ سگهندو.

جيستائين هن شهر جي پاڻي وغيره جي مهيا ڪرڻ جو تعلق آهي تہ پتو ٿيو پوي تہ انڪل سال ١٩٢٠ع ڌاري شهر ۾ باقاعدي نلن جي ذريعي پاڻي مهيا ڪيو ويندو هو. جيئن معلوم ٿيو آهي تہ پهرين روزانہ پنج هزار گئلن پاڻي شهر لاءِ ڇڪيا ويندا هئا، جي ٿوري آباديءَ جي ڪري پورا ٿي ويندا هئا، بلڪ بچت هوندي هئي. جڏهن اڃا نل نہ پيا هئا، تڏهن پُراڻن طريقن سان اهو پورائو ٿيندو هو. اول تہ حيدرآباد شهر جي پرسان ڦليلي ڦاٽ وهندو هو. اهو تڏهن ڦاٽ هو، اڃا واهہ نہ ٿيو هو. ان جو پاڻي شايد اڄڪي موريءَ وٽان موڙي، شهر جي اڀرندي طرف هڪ کڏ ۾ جمع ڪيو ويندو هو. ميرن واري زماني ۾ ميءَ کڏ ئي شهر جي پاڻيءَ جو واحد ذريعو هئي. انگريزن جي دؤر ۾ ڄام شوري کان هڪ واهہ جنهن کي پوءِ نئين ڦليلي سڏيو ويو هو، کوٽي هن پراڻي ڦليليءَ ۾، رشي گهاٽ وٽ ملايو ويو هو. ان واهہ مان هڪ ننڍي شاخ شهر ڏي رکي ويئي هئي. هن شاخ جو پاڻي پهرين ”ڍومڻ واهہ“ ۾ کڏ ٿيندو هو، اتان اهو تازو ۽ مٺو پاڻي وڃي ”سنگت واهہ“ ۾ پوندو هو. هي واهہ جنهن هنڌ هو، اتي هيئنر سٽي ڪاليج ۽ ڪپڙي مارڪيٽ آهي. البت هن هنڌ واهہ جو پاڻي هڪ تلاءُ جي صورت ۾ ٿيي پڪڙجي ويندو هو، جنهنڪري هتي يعني جٽيل چاڙهي کان وٺي ڪنڀارن جي پاڙي تائين هڪ وڏو ۽ ويڪرو تلاءُ هوندو هو. هن کي بعضي تلاءُ نمبر پهريون بہ چوندا هئا. هتي شهر جا ماڻهو وهنجڻ يا ڪپڙن ڌوئڻ لاءِ ايندا هئا. ماڻهو چوندا هئا تہ جڏهن ڦليلي چڙهندي هئي ۽ سنگت واهہ ڀربو هو، تڏهن شهر وارن کي خوشي ٿيندي هئي. هندو زالون، سون جي تعداد ۾ اکو پاڻي يا سنان ڪرڻ يا پاڻي ڀرڻ لاءِ قطارن ۾ سنگت واهہ جي ڪپ تي ڏسبيون هيون. ڪن ڪن هنڌن تي پٿر جون پوڙيون بہ ٺهيل هونديون هيون، جتان ماڻهو لهي تلاءُ جو پاڻي ڀريندا هئا.

سنگت واهہ کان پوءِ اهو پاڻي تلاءِ نمبر ٻئي ۾ ايندو هو. هي تلاءُ نوڙهي واري چاڙهي واري رستي ۾ گرونگر واري رستي جي وچ ۾ هوندو هو. هن هنڌ شهر جي ڏاکڻي پاسي وارا، فقير جي پڙ ۽ قلعي دروازي جا ماڻهو، پاڻي ڀرڻ يا وهنجڻ لاءِ ايندا هئا.

تلاءُ نمبر ٻئي کان پوءِ، اهو پاڻي تلاءِ نمبر ٽئين ۾ ايندو هو. هي تلاءُ سيني کان وڏو، ويڪرو ۽ ڪشادو هوندو هو. اڃا تائين، جڏهن تہ تلاءِ ڏٽجي ويا آهن، اتي جايون

نهي ويون آهن، تڏهن بہ آتي جي ماڻهن يا جاين کي ”تلاءِ نمبر ٽئين جا ماڻهو يا جايون“ سڏيو وڃي ٿو. هيءُ هڪ اهم ۽ مشهور محلو آهي. سچ تہ سواءِ هن محلي جي سنڌي مسلمان ٻئي ڪنهن هنڌ ايترا نہ ملندا.

تلاءِ نمبر ٽئين وٽ ٻين ڪئنڊن ڪنڌيءَ ماڻهن سان گڏ، ڪيترا سارا پخالين جا بہ گهر هوندا هئا. اڄا بہ انهن جو اولاد آتي رهندو اچي. اهي ماڻهو ڍڳن تي وڏيون پخالون ڀري، شهر وارن کي پاڻي پهچائيندا هئا. جڏهن تہ تلاءُ ڏٺجي ويا هئا ۽ نل عام ٿي ويا هئا، تڏهن بہ اهي ماڻهو پنهنجن ڍڳن تي پخالون رکي، انهن ۾ نل جو پاڻي ڀري ماڻهن کي پهچائيندا هئا. اسان جي نندي هوندي هڪ شخص، اسان جي پاڙي ۾ ايندو هو، ڪيس هڪ سهڻو ڍڳو هوندو هو. آن تي پخال رکيل هوندي هئي. ان مان ساندارا ڀري، في ساندارو هڪ پئسي ۾ ڏيندو هو. اسان جي گهر ۾ تڏهن الڳ لڳل هو، پر ٻين گهرن وارا، جن وٽ نل لڳل نہ هئا، ڪانئس ڀرائيندا هئا. پاڙي جا ٻار ڪيس ”مامو جمعو“ ڪري سڏيندا هئا.

ملڪي جو پاڻي، شروع شروع ۾ فقط شهر جي ماڻهن لاءِ رکيو ويو هو. يعني حاج ڪم ۽ پيئڻ لاءِ، جو اڄا هن شهر ۾ وڏا ڪارخانا ڪين هوندا هئا. اهو پاڻي گدوءِ ڪان، درياهہ مان چڪي، پڪي قلعي ۾ آندو ويندو هو. هتي سرن جي ٺهيل هڪ ٽانڪي هوندي هئي. ان مان وڏن پائيپن جي ذريعي، شهر ۾ موڪليو ويندو هو. آن ٽانڪيءَ کي، حيدرآباد جا ماڻهو ”نل“ ڪري چوندا هئا. سڀ ڪان وڏو پائيپ، جو ٽانڪيءَ مان نڪرندو هو، سو شاهي بازار ڪان ويندو هو. هاڻي ان جاءِ تي بہ وڏا پائيپ لڳل آهن. هڪ ننڍو پائيپ، قلعي ڪان اپرندي طرف گرونگر ڏي ويندو هو. ٻيو وري آلهندي طرف، گاڏي ڪاتي ڏانهن ويندو هو. ننڍا پائيپ ۽ نل هنن مان نڪرندا هئا.

جيئن تہ تڏهن حيدرآباد جو شهر ايڏو وڏو نہ هو، نڪو وري ڪي ڪارخانا ٺي وڏا ويا هئا، جنهنڪري نلن جو پاڻي چوويهہ ڪلاڪ پيو وهندو هو. البتہ اڳي پاڻيءَ ڪي ائين ضايع ڪين ڪيو ويندو هو، جنهنڪري پاڻيءَ جي اٺاٺ ڪڏهن بہ ڪين ٿي هئي. جهڙيءَ طرح حيدرآباد جو شهر سٺي ۽ ٿڌي هوا ڪان مشهور آهي، تهڙيءَ طرح اڳي گهڻي ۽ تازي پاڻيءَ جي ڪري بہ مشهور هو. هندو ماڻهو تہ ائين بہ چوندا هئا: ”حيدرآباد جي شهر ۾ گهر گهر ۾ پئي گنگا وَهي“. اهو فقط پاڻيءَ جي گهڻائي ۽ درياهہ جي مٺي، تازي ۽ سٺي پاڻيءَ جي بدولت هو.

جيتريقدر معلومات ملي سگهي آهي، اوتري مان پتو ٿيو پوي تہ، جڏهن نل پيا هئا، تڏهن هن شهر جي واسطي پهرين پنج هزار گئلن ۽ پوءِ ڏهہ هزار گئلن روزانہ پاڻي موڪليو ويندو هو. پوءِ جيئن جيئن شهر ترقي ڪندو ويو، آبادي وڌندي وئي، تيئن اهو وڌندو پنجاهہ هزار گئلن ٿيو. ليڪن اهو بہ هن شهر جي لاءِ گهٽ ٿي پيو هو، جنهن لاءِ ان کي

وڌائي هڪ لک ڪٺلن ڪيو ويو. اهو به هن شهر لاءِ پورو نه ٿيو. ڇاڪاڻ ته آبادي تيزيءَ سان وڌي رهي آهي. هينئر جي خبر ناهي ته روزانو ڪيترا لک گئلن پاڻيءَ جا هن شهر لاءِ موڪليا ٿا وڃن.

حيدرآباد شهر جا پوليس ٿاڻا، چنگي ناڪا، باهه وسائڻ جون جايون، عبادت جون جايون آفيسون، وغيره وغيره:

موجوده صديءَ جي شروعاتي پنجويهن سالن دوران، جڏهن حيدرآباد جو شهر گهڻو ننڍو هو، تڏهن، ڏوهن کي روڪڻ لاءِ جاءِ بجاءِ ننڍا پوليس ٿاڻا، يا چونڪيون ٺهيل هونديون هيون. پوليس جو عملو به تڏهن گهٽ هوندو هو. ننڍين پوليس چونڪين کي هاڻي ختم ڪيو ويو آهي، ۽ وڏين اسٽيشنن جي عملي جو تعداد وڌايو ويو آهي. اهڙي چونڪي اڃا ٽائين ڪاهي روڊ تي موجود آهي. ان کي ”ڇڪلو پوليس چوڪي“ چيو وڃي ٿو. انگريزن واري دور ۾، هن شهر ۾ جي مشهور پوليس چونڪيون هيون سي هي هونديون هيون:

(۱) تروٽ پوليس پوسٽ. هيءَ هڪ ننڍي پوليس چونڪي يا گهاٽ هوندو هو: هتي فقط هڪ يا به جمعدار، ۽ چار کن سپاهي مقرر هوندا هئا. هي پوسٽ گرونگر روڊ تي ۽ يونيورسٽيءَ جي بي ايڊ جي شاگردن جي هاسٽل، جي نزديڪ هئي. هينئر آتي هڪ ننڍي مسجد ٺهيل آهي، جا تڏهن ناهي وئي هئي.

(۲) فقير جو پڙ پوليس اسٽيشن. هيءَ هڪ وڏو ٿاڻو هو جو بلڪل آن هند هو جتي هينئر پاڇيءَ وارا وهندا آهن. هتي عموماً هڪ سينئر صوبيدار ۽ ٻه کن جمعدار ۽ ڪيترا سارا سپاهي مقرر هوندا هئا.

(۳) ريلوي اسٽيشن پوليس ٿاڻو. هيءُ هڪ ننڍو گهاٽ هو، ۽ اسٽيشن روڊ ۽ شاهه مڪي رستي جي سنگم تي هوندو هو. هتي اڃا ٽائين پوليس آفيسر ويٺل ڏسڻ ۾ ايندا آهن.

(۴) ڪنٽونمينٽ پوليس اسٽيشن. هيءُ هڪ وڏو ۽ مشهور ٿاڻو آهي. هتي ڪيترائي آفيسر هوندا آهن. اڃا ٽائين شهر جي هڪ اهم پوليس اسٽيشن آهي.

(۵) مارڪيٽ پوليس اسٽيشن. شهر جي سڀ کان وڌيڪ گنجان علائقي ۾ آهي. هتي هميشه سينئر پوليس آفيسر ۽ گهڻو عملو رکيو ويندو آهي.

(۶) ڦليلي پوليس اسٽيشن. هي به هڪ وڏو ۽ اهم پوليس ٿاڻو آهي. هن ٿاڻي جي ايراضي - رينج - سڀني کان وڏي آهي. هتي به سينئر پوليس آفيسر مقرر هوندا آهن.

(۷) حيدرآباد سٽي پوليس اسٽيشن. هي شهر جو سڀ کان وڏو ۽ مرڪزي ٿاڻو آهي. شهر جو فوجدار ۽ ٻيا وڏا پوليس آفيسر هتي مقرر هوندا آهن. اڳي هن ٿاڻي کي چاڙهي به ڪري سڏيندا هئا. انگريزن جي دور ۾، سٽي ٿاڻي تي رڳو انگريز آفيسر رکيا ويندا هئا.

(٨) گدو پوليس اسٽيشن. ٿاڻو گدو شهر ۾ آهي. هيءَ به هڪ اهم ۽ پراڻي پوليس اسٽيشن آهي.

(٩) سرو گهاٽ پوليس چونڪي. هيءَ ننڍو ٿاڻو يا چونڪي آهي جا گهڻو اڳي قائم ڪئي وئي هئي. حقيقت ۾ هن چونڪيءَ جي قائم ٿيڻ کانپوءِ شاهي بازار جي هن هنڌ جو نالو ”سرو گهاٽ“ پيو هو. اجا ٿاڻين هتي ننڍا پوليس آفيسر مقرر ڪيا ويندا آهن.

مٿي ذڪر ڪيل پوليس ٿاڻن کان علاوه، هن شهر ۾ يا شهر جي آسپاس ٻيا به ننڍا ٿاڻا آهن. مانا ڏوري پوليس پوسٽ: هيءَ ننڍي چونڪي شهباز بلڊنگ جي سامهون رستي جي ٻئي طرف آهي. ان کان سواءِ پاڻي خان جي چاڙهيءَ وٽ به هڪ چونڪي هئي، جا هاڻي ختم ڪئي وئي آهي: هاڻي ان چونڪيءَ تي خانگي ماڻهن جو قبضو آهي.

ٿوري آباديءَ جي ڪري، تڏهن ٽريفڪ به گهٽ هوندي هئي. اڳي ڪو ورلو حادثو ٿيندو هو. تاهم ٽريفڪ کي ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ هيٺين چوراهن تي پوليس آفيسر مقرر هوندا هئا.

(١) قلعي دروازي واري چوراهي تي. (٢) گاڏي کاتي وارو چوراهو، سلطان هوٽل وٽ. (٣) چوڏڪي چاڙهي، سٽي پوليس ٿاڻي وارو، چوراهو. (٤) ٽلڪ چاڙهيءَ جي هيٺ، سينٽ ميري اسڪول وارو چوراهو. (٥) مارڪيٽ ٽاور وارو چوراهو. (٦) فقير جي پڙ وارو نوڙهي جي چاڙهيءَ جي هيٺ جو چوراهو. (٧) اسٽيشن وٽ زميندار هوٽل جي سامهون چوراهو.
هتي عموماً شام جو پنجين وڳي کان رات جو نوين تائين، ٽريفڪ کي ڪنٽرول ڪرڻ جا پوليس آفيسر بيهندا هئا. هنن آفيسرن لاءِ ڪا خاص يونيفارم ڪين هوندي هئي. اهائي ڊريس جا عام سپاهي ڍڪيندا هئا، سا هي به ڍڪيندا هئا. هاڻي سوال آهي ته اڳي جا سپاهي ڪهڙي قسم جي ڊريس ڍڪيندا هئا. ان جو جواب هي آهي: اڳي هڪ سپاهيءَ کي مٿي تي ڪاري رنگ جي ڪُلاه سان ڳاڙهو پٽڪو، بُت تي هڪ بشرٽ ۽ جهڙو گيدلو، ٽنگن ۾ چڏي يا نڪرس ۽ گوڏن تي پٽيون ويڙهيل هونديون هيون. پيرن ۾ هميشه وڏو لانگ بوٽ هوندو هئس. اڳي سپاهيءَ کي چنپل نه ڏيندا هئا. سپاهيءَ جي چيلهه جي گرد هڪ چمڙي جو پٽو هوندو هو، جنهن تي سنڌس نمبر اڪريل هوندو هو. سياري ۾ هر سپاهيءَ کي هڪ وڏو ڪوٽ سرانديءَ ڏنو ويندو هو. اڄ واري لباس کان اهو لباس وڌيڪ مهانگو، شاندار ۽ سٺو هوندو هو.

جمعدار به اهڙوئي لباس ڍڪيندا هئا. وڏا آفيسر، انسپيڪٽر يا سب انسپيڪٽر عموماً خاڪي پينٽ ۽ هئٽ يا خاڪي نڪرس ۽ هئٽ پائيندا هئا. اڳي هڪ صوبيدار يا سب انسپيڪٽر کي تلوار به ڏني ويندي هئي: جا اگرچه سونهن لاءِ هوندي هئي، پر ڏاڍي پئي لهندي هئي. صوبيدار کي هڪ پستول به ڏنو ويندو هو. حيدرآباد جو هڪ آزمودگار پوليس آفيسر آغا ڪرم علي شاهه جڏهن خاڪي پينٽ، هئٽ ۽ تلوار پائي، ڊيوٽيءَ تي ويندو هو، تڏهن اهڙو

لهندو هو جو ماڻهو کيس فقط هڪ نظر ڏسڻ لاءِ حيران ٿيندا هئا. هو ڪجھ وقت لاءِ فقير جي پڙ جو سينٽر پوليس آفيسر ٿي رهيو هو.

جيسين هن شهر جو تعلق آهي، ته ائين ٿو معلوم ٿئي ته اڳي جتي هڪ پوليس ٿاڻو يا چونڪي هئي، اُتي پر ۾ ئي هڪ چنگي يا ناڪو به هوندو هو، حالانڪ پوءِ ڪي ناڪا ويران به ٿي ويا هئا، تاهم هن صديءَ جي پهرين چوٿائيءَ ۾ هيٺيان ناڪا هوندا هئا:

(۱) راجا واري گاڏيءَ جو ناڪو. هيءُ ناڪو اسٽيشن جي پر ۾، پوليس چونڪيءَ وٽ هڪ چنگي ناڪو هو، جو سڀ ڪان وڌيڪ اهم ۽ مشهور هوندو هو.

(۲) گڊس ناڪو. هيءُ به اسٽيشن واريءَ ايراضيءَ ۾، پڪي قلعي جي پُٺ ڪان هوندو هو.

(۳) ٽلاءُ نمبر ٽيون ناڪو. هيءُ گرونگر جي سامهون هڪ وڏو ناڪو هو، جو هاڻي ويران آهي.

(۴) ٽنڊي يوسف وارو ناڪو. هيءُ ٽنڊي يوسف واري ڦاٽڪ جي اڳ ڪان هڪ وڏو ۽ مشهور ناڪو هو، جو اڄا تائين پنهنجي هنڌ تي قائم آهي.

(۵) اچي موريءَ وارو ناڪو. هيءُ ڦليليءَ جي ڪپ تي، اچي موريءَ وٽ آهي.

(۶) ڪاري موريءَ وارو ناڪو. هيءُ وري ڪاري موريءَ وٽ نهر جي ڪپر تي آهي.

(۷) دواڻي وارو ناڪو. هيءُ مشهور ناڪو اڳي حيدرآباد جي سول اسپتال جي پرسان هو، هاڻي ان کي ڪنهن ٻئي هنڌ منتقل ڪيو ويو آهي.

هڪ ٻيو ناڪو به هو، جو هاڻي ويران آهي. اهو شهر جي وڏي پوسٽ آفيس جي بلڪل سامهون هوندو هو. هاڻي ان هنڌ تي ريڊيو اسٽيشن آهي.

هاڻي هن شهر جي چنگي ناڪن ۾ به خاصو اضافو اچي ويو آهي. جيئن شهر وڌندو ٿو وڃي، تيئن نون نون هنڌن تي چنگيءَ جي ضرورت پوندي ٿي وڃي. انهن سان منهنجو واسطو ڪونهي. باقي جيسين پراڻن ناڪن جو تعلق آهي، ته سواءِ هڪ-ٻن ناڪن جي، ٻيا سڀ اڄا تائين ڪم ۾ ايندا رهن ٿا.

حيدرآباد شهر ۾ ميونسپالٽيءَ جي طرفان چند اسپتالون، مسافرخانا ۽ اهڙيون ڪي ٻيون عوام جي فائدي ۾ ايندڙ جايون به قائم هيون، انهن مان ڪي اڄا تائين قائم آهن ۽ ڪن جو وجود ختم آهي. مثلا تارا چند واري اسپتال، شهر جي اُپرندي طرف ۽ ڊاڪٽر لڳيءَ جي ميونسپل اسپتال، شهر جي اُلهندي طرف اڄا تائين ڪم ڪري رهيون آهن. حيدرآباد جي ميونسپالٽيءَ جو قائم ڪيل، فقير جي پڙ وارو مشهور آيرويدڪ دواخانو هاڻي بند آهي. ساڳيءَ طرح پاڻي وسيامل جو نهرايل مسافرخانو (اسٽيشن لڳ) به هاڻي بند آهي، اُتي ڪو اسڪول ڪيو ويو آهي. مارڪيٽ وارو اسپتال جي مريضن جي مائٽن وارو مسافرخانو پڻ ختم ڪيو ويو آهي. گاهه مارڪيٽ وٽ، ميونسپالٽيءَ جو بيل خانو هاڻي هميشه لاءِ ختم ڪيو ويو آهي.

حيدرآباد ميونسپالٽيءَ جون، اڳي ٻن هنڌن تي باهه وسائڻ جون جايون هيون. وڏي
جاءِ فقير جي پڙ وٽ، بصر-پاڄيءَ جي پڙيءَ وٽ هئي. اگرچه هن جاءِ تي پراڻي طرز جي
پمپ واري باهه وسائڻ جي مشين رکيل هئي، تاهم اڳ ڪان هڪ وڏي ۽ اوچي لوهي ٿنڀ ۾
لڳل هڪ شاهي گهنڊ هوندو هو. باهه جي لڳڻ جي صورت ۾، اول اهو گهنڊ وڄايو
ويندو هو ۽ ان سان گڏ مشين کي تيار ڪري، ان طرف ڏي موڪليو ويندو هو: تا ته باهه
وسائي وڃي. بعد ۾ سال ۱۹۲۰ع ڪان پوءِ، شهر ۾ باهه لڳڻ جي صورت ۾ گهگهو (سائرن)
وڄايو ويندو هو، ليکن پوءِ به هيءُ شاهي گهنڊ ضرور وڄائيندا هئا. اسين پنهنجي جاءِ جي
ڪُڏ تان ٻيهي ڏسندا هئاسين ته اهو لوهي ٿنڀ ۽ ان جي مٿان لڳل پيتل جو شاهي گهنڊ
ڏسڻ ۾ ايندا هئا. گهڻو پوءِ ان گهنڊ کي لاٿو ويو هو.

حيدرآباد ۾ هڪ ٻي به اهڙي جاءِ هئي، جنهن کي باهه وسائڻ جي جاءِ ڪري چوندا هئا.
اها مارڪيٽ جي ٽاور جي پڙ ۾ هوندي هئي. هتي هڪ ڪُٺريج جهڙي دڪان ۾ باهه وسائڻ جي
موٽر بيٺل هوندي هئي. هن موٽر جي اها خاصيت هئي، جو هن جي هلڻ ڪري پاڻي خود بخود
نلڪن ۾ چڙهندو هو، جتان پوءِ باهه وسائي ويندي هئي. شايد هاڻي اتي هڪ جي بجاءِ
ٻه ڪن موٽرون آهن. حيدرآباد جي ميونسپالٽيءَ جي آفيس ساڳئي هنڌ، يعني سٽي پوليس ٿاڻي
وٽ هئي. ٻيون آفيسون هن طرح جون هيون:

هڪ وڏي ڪورٽ، يعني سيشن ڪورٽ. هڪ فوجداري ۽ ٻي ديواني ڪورٽ. ٻين
لفظن ۾ هڪ مئجسٽريٽ جي ڪرمنل ڪورٽ ۽ ٻي سول ڪورٽ. ڪليڪٽر، ڊپٽي ڪليڪٽر،
مختيارڪار، هڪ سٽي مختيارڪار، هڪ ڪورٽ آف وارڊس ۽ انڪمبرڊ اسٽيٽس ڪورٽ (جنهن کي
اڻ پڙهيل ماڻهو ڪٽل ڪاٽو چوندا هئا). لئنڊ رڪارڊ آفيس، سٽي سروي آفيس ۽ ايس-پيءَ جي
آفيس وغيره وغيره.

جيسين هن شهر جي عبادتگاهن، يعني مسجدن ۽ مندرن جو تعلق آهي، ته هڪ ڳالهه
قابل ذڪر آهي ته حيدرآباد ۾ تڏهن مسجدون ته ڪوڙ هيون، پر جنهن کي مندر چوندا آهن،
اهي ڪي ايڪڙ ٻيڪڙ هئا، باقي ٽڪاڻا قدري هوندا هئا. منهنجيءَ راءِ ۾ مندر جو اکر بعد ۾
پاهران ڪٿان آيو آهي. سنڌ جي هندو شاعرن به پيا ته اهڙا ڪيترا لفظ ڪم آندا آهن، مثلاً:
مڙهي يا ڏيو، وڏ ۾ وڏ ته ٽڪاڻو. دلپت چيو آهي: ”مڙهي ۽ مسجد ۾ روشن هڪ ڏيو.“
بهرحال مان هن موضوع تي ڪو اٿارٽي نه آهيان، ليکن هن شهر ۾ اڳي هندن جون جي
پوتر جايون هيون، انهن جا نالا هي آهن:

(۱) پاڻي ايسرداس جو بازار وارو مشهور ٽڪاڻو. (۲) سري گهاٽ وارو پاڻي گرپت جو
ٽڪاڻو. (۳) قلعي دروازي وارو ٺهلرام وارو ٽڪاڻو. (۴) شاهي بازار، جمن شاهه جي پڙ ۾
”سوائيءَ“ جو ٽڪاڻو. (۵) گروننگر واري مشهور درٻار. (۶) پاڻي پهلاج جي درٻار، وغيره.

جڏهن حيدرآباد ۾ هندستان جي مختلف علائقن مان هندو ماڻهو ڪثرت سان اچڻ لڳا هئا، تڏهن هتي جي هندن انهن کي شهر کان ٻاهر ڦليليءَ طرف ۽ قلعي جي پٺ ڏانهن شوالا ۽ مندر ٺهرائي ڏنا هئا. اهڙا مندر ته ڪافي هئا، ليڪن انهن جا پوڄاري غير سنڌي هندو هوندا هئا. ڦليليءَ جي ڪپ تي ”لڇمي نارائڻ جو مندر“ قلعي جي پٺ طرف راڻي باغ ۾ شوالو يا ٽنڊي طيب ۾ شوالو، اهي ئي ماڻهو سنڀاليندا هئا، جي غير سنڌي هندو هئا. انگريزن واري دؤر ۾ هندستان جي علاقي يو پي، راجستان، بمبئي وغيره مان، هندن جو ڪافي تعداد آيو هو. منهنجي خيال ۾ مندرن جو ڪلت هتي انهن آندو هو.

حيدرآباد جي قديم مسجدن ۾ هيٺيون مسجدون اهم سمجهيون وڃن ٿيون:

(١) مير ڪرم علي خان واري مسجد، شاهي بازار سترين جي گهٽي. (٢) مائي خيريءَ جي مسجد، فقير جو پڙ. (٣) مسجد مائي شهربانو، ٻاٺي خان جي چاڙهيءَ جي مٿان. (٤) مسجد گل جان، ٻن قبرن ويجهو. (٥) قديم مسجد، شاهه مڪي، ڪچو قلعو. هي سڀ پراڻيون مسجدون آهن. جيڪي بعد ۾ انگريزن جي دؤر ۾ ٺهيون تن ۾ هيٺيون مشهور مسجدون آهن:

جامع مسجد صدر، سلاوٽ مسجد مارڪيٽ، پنورهن جي مسجد ٽنڊو ولي محمد، جاڙي مسجد شاهي بازار، زوار حسين شاهه مسجد ٽنڊو آغا، ڪنڀن جي مسجد گرونگر وٽ، نعلبندن واري مسجد پڪو قلعو، لوهارن جي مسجد ڏتل شاهه چاڙهي، تيورن جي مسجد اونگ بازار، واڍن جي مسجد واڍن جو پڙ، مسجد سيد محمد شاهه قاضي صالح گهٽي، گنج بخش واري مسجد فقير جو پڙ، گنج بخش جي گهٽي، نهاين جي پڙ واريون ٻه مسجدون، ڪاهي روڊ تي ٻه مسجدون، چڻن شاهه جي مسجد، ميمڻ جي مسجد، مسجد پير مکي، مسجد شاهه عبدالوهاب، مسجد سيٺ حافظ نهال شاهه جو پڙ وغيره وغيره.

انهن مسجدن کان علاوه ٻيون به ڪيتريون مسجدون آهن، سڀ نالا ڏيئي نٿا سگهجن. تاهم هي اهي مسجدون آهن، جي پاڪستان جي ٺهڻ کان اڳ جون آهن، يعني تڏهن جون آهن، جڏهن جو احوال لکي رهيو آهيان. قيام پاڪستان کان پوءِ هن شهر ۾ اهڙيون ته گهڻيون مسجدون ٺهيون آهن جو انهن جا نالا يا انهن جي ڪٿپ هڪ ڪتن ڪم آهي. اسان جو مقصد فقط انگريزن واري زماني جي وڏين مسجدن سان آهي.

حيدرآباد جي ماڻهن جي پوشاڪ بابت:

انگريزن واري دؤر ۾، هن شهر جا هندو ڪافي ترقي ڪري ويا هئا. هو بلڪل ماڊرنائيزڊ ٿي ويا هئا. نتيجو اهو نڪتو ته پڙهيل هندو ماڻهو پلي ته هڪ هٽ واڻيءَ جو پٽ هجي، ان دؤر ۾ ڪڏهن ڪڏهن انگريزي لباس، هٽ ۽ پينٽ به ڍڪيندو هو. هندو عامل ته هونءَ ئي ٻين جي تقليد ڪرڻ جا هوشيار هئا، سي بلڪل انگريز لڳندا هئا. فقط وڏي عمر وارا

هندو، خصوصاً پائيبند پنهنجي پراڻي پوشاڪ پائيندا هئا. عاملن جا ٻه بزرگ ماڻهو، اگرچ انگريزي ڪپڙا ڍڪيندا هئا، تاهم غلاميءَ جو ٽوپلو نه پائيندا هئا. مثال طور ديوان سنتداس هميشه ٽوپي ڍڪيندو هو، حالانڪ هڪ سوٽيڊ بوٽيڊ ماڻهو هو. هن شخص جي نالي سان اڃا تائين هيراباد وارو "جيل روڊ" سڏجي ٿو. اسان جو پرنسپال مسٽر ايس. ايچ. پارواڻي به ساڳيءَ طرح ڪاري ٽوپي ڍڪيندو هو.

عاملن کان پوءِ حيدرآباد جي هندن ۾ پائيبندن جو نالو اچي ٿو. پائيبند ماڻهو عموماً ڏنوان پرش هوندا آهن. هو ڊگهو ڪوٽ، ڌوتي ۽ مٿي تي اڇي پڳ پائيندا آهن. بعضي پڳ جي بدران اڇي بخمل جي ٽوپي به پائين. مکي بگومل، جو حيدرآباد جي هندن جو پريومڙس جو، هميشه اهڙي ٽوپي ۽ پائجامو پائيندو هو. مکي صاحب کي ڪڏهن به ڌوتي پائيندي نه ڏٺو ويو هو. مکي مينگهراج مل يا پائي ڍولڻداس به ساڳيا اهڙا ڪپڙا ڍڪيندا هئا.

جيسين زالن جي پوشاڪ جو تعلق آهي ته مان ائين چوندس ته اسان جي ننڍي هوندي، يعني هن صديءَ جي شروعات ۾، هندو عورتون پوتي، چولو ۽ سٿڻ ڍڪينديون هيون. پائجامي کي هندو سٿڻ ٿي چوندا آهن. ليڪن هندن جي زالن جا پائجاما ننڍي پانچي وارا ۽ بعضي پيرت سان پريل هوندا هئا. پرت ۾ گهڻو ڪري بادلي يا ستاري جو ڪم هوندو هو. اڳي هندو عورتون گهر مان ٻاهر نڪرڻ مهل، مٿان پٺي جي اڇي چادر ويڙهي، شام جي وقت نڪرنديون هيون. ڪنهن پاڻ برادر جي گهر مان ليئو پائي، ڏيٺي برٺي کان اڳ واپس پنهنجي گهر اچي وينديون هيون. مايون عموماً منهن ويڙهي فقط اکڙي ڪيڏي پوءِ ٻاهر ايند يون هيون. اکڙيءَ جي پَرِ، ته گهڻو اڳي، اوچ ذات هندن جي عامل فرقي ۾ به هئي، پر بعد ۾ رڳو هندو پائيبندن جون مايون اکڙي ڪيڏنديون هيون. شروع شروع ۾ هندن جي زالن ۾ ساڙهي پائڻ جو رواج بلڪل نه هو. عاملن جون زالون به ساڙهي ڪين ڍڪينديون هيون، ليڪن بعد ۾ انهن اهو فئشن اختيار ڪيو هو. هن فئشن جي ته شروعات عاملن کان ٿي هئي. گهڻو پوءِ ٻين هندن، پائيبندن وغيره ساڙهي کي اختيار ڪيو هو.

عاملن جون عورتون عموماً اهڙيون ساڙهيون ڍڪينديون هيون جن تي ڪو گل يا چيٽ وغيره نه هوندو هو. اهي ساڙهين کي بارڊر به نه هٽائينديون هيون. سادگي سندن ورثو هئي. پر عامل عورتن جي ساڙهيءَ پائڻ جو ڍنگ اهڙو اعليٰ هوندو هو، جو ڏاڍيون خوبصورت پيون لڳنديون هيون. حيدرآباد جا عامل، مرد خواه مايون، ڏاڍا حسين، ذهين ۽ فئشن وارا هوندا هئا. انهن جي ئي ڪري هن شهر کي تڏهن "سنڌ جو پئرس" ڪري چوندا هئا.

ساڙهيون پائڻ کان پوءِ انهن وري وار ڪترائڻ به شروع ڪيا هئا، ۽ مٿا اگهاڙا رکنديون هيون. پر هڪ ڳالهه سندن خاص خوبي هئي، جو هو پنهنجين ساڙهين جون ڪوٽيون (بلائوسز) هميشه فُل سائيز رکنديون هيون. اڄڪلهه وانگر پيٽ اگهاڙو ڪري ٻاهر نه نڪرنديون هيون.

ساڙهيون پوءِ حيدرآباد جي هندو پائيبندن جي زالن به پائڻ اختيار ڪيون هيون. هن قوم ۾ پئسو نسبتا وڌيڪ هوندو آهي، سو آهي اچيون ۽ گهٽي پرت واريون ساڙهيون پائينديون هيون. بعضي انهن جي ساڙهين تي بادلي ۽ ستاري جو ڪم به ٿيل هوندو هو ۽ انهن جا بارڊر به وڏا هوندا هئا. پائيبندن جون زالون ساڙهي پائي، مٿو ڍڪي ٻاهر نڪرنديون هيون: پر، عاملن جون زالون مٿو اگهاڙو ڪري هلنديون هيون. اگرچه ٻنهي کي پيٽ ڪجي، ته پائيبندن جون زالون ساديون سوديون، ٿوري فئشن واريون، مايون هيون. گهرن کان ٻاهر عموما گهٽ نڪرنديون هيون: عامل عورتن ٿڌهوڪو نوڪريون ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيون هيون. هو گهڻو ڪري يا ته اسڪول ٽيچر يا ته ڊاڪٽر هونديون هيون. منهنجيءَ راءِ ۾، سڄي براعظم ۾، اهڙي ذهين يا خوبصورت قوم ٻي ڪا به نه هوندي، جهڙي حيدرآباد جي عامل قوم هئي. البت ڪن هندن ۽ خطن ۾ مثلا پنجاب ۾ خوبصورتي آهي، پر آتي نزاڪت اڻلڀ آهي. بمبئي ۽ هندستان جي ٻين صوبن ۾ اتي جي زالن ۾ اگرچه نفاست آهي، ليڪن حُسن ناهي. ان جي برعڪس حيدرآباد جي عاملن ۾ اهي ٻئي گڻ موجود هئا. هرعامل شخص هر لحاظ کان حسين ۽ خوش پوش هوندو هو.

جيسين پائيبندن جي عورتن جو تعلق آهي، ته اهي منهنجيءَ راءِ ۾، سنڌ ۾ مقيم ڪاٺياواڙي قوم جي عورتن جهڙيون هيون. صورت ۾ به ۽ ڪردار ۾ به. ٻنهي قسمن جي مائن جا منهن ويڪرا، اکيون وڏيون، پيشانيون ڪشاديون، بت ۾ نسبتاً ڀريل هونديون آهن.

ننڍي عمر جي نينگرن کي، هندو ماڻهو پائجامو ۽ قميص پهرائيندا هئا. ليڪن مٿي تي ٽوپي ۽ پير ۾ جتي پائڻ هڪ لازمي ڳالهه هئي. بلڪ اسڪول ۾ وڃڻ مهل ڪوٽ به ڏيڪيندا هئا. بعد ۾، هندو نينگرن نڪرس پائڻ شروع ڪيون ۽ مٿا به اگهاڙا ڪيا. هاءِ اسڪول جي سطح تي بعضي پينٽ به پائيندا هئا. ڪانگريس تحريڪ جي اثر هيٺ، بعضي مٿي تي گانڌي ٽوپي به ڏيڪيندا هئا: يا ڪاري ولائتي بخمل جي ٽوپي استعمال ڪندا هئا.

هندن جون نياڻيون، عموماً، پٽي سان پائجامو ۽ چولو، يا وري فراڪ پائينديون هيون. جنهن کي اسين پائجامو چئون ٿا، هندو ان کي سُٿڻ چوندا هئا. تمام ننڍي هوندي، مان ڏسندو هئس، ته هندو نينگريون عاملن ۽ پائيبندن جون، مٿي تي هلڪي، ڪاري ٽوپي به پائينديون هيون. اها ٽوپي بخمل جي هوندي هئي، مٿس موتين جي مڙهت جو سهڻو ڪم ٿيل هوندو هو. وارن تي ٽوپي ڏاڍي ٺهي نهندي هئي. گهڻو پوءِ انهن مٿو اگهاڙو ڪيو.

هاڻي مان هن شهر جي مسلمانن جي لباس جو ذڪر ڪندس. مسلمان مرد تڏهن مٿي تي سنڌي پٽڪو، جهولدار سلوار، ڊگهي قميص يا پاسي تي ڳچيءَ سان پهراڻ ڏيڪيندا هئا. غريب توڙي امير جو لباس تقريباً ساڳيو هو. وڌ ۾ وڌ، ته امير ماڻهو مٿان ڊگهو ڪوٽ يا پيرن ۾ ولائتي بوٽ پائيندا هئا. رفتي رفتي، ڊگهي قميص جي بدران ننڍي قميص يا شرٽ، ۽

پٽڪي جي جاءِ تي ”ترڪي ٽوپي“ پائڻ لڳا. تڏهن ترڪي ٽوپيءَ جو جنون سڄي برِاعظم ۾ ڦهليل هو. شايد انگريز جي ٽوپلي کان نفرت ڪري، مسلمانن هيءَ ٽوپي اختيار ڪئي هجي، بهرحال، ٻار ڪان ٻيڏي ۽ پڙهيل کان اڻپڙهيل تائين، پوءِ هر فرد اها استعمال ڪرڻ لڳو هو. ساڳئي وقت، حيدرآباد جا مسلمان، سلوار بہ ڳهڻائي، ۽ تختي يا وڏ ۾ وڏ چو تختي پائڻ لڳا. مسلمانن جا نينگر بہ سلوار، قميص ۽ ترڪي ٽوپي پائيندا هئا. اسين ننڍي هوندي سلوار جي بدران پائجاما ڏيکيندا هئاسين. ان زماني ۾ ڪوٽ ٽوپيءَ کان سواءِ، ڇوڪرا بہ گهر کان ٻهر ڪين نڪرندا هئا. سون کي ياد آهي اسين نولراءِ هيرانند اڪيڊميءَ ۾ پڙهندا هئاسين. گرمين جا ڏينهن هوندا هئا. ماستر صاحب ۽ شاگرد، ڪوٽ ٽوپين سان ڪلاس ۾ ايندا هئا. پلي تہ پڳهر پيو نڪري. ڪوٽ يا ٽوپيءَ جي لاهڻ جي ڪنهن کي بہ اجازت ڪين هئي. گهڻو پوءِ، تقريباً سال ۱۹۳۰ع ۾ انهن يعني مسلمانن سوٽ پائڻ شروع ڪيا. پڙهيل مسلمان اگرچہ سوٽ پائيندا هئا، تہ بہ مٿي تي اهائي مسلمانڪي ٽوپي (ترڪي ڪيپ) ڏيکيندا هئا، جيئن خبر پوي تہ هو ڪير آهن. ان جي برعڪس پڙهيل هندو، يا مٿو اگهاڙو رکندا هئا، يا هٽ پائيندا هئا. ڪي ڪي هندو سوٽ تي بہ گانڌي ٽوپي پائيندا هئا.

جيسين مسلمانن جي زالن جو تعلق آهي، تہ مان چوندس تہ گهڻو اڳي اهي سُوسيءَ جي سٿڻ، چوڙ واري، چولو ۽ رئو ڏيکنديون هيون. پيرن ۾ ٺئونر واريون سنڌي جُتيون پائينديون هيون. بعد ۾ سوسيءَ جي بدران ٻئي ڪپڙي، مثلاً ساٽين ۽ پاپلين، وغيره جون سٿڻون ۽ سنڌي چولي جي بدران، جيان جا ٺاهيل اڳا ڏيکينديون هيون. اڄڪلهہ جو فيشن ڪنهن زماني ۾ ڏاڍو گهڻو هو. هن قسم جي چولي جو اڳ پيريل هوندو آهي. اڃا تائين حيدرآباد ۾ مقيم سنڌي پشوري ساٿهن جون مايون اڳا ڏيکينديون آهن.

رفتي رفتي، مسلمانن جي زالن ۾ ٻين قسمن جي ڪپڙن جو رواج پيو. مثلاً سٽيءَ يا ريشم ۽ سٽيءَ جي ملاوت جي ڪپڙي، جهڙو دل کي پياس، پائڻ جو رواج ٿيو. ان سان گڏ سوسيءَ جي سوڙهي سٿڻ جي جاءِ تي وڏي پانئچي واري سلوار جو رواج ٿيو: ويڪري پانچي واري سلوار کي ”علي ڳڙهہ سلوار“ ڪري چوندا هئا. پاڪستان جي قيام ٿورو اڳ، حيدرآباد جي مسلمان عورتن ۾ ساڙهيءَ جو بہ رواج پئجي چڪو هو. سنڌي ٺئونر واري جتيءَ جي بدران انگريزي سئنڊل مقبول ٿي چڪا هئا. مگر هي سڀ جنسار گهر جي چوديواريءَ جي اندر هوندو هو. ٻاهر نڪرڻ مهل سخت پردو رکڻو پوندو هو. ڪن ڪن خاندانن جون مايون، جڏهن ٻاهر نڪرنديون هيون تڏهن گاڏين کي چادرن يا ڪيسن سان بند ڪري پلاند سوتلن سان ٻڌي سوگها ڪري، پوءِ انهن کي اندر ويهاريو ويندو هو.

حيدرآباد جي شاهي بازار ۾ ڪابہ عورت ڏسڻ ۾ نہ ايندي هئي. هندو زالون ئي بازار ۾ پرورلي ڏسڻ ۾ اينديون هيون، سو مسلمانن جي زالن جي نڪرڻ جو سوال ئي نٿو ٿئي.

البت اهڙيون زالون، جن کي ضرورت پاهر نڪرڻ تي مجبور ڪيو هجي، مثلا دايون، ته آهي به رئي جي مٿان چادر ۽ پين ڪپڙن سان گڏ پيشگير پائي، پوشيده ٿي، پوءِ ٻاهر نڪرنديون هيون. اهڙيون زالون به منهن تي "روءِ بند" رکي پوءِ نڪرنديون هيون.

حيدرآباد جي مسلمانن جي زالن ۾ "ڪاري چادريءَ" جو رواج اجا نه پيو هو، تاهم ننڍي ٿهيءَ جي زالن ۾ اچو، پٽي جو بُرقعو مروج ٿي چڪو هو. جيئن ته برقعو اصل ۾ سنڌ کان ٻاهران آيل هو، تنهن ڪري ان کي "پشوري بُرقعو" ڪري چوندا هئا. موجوده بُرقعو جنهن کي فقط چادري چئجي، گهڻو پوءِ مروج ٿيو هو. تاهم چادريءَ وارو بُرقعو به هن شهر ۾ ورهاڱي کان گهڻو اڳ مقبول ٿي چڪو هو.

حيدرآباد جا هندو، انهن جون ذاتيون، فرقا ۽ عبادت ڪرڻ جو طريقو.

حيدرآباد جي هندن ۾ اگرچه ڪيتريون ذاتيون هيون، تاهم انهن ۾ مکيه فرقا يا ٽولا فقط به هئا: هڪڙا "عامل" ۽ ٻيا "ڀائيبند"، ٻيا ٽولا يا فرقا ايتري قدر اهم نه هئا. هي ٻئي ڇيند سنڌي ماڻهو هئا. ٻيون هندو قومون يا فرقا عموماً هندستان جي ٻين خطن مان اچي حيدرآباد ۾ آباد ٿيا هئا. مثلا ڀيل، ڪولهي، سوچي وغيره، جن کي هتي جا هندو پاڻ کان گهٽ سمجهندا هئا. ڪم از ڪم آهي ڏاريا هئا، سواءِ جيسلميري برهمڻ جي، جي خود ٻاهران آيا هئا. ٻين سڀني کي هندو عامل خواه ڀائيبند ڏاريا ڪري، پاڻ کان گهٽ سمجهندا هئا.

جيستائين سنڌي عامل قوم جو تعلق آهي، ته مان چوندس ته هيءَ قوم پڙهيل، مهذب ۽ ترقي يافته هئي. هندو قوم جي سچي انٽيليجنشيا عاملن تي مشتمل هوندي هئي. ڪم از ڪم ڪلهوڙن جي زماني کان وٺي، حيدرآباد جا عامل، اعليٰ عهدن تي فائز هئا. عاملن ۾ حيدرآباد جا آڏواڻي ۽ گدواڻي سر فهرست سمجهيا وڃن ٿا. انهن کان علاوه ٻيا به ڪيترا ئي عامل خاندان آهن: شهاڻي، لعلواڻي، چنديراماڻي وغيره. عاملن جو هڪ فرقو اهڙو به آهي، جيڪي ڇيند حيدرآبادي نه آهن، انهن کي هو "ساهتا عامل" ڪري سڏيندا آهن. حيدرآباد وارا پاڻ کي "خدابادي عامل" سڏائيندا آهن.

جيستائين ڀائيبند ماڻهن جو تعلق آهي، ته ٿلهي ليکي ائين آهي ته جيڪڏهن عامل سرڪاري ملازمت ڪرڻ ۽ ٻين وڏين پروفيشنس، مثلا ڊاڪٽري، انجنيئرنگ ۽ پروفيسرشپ ۾ ڪامياب هوندا هئا ته ڀائيبند وري بزنيس، انڊسٽري ۽ ڪارخانيداريءَ ۾ ڪامياب هوندا هئا. ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته حيدرآباد جا ڀائيبند پهرين ننڍا دڪاندار هئا، پر بعد ۾ هو ترقي ڪري وڏي ڪارخانيدار ٿيا هئا. تاهم پئسي گڏ ڪرڻ ۽ مادي ترقي ڪرڻ ۾ بر اعظم جي ڪنهن به واپاري قوم کان پوئتي نه هئا. سنڌ ورڪ وارو واپار، جيڪو پهرين ننگرٺٽي جي ميمڻن ۽ حيدرآباد جي حافظن جو ورثو هو، ان کي بعد ۾ هتي جي ڀائيبندن ئي سنڀاليو ۽ ان کي عروج تي آندو. ڀائي پوهومل ۽ ڀائي ڪيئومل، جن جا ناﻻ سنڌ ورڪ جي مشهور پيشي سان وابسته آهن، حيدرآباد جا ئي هئا.

پاڻيبندن ۾ ايتريون گھڻيون ذاتيون ۽ اَکھيون آھن، جو انھن جو حساب ڪرڻ ڏکيو آھي. ھر شخص پنھنجي وڏي ڏاڏي جي نالي سان پاڻ کي سڏائيندو آھي. تاراچند جو اولاد خود کي تاراچنداڻي ۽ توپڻ مل جو اولاد خود کي توپڻملاڻي سڏائيندو آھي. ھنن ۾ ٻه چند حيدرآباد جا پاڻيبند پاڻ کي اُتم سمجھندا آھن، ٻين کي ھن قسم جي نالن سان سڏيندا آھن: مثلا گھچپيراڻي پاڻيبند يا ميرپوري پاڻيبند وغيره.

پاڻيبندن کان پوءِ حيدرآباد جي ھندن ۾ "وانھن" جو نالو آھي. وانھان ٻـ دڪانداري ڪندا ھئا، ليڪن ھو غريباڻا ڌنڌا ڪندا ھئا. جھڙوڪ ڏوڏيءَ جو يا پيگڙن وڪڻڻ جو ڌنڌو ڪن. ھي البته گھٽ مھذب ۽ سنساڻي قوم آھي. ھنن جو عقيدو ماڻھن ۾ جنن وغيره جي واسي ۾ ڏاڍو مضبوط ھوندو آھي. عام ھندو چرچي ۾ وانھن کي "جنن جو اولاد" ڪري سڏيندا آھن.

سنڌي ھندن ۾ ٻيون ٻہ قومون آھن، جھڙوڪ: سونارا. ھنن جي باري ۾ خود ھندو چوندا آھن تہ اھي "شودر" آھن، "وئش" نہ آھن.

ھندن ۾ سڀ کان اُتم، سندن عقيدي موجب برھمڻ يا ٻانيڻ آھن. ھنن کي ھندو ڏاڍي عزت ڏيندا آھن. واضح ھجي تہ حيدرآباد جي برھمڻن ۾ ٻہ ٻہ مکيہ ٽولا آھن: ھڪڙا نيج سنڌي ۽ ٻيا اھي، جي ھندستان کان آيا ھئا. نيج سنڌي برھمڻن کي "سارسوت"، ۽ غير سنڌي برھمڻن کي "پشرڪرڻا" ڪري سڏيندا آھن. پشرڪرڻا يا پوڪرڻا، اڪثر ڪري مارواڙ ۽ راجستان جي ٻين خطن مان آيا ھئا. سنڌ ۾ رھڻ ڪري ۽ سنڌين سان لھہ وچڙ ڪري، اھي ٻہ خود کي سنڌي سڏائيندا ھئا؛ ليڪن اھا ڳالھہ سندن ڪاڌي وغيره مان ظاھر ٿيندي ھئي. مثلاً سارسوت برھمڻ ماس مڇي ٻہ کائيندا ھئا، پر پشڪرڻا فقط دال ڀاڄيءَ تي گذران ڪندا ھئا. سارسوت برھمڻن ۾ ٿوريون نکون يا پاڙا آھن. "سيت پال" سڀني نکن ۾ برک آھي. پُشڪرڻن ۾ انيڪ نکون آھن، مثال طور: اوجھا، پڻيا، ٻوڏا، جوشي، ڪيوليا ۽ ماٻارا.

مٿي ذڪر ڪيل سنڌي ھندن جون قومون پاڻ کي اوچ يا مٿاھون تصور ڪنديون آھن. پھرين برھمڻ ۽ پوءِ عامل، جن جو ڪم ڌرم ۽ تعليم سان آھي ۽ بعد ۾ پاڻيبند آھن. ان کان پوءِ وانھان ۽ سونارا. سواءِ پُشڪرڻن جي، ٻيا سڀ نيج سنڌي آھن.

آھي ھندو، جي سنڌ ۾ ھندستان کان آيا ھئا، اھي ٻہ ھن شھر ۾ ڪافي تعداد ۾ ھئا. انھن ۾ ڪولھي، ڀيل، سوچي، مينگھواڙ سوايا آھن. انھن جون ٻوليون ٻہ پنھنجيون آھن، تاھم سنڌي ٻہ ڳالھائيندا آھن. حيدرآباد ۾ ھڪ غريب ھندو قوم رھندي آھي، جي ٻڙھا يا گرگلا سڏجن ٿا. ھي ٻہ اصل ۾ غيرسنڌي آھن. مسڪين ماڻھو آھن.

جيسين پوشاڪ يا خوراڪ جو تعلق آھي، تہ مان چوندس تہ حيدرآباد جا عامل ڪپڙي لٽي ۽ خوراڪ ۾ بلڪل انگريز آھن. گوشت وغيره خوب کائين. ٻين ھندن جي برعڪس،

ڏوتي ڪي نفرت سان ڏسن. سچ ته عامل ماڻهوءَ کي ڌوتي پائڻ به نه ايندي آهي. وڏيءَ عمر وارا عامل سلوار، مٿي تي ميراڻي ٽوپي وغيره ڍڪيندا هئا.

پاڻيپند گهڻو ڪري ڌوتي، ڊگهو ڪوٽ، مٿي تي پڳ رکن. سنڌ ڪاڏو سواءِ وڏي گوشت جي ساڳيو مسلمانڪو هوندو آهي. انهن جي برعڪس برهمڻ ۽ ٻيون ڪي هندو قومون، مثلاً ڀاٽيا، گوشت وغيره ڪي هٿ به ڪين لائيندا آهن، ويشنو ماڻهو هوندا آهن. برهمڻ مٿي تي ڳاڙهي رنگ جي پڳ ۽ پيشانيءَ تي سنڌور جو تلڪ هڻي، پوءِ ٻاهر نڪرندا آهن. نوجوان يا پڙهيل برهمڻ انگريزي ڪپڙا به ڍڪين.

مذهب جي لحاظ کان مٿيان سڀ فرقا هندو آهن، ليڪن حيدرآباد جا عامل نه ته هندن جي مندرن ۾ وڃن، نه وري ڪي سنسا رکن. عامل عموماً صوفي هوندا آهن. هو الله تعاليٰ جي هيڪڙائي ۾ يقين رکندا آهن. البت سِک ڌرم جو مٿن گهڻو اثر پيل آهي. عاملن جا نالا به مسلمانن جي نالن جهڙا يا انهن جي نالن جي ويجهو هوندا آهن. مثلاً ولي رام، عالمچند، حشمت راءِ وغيره. بعضي پاڻيپندن جا به اهڙا نالا هوندا آهن، مگر هنن جي نالن پويان هميشه "مل" يا "داس" لکيو ويندو آهي. مثال طور: راموسل، ڌرمداس وغيره. هي ماڻهو مندرن ۽ ٽڪاڻن ۾ مٿو ٽيڪين. منجهن ٻيون رسمون به آهن، مثلاً اکو پاڻي وغيره. منهنجيءَ راءِ ۾ سواءِ رامائڻ يا مهاڀارت جي علم جي، هنهنجي ڌرم جي ٻي معلومات عام هندن ۾ خير ڪا هوندي آهي.

جيسين برهمڻن جو تعلق آهي، ته انهن جو ته ڌنڌوئي آهي ڌرم جي معلومات حاصل ڪري پنهن تائين پهچائڻ، سي ڌرم مان بخوبي واقف هوندا آهن. هنن کي هندو ڌرم جا ٽنيا ڪوئي سگهجي ٿو. برهمڻ لوڪ عام طرح سان هندن جي ٽڪاڻن ۾ نه ويندا آهن، انهن جا مندر آهن جي الڳ ٿين ٿا، البت هاڻي آهستي آهستي ٽڪاڻن ۾ به مندرن وارا بت اچي ويا آهن، جنهنڪري هندن جي پوڄا جي جاين ۾ هرقسم جا بت ڏسبا آهن.

عام طرح سان هندن جي مندرن ۾ هيٺيان بت هوندا آهن:

رام چندر جو بت يا مورتي، ان سان گڏ سيتا ماتا ۽ لڇمڻ جي مورتي.

ڪرشن مهراج جي مورتي، اڪيلو ۽ هٿ ۾ بنسري يا گوپين سان گڏ.

رامچندر جي مورتيءَ سان گڏ بعضي هنومان جي مورتي به هوندي آهي. بعضي هنومان اڪيلو هوندو آهي. ان کان سواءِ مهاديو يعني شِوَ مهاراج جي مورتي ۽ شوَ جو لنگ هوندو آهي. بعضي گڻيش مهاراج جي مورتي به رکيل هوندي آهي.

هندن جا ڪي مندر الڳ به هوندا آهن، مثلاً ڪالي ديويءَ جو مندر، ان ۾ فقط ڪاليءَ جو مجسمو بيٺل هوندو آهي. شوالي، يعني شو جي مندر جي اڳيان در وٽ، عموماً ڳانءِ جو بت ويٺل رکيو ويندو آهي. هاڻي ته شوالن ۾ شوَ جي مورتيءَ کان سواءِ ٻيا بت به رکيا ٿا وڃن.

هندن جي عبادت جو طريقو اهو آهي جو هو بت يا مورتيءَ جي اڳيان ٻيهي مٿو ٽيڪيندا آهن. بعضي اتي ٻيهي پڇن به ڳائيندا آهن. يا ته فقط "جئي، جئي" چوندا آهن. هڪ مورتيءَ جي ان طرح پوڄا ڪري، پوءِ پٺي بت يا مورتيءَ جي اڳيان نمن. هندو پنهنجن ٻتن کي ڀڳوان چون، يا تصور ڪري سڏيندا آهن. انهن جي اڳيان روئين، اکيون اگهن ۽ پنهنجيون مرادون پيش ڪن.

سک پنٿ جي اثر هيٺ هندن پاڻ پوڄا لاءِ مندرن کان علاوه درٻاريون به قائم ڪيون هيون. درٻار ۾ فقط گرنٿ صاحب جو آچاوڻ ٿيندو آهي. گرنٿ صاحب تي ٽيڪا ٿيندي آهي. اهڙين درٻارن ۾، حيدرآباد جي مشهور درٻار گرونگر آهي. ٽالي مان ئي ظاهر آهي ته اتي گرونانڪ بابا صاحب جي تعليم جوئي پرچار ٿيندو هوندو. ان ۾ ڪو شڪ ناهي ته ائين به ٿيندو آهي، پر بعضي هن ساڳئي درٻار ۾ يوپي ۽ ٻين هندستان جي علائقن جا پنڊت رامائڻ به پڙهندا هئا، ڪُجا درٻار، ڪُجا رامائڻ؟

مندرن، ٽڪاڻن، شوالن وغيره ۾ جيترو تعداد هندو مردن جو ويندو آهي، اوترو بلڪ وڌيڪ تعداد هندو ماين جو به ويندو آهي. هندو مايون ڏاڍيون ڌرماتما هونديون آهن. ڪي هندو ماڻهو پنهنجيءَ پوڄا پاٺ ۾ ڏاڍا پابند هوندا آهن. پر نوجوان طبقو ۽ انگريزي تعليم يافته جوان مندرن ۾ گهٽ ويندا آهن. جيئن مسلمانن جا نوجوان مسجدن ۾ وڃڻ کان نٽائيندا آهن، تيئن انهن جو نوعمر طبقو به عموماً مندرن ۽ درٻارن ۾ وڃڻ کان نٽائيندو آهي.

حيدرآباد جي هندن ۾ مختلف پنٿ ۽ ڪي تحريڪون.

سواءِ برهمڻن جي باقي عام هندن عاملن، ڀائيبندن وغيره ۾ "سک پنٿ" جو اثر ڪافي معلوم ٿيندو آهي. ڪيترا هندو قسم کڻڻ مهل ڀڳوان جو قسم نه، پر گروءَ جو سنهن ڪري چوندا هئا. سڄي سنڌ جي هندن تي عام طرح ۽ حيدرآباد جي هندن تي خاص طرح گرو صاحب جي سکيا جو اثر هوندو هو. ڪيترائي هندو سک ٿيا هئا. پيا جي سک نه ٿيا هئا، ته به سندن نالن وغيره مان پتو پوندو هو، ته مٿن ان پنٿ جو اثر هو. اسان جي اسڪول جو پرنسپال مسٽر رام سنگهه هڪ آڏوائي عامل هو، پر سندس نالو خواه عقيدو سکن وارو هو. منسڪاٽين جي سڄي آکهه سک پنٿ جي پيرو هئي. شهاڻي عاملن جا به نالا اهڙا هئا جهڙا سکن جا هوندا آهن. مثلاً صاحب سنگهه، چندا سنگهه.

هندو ڀائيبندن ۾ هڪ فرقو اهڙو به هو، جي پاڻ کي گرونانڪ جي درٻار جا ٻاوا سڏائيندا هئا. هي ماڻهو درٻار جي خدمت ۾ وڌل رهندا هئا. حيدرآباد جو مشهور ٻائو، ڀهلاج به هڪ درٻار هلائيندو هو، اها درٻار قليلي روڊ تي هئي. ان کي سڏيندائي هئا ڀهلاج پوري. ڀهلاج ٻائي جي ساک گهڻن هندن ۾ تعصب پيدا ڪيو هو.

حيدرآباد جي هندن ۾ هڪ ڳالهه بلڪل نمايان هئي ته ڪوبه سنڌي هندو، ڪنهن به مندر، شوالي وغيره جو سرڪردو يا پوڄاري نه هوندو هو. هائو، نذرانو ڏيڻ لاءِ يا مٿو ٽيڪڻ لاءِ هو ضرور ويندا هئا، مگر انهن مندرن وغيره جي هلائڻ وارا هو نه هوندا هئا. اهو ڪم يو پي، سي پي يا هندوستان جي ڪنهن ڀائي جو هوندو هو. ان مان اهو مطلب به ٿو نڪري ته "سنڌ جي هندن ڪي اها شئي هندوستان وارن سيکاري." جي ائين آهي ته پوءِ اصل سنڌي هندو ڇا ڪندا هئا؟ سو معلوم ڪرڻ گهرجي. مون سنڌ جي ڳوٺن ۾ به وڃي ڏٺو هو، جتي به ڪو مندر هو، ته ان جو پوڄاري يا هلائڻ وارو غير سنڌي هندو ئي هو. ڪي مندر ته ماڳهين غير سنڌين جا هئا، جهڙوڪ ڪالي ديويءَ جو مندر.

مان هن موضوع تي ڪا اٿارٽي نه آهيان، تاهم مون جيئن ڏٺو هو، سو ائين ته انگريزن جي دور ۾، جڏهن سنڌ ۽ هندوستان جي وچ ۾ ماڻهن جي اچ وڃ وڌي وئي هئي، تڏهن هندوستان جي ڪن خطن، مثلاً بمبئي ۽ يو پي وغيره جا هندو، جي ظاهراً هتي روزگار لاءِ ايندا هئا ۽ هندن کي عرض ڪندا هئا ته ڪين مندر ٺهرائي ڏين، ته هو آتي پکوان جو نالو وٺن. سنڌ جا ماڻهو عموماً يوپيءَ جي هر فرد کي، ڀلي ته هو ڪير به هجي، مهراج ڪري سڏيندا هئا. ائين ڇو هو؟ سا خبر ناهي، پر سچ ته ائين هوندو هو. جنهن سبب انهن هندوستاني ماڻهن، خود کي سچ پچ مهراج سڏائي، تلڪ لائي، ڪو مندر يا شوالو ٺهرائي، ان کي هلائڻ جو خيال ڪيو هجي ته به عجب ناهي. اسان جي اڳيان، شهر جي ڦليليءَ جي علائقي ۾ ائين مندر پيا ٺهندا هئا ۽ غير سنڌين کي انهن ۾ پيا آباد ڪندا هئا. هڪ راجستاني ماڻهوءَ ته اصل ڪمال ڪري ڇڏيو. ڳچيءَ ۾ هڪ گهنڊ وجهي، شهر مان ڪجهه چوندو ويندو هو. ماڻهو ڳالهيون ڪندا هئا ته ويچارو برهمڻ، ائين ان لاءِ ٿو ڪري ته ڪو ڌرماتما ڪيس مندر ٺهرائي ڏئي ته هو ان ۾ ويهي ۽ ڏٺيءَ جا ڳڻ ڳائي.

درحقيقت هندوستان ۾ روزگار جو مسئلو ڏکيو هوندو هو، تڏهن به اتي ماڻهو ڏاڍو سکيو وقت گذاريندا هئا. ويچارن کي هر قسم جي حرفت هلائڻي پوندي هئي. سنڌ جا سچار ۽ رحمدل هندو، انهن کي نيڪ سمجهي وڏيون رقمون خرچي، ڪين مندر ۽ شوالا ٺهرائي ڏيندا هئا. هاڻي جڏهن مندر به ٺهيو ۽ پوڄاري به مقرر ٿيو، تڏهن ڪو نه ڪو ماڻهو يا مائي مٿو ٽيڪڻ لاءِ اچي نڪرندو. اهڙيءَ طرح پوڄاريءَ کي روٽي به ملي ۽ رهڻ لاءِ جڳهه به.

انگريزن جي دور ۾ رشي گهاٽ وٽ، رستي جي ٻنهي پر ۾، هندوستان جو هڪ پئيو جهڳي هڻي اچي ويٺو. اسين هر روز شام جو ڦليليءَ ڏانهن گهمڻ لاءِ ويندا هئاسين ۽ روز ان جهڳيءَ وٽان لنگهندا هئاسين. هن شخص ڇا ڪيو جو پنهنجي جهڳيءَ جي پٺ ۾ هڪ ننڍي پيٽ ڪٺي ۽ جڏهن پيٽ سڪي تيار ٿي، تڏهن مٽيءَ سان اتي هنومان جي مورت ٺاهيائين ۽ ڪيترا ڏينهن ائين پئي ڪيائين، جڏهن مورتي مڪمل ٿي، تڏهن ان کي سندور جو رنگ

هنيائين. اهو سڀ ڪجهه اسان جي اڳيان ڪندو رهيو. آخرڪار ان ڪي باقاعدي هڪ ننڍو مندر بنائي، پاٺ پوڄاري ٿي ويٺو ۽ اهي سنڌي هندو، جن ڪيس روز ائين ڪندي ڏٺو هو، سي ان مندر ۾ اچي، مٿو ٽيڪي، پيما رکي ويندا هئا.

هاڻي سوال آهي تہ ڇا، سڀ هندو اهڙا موڙهل هئا، جن ڪي هي هندستاني ٻاوا ٺڳيندا هئا؟ نہ. انهن ۾ هڪ ٽولو اهڙو بہ هو، جي کليو کلايو بُت پرستيءَ کي ننديندا هئا. اهي حيدرآباد جا عامل هئا. ڀلا اهي ڪهڙي پوڄا ڪندا هئا؟

ان جي جواب ڏيڻ کان اڳ، مان ٿورو عرض ڪندس: مون هنن ٻنهي فرقن سان گڏ وقت گذاريو هو. منهنجا سڀ اُستاد ۽ ماستر صاحب، هندو ئي هوندا هئا. اهي تہ اهڙا هوندا هئا، جو مان ڇا چوان. ڪيترا انهن مان ”ذڪر قلبي“ بہ ڪندا هئا. اهي عامل، گهڻو ڪري صوفي منش هوندا هئا. انهن جا مرشد بہ نيڪ ۽ الله وارا ماڻهو هئا، جن جي اثر الهن کي روحاني پرواز عطا ڪيو هو. ڪي تہ ڪلمي طيبہ جو بہ ذڪر ڪندا هئا يا جهڙو ذڪر کين سندن مرشد ڏنو هجي. ڪي هندو صوفي منش تہ وڏي منزل جا مالڪ هئا. اسان جو سائين ماستر هري رام ائين چوندو هو ”منهنجي اڳيان منهنجي مرشد جي تصوير ان طرح آهي، جو جيڏانهن بہ نهاريان ٿو تہ مون کي منهنجو مرشد ڏسڻ ۾ ٿو اچي.“ سچ تہ هيءَ وڏي منزل آهي، جنهن کي ”فنا في شيخ“ ڪري چوندا آهن. حيدرآباد جو مشهور وڪيل دادا تيرٿداس، هوتچند واڌواڻي جو انگريزن جي زماني ۾ مختيارڪار بہ هو، چوندو هو ”ادا، ماڻهن جا مرشد وڏا وڏا رئيس ۽ زميندار آهن، منهنجو مرشد ڏاڙهون فقير آهي.“ ڏاڙهون فقير جو فوٽو اسان بہ ڏٺو، هو هڪ صحيح الله وارو هو. اهي صوفي ماڻهو سڀ پڙهيل ۽ عامل قوم مان هئا.

انگريزن جي ئي دؤر ۾ هندن ۾ هڪ تحريڪ جنم ورتو هو، ان کي ”آريہ سماج“ تحريڪ چون ٿا. آريہ سماجي وڏي واڪي سان بت پرستيءَ جي مخالفت ڪندا هئا. دراصل اها تحريڪ هندن ۾ اسلام ۽ عيسائيت جي لاءِ جا همدردي هئي، ان کي ختم ڪرڻ لاءِ پيدا ٿي هئي. ان دؤر ۾ هندوستان جا هندو، هزارن جي تعداد ۾ مسلمان يا ڪرستان ٿيندا ٿي ويا. هيءَ تحريڪ ان کي ٻنجو ڏيڻ لاءِ وجود ۾ آئي هئي. ڪن هندن، پنهنجن پيائرن کي، جڏهن بت پرستيءَ کي نفرت ڪندي ڏٺو، تڏهن کين هيئن چوندا هئا تہ انهن پراڻن ڪتابن مان ڳولي ڪڍيو آهي تہ ”بُت جي پوڄا قديم هندو ڌرم ۾ منع آهي.“ ان لاءِ انهن وڏن بزرگن جا ڪي حوالا بہ ڏنا هئا. حيدرآباد جي آريہ سماج جي آفيس جي اڳ کان بورڊ تي هڪ دفعو ائين بہ لکيو هئائون: ”سري ڪرشن مهراج، هر قسم جي مورتي (يعني بت) خواه اها مٽيءَ، ڪانيءَ يا سون يا چانديءَ جي هجي، کي مٿي ٽيڪڻ جي منع ڪئي آهي.“ حالانڪ هندو تہ خود سندس مورتيءَ کي پوڄيندا هئا ۽ سڀ کان گهڻو جنهن بت جي اڳيان مٿو ٽيڪيندا هئا، اهو سري ڪرشن مهراج جو ئي پتلو هوندو هو.

آريہ سماج تحريڪ: مشرقي پنجاب ۾ گھڻو زور ورتو هو. قاديانين جو وجود بہ مشرقي پنجاب مان ئي شروع ٿيو هو. انگريزن انهن جي همت افزائي ڪئي، ليڪن سنڌ ۾ اهڙيون سڀ تحريڪون ناڪامياب ويون هيون. حيدرآباد ۾ ايڪڙ ٻيڪڙ ڪو اهڙو هندو هو، جو آريہ سماجي ٿيو هو. مون کي حيدرآباد جي فقط ٻن ماڻهن جو نالو اچي ٿو، جي هئا: هڪ حڪيم تلسي داس ۽ ٻيو دوارڪا پرشاد. بهرحال منهنجي راءِ ۾ جنهن کي "هندو ڌرم" چئجي، سو آن هر قسم جي تحريڪ جو نالو آهي، جنهن هني براعظم ۾ جنم ورتو هجي. آن لحاظ سان، سک، جي خود کي الڳ ٿا سمجهن سي بہ هندو ڌرم جي حاطي جي اندر آهن. آريہ بہ آهن. ان ڪري جڏهن راجا رنجيت سنگهہ پشاور فتح ڪيو هو، تڏهن هندن وڏي سڏ چيو هو: "راجا صاحب تہ پٺاڻن جي ملڪ ۾ بہ هندو ڌرم جو جهنڊو هڻي ويو." حالانڪ رنجيت سنگهہ هڪ سک هو.

هن ننڍي مضمون ۾، هندو ڌرم تي يا هندو ڌرم جي ڪنهن فرقي يا پنٿ تي مان تنقيد نہ ٿو ڪريان. مون کي سڀني مذهبن لاءِ عزت آهي. البتہ هڪ ڳالهہ مون جانچي آهي: تہ هندن ۾، هڪ ٻئي جي مندرن ۾ وڃڻ جي مذهبي يا اخلاقي منع هوندي آهي. منهنجو هڪ دوست ۽ پاڙيوارو جوان ڏاموڌر هڪ ڏينهن مندر ۾ ٻئي ويو. شام جو وقت هو. مندر قلاع نمبر ٣ وٽ هو. ان جي پرر ۾ ئي مشهور دربار گرونگر قائم آهي. اوڏانهن بہ ڪي هندو جوان، پاڙي جا نينگر ٿي ويا: مون ڏامودر کي چيو "اوهين هنن دوستن سان گڏ نہ ٿا وڃو، هو بہ تہ پوڄا ڪرڻ ٿا وڃن." جواب ڏنائين "هنن جي پوڄا جي جاءِ ٻي آهي، اسان جو مندر ٻيو آهي."

ٺورن لفظن ۾، تہ جيئن مسلمانن ۾ شيعہ ۽ سني هڪ ٻئي جي مسجدن ۾ وڃي بندگي ڪرڻ کان عموماً گوشو ڪندا آهن، تيئن هندو بہ ڪن. مٿيون شخص ڏامودر اگرچہ هڪ پاڻيو هو، هڪ برهمڻ نہ هو: تڏهن بہ هن جيئن پاڻ چيو هئائين "واڻين واري" پوڄا جي جاءِ تي بندگي ڪرڻ ٺيڪ نہ سمجهيو هو.

حيدرآباد ۾ تڏهن ڪي پوربي پٺيا بہ رهندا هئا. هنن جي اڳيان جيڪڏهن فقط نالو سري ڪرشن ونيو هو، تہ هو چڙندا هئا. بعضي ڏاڍو ناراض ٿيندا هئا. هندو نينگر انهن کي ان طرح چيڙائيندا هئا. ٻيا وري جيسلمير جا برهمڻ هوندا هئا، جن جي اڳيان اگرچہ سري رام جو نالو وٺندا هئا تہ ناراض ٿيندا هئا. اهي ٻئي فرقا حيدرآباد ۾، پڪي قلعي وٽ رهندا هئا. روز روز هڪ ٻئي سان مقابلا ڪندا هئا. جيڪڏهن هڪ ٽولي وارو چوندا "جئہ سري رام" تہ ٻئي ٽولي وارا، اتروئي زور سان چوندا هئا: "جئہ سري ڪرشن. آها انهن جي هر روز جي ڪيڪار هوندي هئي. بعضي ائين ڪندي وڙهي بہ پوندا هئا.

اگرچہ هي ماڻهو غيرسنڌي هندو هئا ۽ سنڌ جي هندن سان اٿڻ ويهڻ بہ نہ هو، نہ وري سندن عادتون سنڌين واريون هيون، تاهم هو هندو هوندا هئا. [باقي آئنده]

امداد حسيني

[ڊاڪٽر اسدالله شاهه جي ياد ۾]

# هوءَ جي هليا هوتَ سُونهارا



اهو هڪ جهڙالو ڏينهن هو. ٻُوند ٿي برسي. آئون ڄامشوري جي نڪرين ڏانهن نڪري ويو هوس. الاءِ ڇو سارنگ رُت ۾ نوڻ پرجيو پرجيو پئي آيا. واپس وريس ته ٻاڙي جو هڪ نينگر ڊوڙندو آيو ۽ چيائين: ”توهان کي گهر ڀيا سڏين، ضروري ڪم آهي.“ سان گهر جي در ڏانهن وڌس. در کليو ته سحر نيم جي اڀتڙ سُرڪن ٻدران لڙڪن سان منهنجي آجيان ڪئي: ”جانان، ڀائو قاضي......“ لطيف آباد ڏانهن ويندي مون سوچيو: ”اڃا هفتو کن اڳي ته اسين ساڳئي گهر ڀائو قاضيءَ کي ٽه ڄائي جون مبارڪون ڏيڻ ويا هئاسين. ۽ هاڻ......!“

وڻجارن وري، پرهه ڦُٽيءَ ڇوڙيا،
اوليون پسي ان جون، پيڙم ڳچ ڳري،
ويندس ماءِ مري، ساري سامونڊين کي.

ڊاڪٽر قاضي اسدالله شاهه ”بيخود“ حسينيءَ کي ڳوٺ جا ماڻهو ”سائين قاضي“، مِٽَ مائٽ ۽ جيڏا سرتا ”قاضي صاحب“ سڏيندا هئا ۽ اسين جيڪي ڪانئس ننڍا هئاسين، اهي کيس ”ڀائو قاضي“ سڏيندا هئاسين. ڀائو قاضيءَ تي اهو نالو سندس ڏاڏي علامه اسدالله شاهه ”فدا“ جي نالي پٺيان رکيو ويو هو. سندس نانو سيد حافظ شاهه (ڀهريون) ڪافيءَ جو سرموڙ شاعر ۽ ٽکڙ جي ثقافتي سرگرمين جو روح روان هو. ان ڪري علم ادب، ٻوليءَ، شاعريءَ ۽ راڳ سان چاهه کيس ورثي ۾ مليو. ٽکڙ جي وايومنڊل سونَ تي سُهاڳي وارو ڪم ڪيو.

اِهو آهو عرصو هو، جڏهن سيد عبدالحڪيم شاهه (سيد وڏي) جيَ رحلت ٿي چڪي هئي، ۽ سندس هٿان رکيل پيڙهه آڪڙڻ لڳي هئي.

"سيد عبدالحڪيم شاهه ۱۳۵۴ھ ۾ رحلت ڪئي. سندس وفات کان اڳي ٽي سندس ئي ڀائر: حاجي غلام شاهه، علامه اسدالله شاهه "فدا" ۽ محمد حافظ شاهه "حافظ" وفات ڪري چڪا هئا. باقي سندس ننڍو ڀاءُ حاجي علي اصغر شاهه، ڪجهه وقت اڳي ٽکڙ مان لڏي، پنهنجو نئون ڳوٺ "اصغر آباد" جي نالي سان ٻڌي وڃي ويٺو(۱). سيدن مان ڪو وڏو رهيو ڪونه. عبدالحڪيم شاهه جي وڏي پٽ ملوڪ شاهه کي پڳ ٻڌايائون: پر هو تمام سادو ۽ دل جو نرم هو، انهيءَ ڪري هرڪ سيد پاڻ کي وڏيرو سمجهڻ لڳو. عبدالحڪيم شاهه جي وفات کان پوءِ ٽکڙ تي اچي زحمت نازل ٿي. سيدن جي اٽيٽ ڪري، ڳوٺ ۾ بدامنيءَ پنهنجو بدنما منهن ڏيکاريو. چوري عام جام ٿيڻ لڳي (۲). يا ته هتي علم ۽ ادب جو چرچو عام هو، ماڻهو دينداريءَ ڏانهن راغب هئا، يا ته هينئر جوا جو زور ۽ ڏنڊي ڪونڊي جو شور هر گلي ڪوچي مان اچڻ لڳو. ڪمزور ڌر (هندن) سان زوري ۽ ظلم زور وٺندا ويا، گهڻا هندو ٽکڙ مان ترڪي ويا. ايتري قدر جو پاڪستان کان اڳي، هندن جا باقي پنج يا ڇهه گهر وڃي بچيا هئا، نه ته اڳي سندن اٽڪل ٻه سئو دڪان هئا، جن سان ئي بازار جي رونق هئي (۳)."

منهنجي ناني سيد عبدالحڪيم شاهه جي دؤر جو واقعو آهي، ته ڪنهن شخص (شايد حبيب ڍوٽي يا براديءَ، جيڪي سندس حاضريءَ جا نوڪر هئا) کيس مبارڪ اچي ڏني. پاڻ وراڻيائين: "ابا، خير مبارڪ: پر ڇا جي؟" ان شخص چيو: "سائين وڏا، توهان کي پٽ ڄائو آهي." ان تي سيد وڏي وراڻيو: "مون سمجهيو ته ڳوٺ ۾ ڪو نئون گهر لڏي آيو آهي!" ۽ هاڻي اها ئي ٽکڙ هئي، جنهن مان ماڻهو لڏي رهيا هئا ۽ ڏک اهو ته ٽکڙ جي تباهي وڏن سيدن جا پويان آڻي رهيا هئا:

ويا سي وينجهار، هيرو لعل ونڊين جي،
تنين سندا پويان، سيهي لهن نه سار،
ڪٿين ڪٽ لُهار، هاڻي انهيءَ ٻيٺين.

اڻين ناني عبدالحڪيم شاهه جي لاڏاڻي سان ٽکڙ سهاڳڻ مان ڦري ڏهاڳڻ ٿي پئي ۽ ان جي رتورت ٻانهن جي ڀڳل چوڙين کي سيدن جا ماڻهو روڙڻ لڳا ۽ نڪ جي نٿ کي ڏاوڻ سوڊو ٿي لاهڻ لڳا. حافظ حامد، مخاص، علامه اسدالله شاهه "فدا"، حافظ شاهه، دلگير ۽ بسمل جي سڪي ستابي ۽ سهاڳڻ ڀاڳڻ ٽکڙ جو، ان جي سپوت سائين ميران محمد شاهه اجهو هيئن چيٽ چيتيو آهي:

---

(۱) "اصغرآباد" کي ڄامڙڪي به چوندا آهن. (۲) چوري ۽ گهر ۾ ٽپي پوڻ وارا ڏنڊا به سيدن جا ماڻهو ڪندا هئا. (۳) تذڪره شعراءِ ٽکڙ ص ص ۱۶، ۱۷.

”... مون تہ انهن مست کندڙ مجلسن ۾ شرکت کري، ساقيءَ جي ساغر مان سرڪ چکي هئي، جنهن جو ڪيف، باوجود دور دوران جي ۽ باوجود مشرق و مغرب جي سير و سياحت جي، اڄ ڏينهن تائين منهنجي دل و دماغ تي طاري آهي. شاهہ صاحب جي مصرع:

جيڪي ڏنو هو سو مون ڏٺو،
جيڏيون ڙي اوهان نا ڏٺو هوا۔

جي مصداق آهي. نہ مون کي پيرس جي ”آپيرا هائوس“، لنڊن جي ”آلبرٽ ٿيئيٽر“ يا قاهره جي ”ڪيسينو بديعہ“ مان اها راحت روحاني رسي جا مرحوم محمد حافظ شاهہ جي اوطاق جي ايوان ۾ عيسي ۽ موتيي شيديءَ جي ڪافين ۽ ڪلامن مان حاصل ٿي، ۽ نہ مون کي ڪڏهن بمبئيءَ جي ”تاج محل“، لنڊن جي ”وارچيسٽر هوٽل“، پئرس جي ”جارج دي سنڪ هوٽل“ يا جرمنيءَ جي ”فرئنڪفرٽ هوف ڪلب“ يا مئڊرڊ جي ”ڪيفي روزا“ جي ماحول ۾ سيني جو سرور ۽ دلي سڪون حاصل ٿيو، جو ’دائود موچيءَ‘ جي دڪان، ’قاسم کٽيءَ‘ جي ايوان ۽ ’برهان لوهار‘ جي دودمان ۾ ويلن جا ويلا ويهي، جهونجهارن جون جنگيون ۽ جلهون، سگهڙن جون ڪٿو تيون ۽ ڪهاڻيون، شاعرن جون في البديهہ وايون ۽ وراڻيون ۽ ’پڊي ڳنيپر‘ جون ڳجهارتون ۽ ڳالهيون پڌي حاصل ٿيو.“(١)

پر پوءِ انهن ماڻهن جي بہ پاڙ پٽجي وئي ۽ ٺٽڙ هڪ پيرو وري سڪ جو ساهہ پٽيو. ان دؤر ۾ ٺوڙي جو حافظ ”بسمل“ (١٣٣٥ھ) ۽ محمد خان ”غني“ گذر معاش لاءِ ٺٽڙ کان ٻاهر هٽ پير هڻڻ لڳا هئا، تڏهن بہ هو ٺٽڙ جي ادبي عظمتن ۽ علمي روايتن جا رکوال ۽ علمبردار هئا ۽ پي ڳالهہ تہ هو ٺٽڙ مان لڏي لاسي نہ ويا هئا؛ سندن گهر ٻار ٺٽڙ ۾ هو؛ شادي مرادي، عيد براد ۽ موڪلون هو ٺٽڙ ۾ گذاريندا هئا ۽ ٺٽڙ جا جيڪي بہ ماڻهو نوڪرين ۾ ٻاهر هوندا هئا، اهي ويڪ ايند تي چنچر جو ڳوٺ ڏانهن اُيين پهچندا هئا، جيئن ٿريا آئي ۾ ٿر ڏانهن پهچندا آهن. پوءِ مينهن هجي، لاري بند هجي، جبل مان ڪٺڙ کان پنڌ اچڻو پوي... ڪٿي ڇا بہ ٿي پوي! ”بسمل“ تہ ڪجهہ عرصو حيدرآباد ڇڏي، ٺٽڙ موتي بہ آيو هو ۽ ڪيس معلم جي حيثيت سان مقبري واري مڪتب ۾ رکيو ويو هو:

”... جتي بنده (ڊاڪٽر صاحب) ہم ساڻس گڏ روزانو ٺٽڙ مان پنڌ ڪري ويندو هو، ۽ وري شام جو موٽي ايندا هئاسين.“ (٢)

۽ ان ۾ شڪ ناهي تہ ڊاڪٽر صاحب کي فارسيءَ جو پهريون سبق بہ ”بسمل“ ڏنو هوندو. اهڙو ئي فارسيءَ جو ابتدائي سبق ”بسمل“ مون کي بہ ڏنو هو ۽ مڪتب ٺوڙي گهٽين ۾، جتي بہ ملندو هو، سبق پڇندو هو.

---

(١) تذڪره شعراء ٺٽڙ ص ص ٩، ١٠. (٢) تذڪره شعراء ٺٽڙ ص ١٤٢.

خود پيائو قاضيءَ جي خاندان ۾ "سعيد" تڪڙائيءَ جهڙو لاثاني شاعر موجود هو، جيڪو پرائمري اسڪول ۾ سنڌس استاد به رهيو هو ۽ پنهنجي دؤر جو هڪ وڏو شاعر هو. نانسي حافظ شاهه جي اوطاق، چاچي الله بخش شاهه (ڊاڪٽر صاحب جي پيءُ) جي سنڀال هيٺ رهي ۽ اتي اهوئي منبدل مثل رهيو ۽ ان جي ثقافتي مرڪز واري حيثيت برقرار رهي. ڊاڪٽر صاحب جي دل ۾ علم ادب جي چاهه جي پهرين چڻنگ به اهڙين ئي ڪچهرين ۾ ڏٺي، جيئن پاڻ "تذڪره شعراء تڪڙ" جي انتساب ۾ لکيو اٿئين:

"جن جي (سنڌس والد) وقت بوقت ادبي ۽ علمي ڪچهرين مون ۾ سنڌي علم ادب لاءِ محبت ۽ ادبي ميدان ۾ قدم رکڻ لاءِ اشتياق پيدا ڪيو."

ڳوٺ ۾ روزانو شام جو ٽپال ايندي هئي. "الوحيد" ۽ "زميندار" اخبارن کي وڏي چاهه سان پڙهيو ويندو هو ۽ حڪيم وريل جي اسپتال ۾ بين مهاڀاري لڙائي، خاڪسار تحريڪ ۽ مسلم ليگ تحريڪ تي هر شام خيالن جي ڏي-وٺ ٿيندي هئي. ان کان اڳ "خلافت تحريڪ" ۾ تڪڙ جا ماڻهو، علامه اسدالله شاهه "فدا" جي سرواڻيءَ ۾ ڀرپور عملي ڀرو وٺي چڪا هئا. سائين ميران محمد شاهه به الهيءَ دؤر ۾ سياسي ڪاميابيون حاصل ڪري رهيو هو. اهڙي ئي ادبي، سياسي ۽ ثقافتي پس منظر ۾ ڊاڪٽر اسدالله شاهه "بيخود" حسيني پليو نپنيو، وڌيو ۽ ويجهيو.

ڊاڪٽر اسدالله شاهه "بيخود" حسينيءَ جو جنم ١٢ اپريل ١٩٣١ع ۾ سيد الله بخش شاهه جي گهر ۾ ٿيو. ابتدائي تعليم پاڻ تڪڙ جي پرائمري اسڪول ۾ ورتائين (هاڻ ته اهو اسڪول کنڊر آهي، پر ڪڏهن ان جو اوج هو). ميٽرڪ نورمحمد هاءِ اسڪول مان ١٩٥٣ع ۾ ڪيائين. مون کي ياد آهي ته پاڻ جڏهن موڪلن ۾ ڳوٺ ايندو هو، تڏهن سندن گهر جي ڀرجري وٽان لنگهندي ڪڏهن ڪيس پرت پرپندي، ڪڏهن ڪارچوب تي اڳٺ اٺندي ڏسندو هوس. اُئين ثانوي تعليم پاڻ هٿ جا پورهيا ڪري پڙهيو. پڙهڻ جي ڏس ۾ مائٽ اسان کي سدائين پيائو قاضيءَ جو مثال ڏيندا هئا. ١٩٥٧ع ۾ بي. اي ڪيائين. ساڳئي سال لنڊن يونيورسٽيءَ جي "اسڪول آف اورينٽل اينڊ آفريڪن اسٽڊيز" ۾ ريسرچ اسسٽنٽ سنڌي مقرر ٿيو، ۽ ان سان گڏوگڏ ڪلاسيڪي فارسيءَ ۾ بي. اي آنرز پڻ ڪيائين. اُئين ڊاڪٽر صاحب خاندان جو پهريون شخص هو، جنهن يورپ ۾ اعليٰ تعليم حاصل ڪئي. ان ريسرچ بابت پاڻ ٻڌايائين ته، ٻيٽن سنڌي لفظن تي، جيئن "ڪيٽ-پيٽ" آهي، جنهن جي الڳ الڳ ڪابه معنيٰ نه آهي، مسٽر مچل جي نگرانيءَ ۾ ڪم ڪيو هئائين. ڊاڪٽوريٽ جي ڊگري ڪيمبرج يونيورسٽيءَ مان ورتائين، ڊاڪٽوريٽ لاءِ سندس مقالي جو عنوان هو: "ايران ۾ تيموري دؤر ۾ مذهبي طبقن جو معاشري ۽ سياست تي اثر."

پيائو قاضيءَ تي هن قسم جي ليک لکندي، دل دک سان ڀريل آهي ۽ يادن جو هڪ سلسلو آهي، جيڪو ڪٿي به نٿو ڪڇي. مخدوم صاحب سان رس رهاڻيون، گرامي صاحب جون گڏيل پريون ڳالهيون، سائين ميران محمد شاهه جون صحبتون، احسن الهاشمي، رباني، محبوب سروري،

ڀائو حافظ شاهه (ڀيون)، شبير، سوز، عارف، نورل شاهه، ڀائو قمر، ڀيرل شاهه، ادي گل بي بي، ادي مهتاب، ادي شمس النهار، عيني، طوطي، ادي بي بي، چاچا الهه بخش شاهه، چاچي آ گل، ناني حاجياڻي، ادا امير، منظور... انيڪ چهرا، ڪردار، شهر، ڪهاڻيون، مشاعرا، راڳ روپ... حسين بخش، مصري فقير... ڀٽ شاهه، هالا، ٽکڙ، چام ڏاتار، جهول، جيڪب آباد، حيدرآباد... راڄ جا فنڪشن ۽ ڇوٽ جي مياڻ تي ٻلن جون دعوتون (اهڙي ئي هڪ دعوت (١٨ جون ١٩٥٣ع) ۾ سائين ميران محمد شاهه ڊاڪٽر صاحب کي "تذڪره شعراء ٽکڙ" لکڻ تي آماده ڪيو هو).

هتي هڪ حيرت جهڙي ۽ ساڳي وقت ڏکوئيندڙ ڳالهه ڪري ڇڏيان ته جڏهن ڊاڪٽر حسينيءَ جي سوانح جي ڳولا ڪيم، تڏهن معلوم ٿيو ته پرشن ڊ ڊپارٽمينٽ، سنڌ يونيورسٽي (جتي هو ١٥ آگسٽ ١٩٦٠ع کان استاد هو)، سنڌي ادبي بورڊ (جتي هو اعزازي سيڪريٽري ۽ ميمبر رهيو هو) ۽ سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ (جتي هو ٢٠-١٠-١٩٧٢ع کان ٢٧-١٠-١٩٧٥ع تائين چيئرمن رهيو هو) ۾، ڪٿي به سندس بايو-ڊيٽا نه هئي.

سيد ملوڪ شاهه جي وفات کان پوءِ (تڏهن پاڪستان ٺهي چڪو هو)، سيد عبدالحڪيم شاهه جو ننڍو پٽ سيد حاجي فتح علي شاهه پڳدار ٿيو ۽ جيڪو ڪانئس به وڌيڪ ٽڏو ۽ رحمدل ثابت ٿيو. هتي هڪ ڳالهه اڳوات ئي آڪلائي ڇڏيان ته ٽکڙ ۽ ڊاڪٽر حسينيءَ جو ذڪر گڏوگڏ ڪٺو ٿيندو، ڇاڪاڻ ته ٻنهي کي الڳ الڳ اسين سمجهي نه سگهنداسين. اهو انهيءَ ڪري به ضروري آهي، جو ڊاڪٽر صاحب، سائين ميران محمد شاهه کان پوءِ ٽکڙ جي اتهاس جو آخري نمائندو هو.

پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ئي سندن گهر حيدرآباد لڏي آيو:

"... گهڻا سيد ۽ ٻيا سرند ماڻهو ڳوٺ ڇڏي، پنهنجي لاڳاپي وارن هنڌن، جهڏوڪ حيدرآباد، ٽنڊي محمد خان وغيره وڃي ويٺا. ڪيترا هاري ناري، ٻني ٻاري جي تلاش ۾ ٻين پاسن وڃي نڪتا."(١)

ائين ٽکڙ پنهنجي مڪمل زوال ڪسي ويجهو پهچندي ويئي. سيدن (جن ۾ ڀائو قاضيءَ جن جو گهر به اچي وڃي ٿو) ۽ ٻين سرند ماڻهن جي ڳوٺ مان لڏي وڃڻ جا ڪارڻ بدامني، ڳوٺ جي لوپ ۾ اچڻ، ٻوڏ جي خطري سان گڏ هڪ ٻيو به ڪارڻ هو. ٿيو ائين جو ٻاڙي ۾ سومرن جو ڳوٺ هو، اتي قتل ماڇيءَ ڌاڙو هنيو. سومرن جي واهر لاءِ ڳوٺ جا ماڻهو چاچا الهه بخش شاهه جي اڳواڻيءَ ۾ نڪري پيا. قتل، چاچا کي سڃاڻي ورتو ۽ واڪو ڪيائين: "سائين الهه بخش شاهه، مون تنهنجو ليمڪ پاڻي ڪاڌو آهي، تون ڪڙن جي جهيڙي مان نڪري وڃ." پر چاچا ائين نه ڪيو، نيٺ قتل ڌاڙي هڻڻ کان سواءِ موٽي ويو. ان مامري ۾ سيدن جي ڌر جو هڪ ماڻهو (لهار) به مارجي ويو هو. ان کان پوءِ قتل وري اسان جي ڳوٺ جي لاريءَ کي ڦريو، ان ڦر ۾

(١) تذڪره شعراء ٽکڙ ص ١٧.

۾ پوليس وارن جو خون ٿيو هو. ان صورتحال کان پوءِ ئي چاچا الهه بخش شاهه، چاچي اشرف شاهه، چاچي اڪرم شاهه، چاچي روشن شاهه، نانا وڏي ۽ سڪندر شاهه ۽ مامي حاجي فتح علي شاهه وارا حيدرآباد لڏي آيا. رڳو ماما حاجي فتح علي شاهه ئي پوءِ ڳوٺ واپس موٽي آيو.

دراصل ڳوٺ ڦٽڻ جي شاخ، حافظ حامد جي ڳوٺ ڇڏڻ سان ڳنڍجي چڪي هئي؛ جڏهن سيد غلام محمد شاهه (هَٿن ڀاڙي وارو) جي مليڪت ڦٻائي وٺي هئي ۽ معاملو وڃي ڪورٽ ۾ پهتو هو. اهو نانا عبدالحڪيم شاهه جي دور جو واقعو هو. حافظ حامد ڦريل ڏر جو پاسو ڪنيو. ان ماٺري ڪان پوءِ ئي حافظ حامد وطن جا وڻ ڇڏيا. اهو بلڪل غلط آهي، تہ تڪڙ ڪي حافظ حامد جي پٽ لڳل آهي؛ ڇاڪاڻ تہ حافظ حامد ”ڀٽ ڀاراتي“ ڪان متاهون هو؛ ائين چوڻ وڏي ڪ صحيح ٿيندو تہ حافظ حمد ڳوٺ سان ڏ کوئجي و يو هو. ناني عبدالحڪيم شاهه جي دور جي ڀڄاڙيءَ جو ئي هڪ واقعو آهي، تہ سيدن جو ماڻهو گلاب خاصخيلي وائين جي گهر ۾ ٽپي پيو هو. واڻيا دانهن ڪئي سيد وڏي وٽ آيا. سندس ڀائٽيي سيد قنبر علي شاهه سندس فيصلي ڪي ماڻ نہ ڏنو ۽ اوطاق مان اٿي هليو و يو. تڏهن سيد وڏي وائين کي چيو: ”بابا، هاڻ توهان جي حفاظت جو بار مون مٿان نہ رهندو!“ وائين جا گهڻا گهر تڏهن ئي ڳوٺ مان لڏي و يا هئا.

جنوري ١٩٥٣ع ۾ ڊاڪٽر حسينيءَ جي والد وفات ڪئي ۽ ان جي وڇوڙي جي ورلاپ شاعريءَ جو روپ ورتو، ۽ جڏهن سائين ميران محمد شاهه سندس ڪلام ڏٺو، (جنهن کي ڊاڪٽر صاحب بہ ’انڊيون منڊيون ڪافيون‘ تو سڏي)، تڏهن چيائين: ”شعر ٺاهڻ وڏي ڳالهه آهي، تون تہ بلڪل ڪونہ ٿو چائين“(١).

ان ڪان پوءِ ئي پاڻ محمد خان ”غني“ صاحب کي استاد ورتائين. تن ڏينهن ۾ ”هاشمي پرنٽنگ پريس اسٽيشن روڊ حيدرآباد سنڌ“ ۾ ادبي ڪچهريون اڪثر متل رهنديون هيون. سنڌيءَ جي هڪ معياري ۽ سهڻي رسالي ”روح ادب“ جو اجراءُ بہ انهن ڏينهن ۾ ٿيو، جنهن ۾ ڊاڪٽر صاحب ”غني“ صاحب جو پانهن ٻيلي هوندو هو. ان ئي عرصي ۾ ”شبير“ ۽ ”سوز“ بہ شاعري ڪرڻ لڳا هئا. شعر تہ اُهي بہ چوندو هوس، پر سرن تي آڏارڪ. بحر وزن جي ڄاڻ خير ڪا هير. تڏهن اُهي ٻڌي نانڍيءَ جي گهر رهندو هوس ۽ اها جاءِ (اِي ١٩، گهٽي نمبر ٣ پڪو قلعو) پاڻو قاضيءَ جن جي گهر (اِي ٢٥) جي سامهون هئي. هو جيئن چوندا آهن تہ: ”ياران چڻ پڻ لائي، ميڏا روح بہ نہ رهيا“ سو مون کي بہ مشاعرن ۾ پڙهڻ جو چاهه جاڳيو. ڊاڪٽر صاحب، تڏهن مون کي بحر وزن جو پهريون سبق ڏنو. اهو سبق ايڏو تہ منجهائيندڙ لڳو، جو ان چاهه تان ئي هٿ ڪڻي و يس. ان عرصي ۾ سندس ملاقات گرامي صاحب

(١) تذڪره شعراء تڪڙ ص ٢١٢ ۽ ٢١٣

سان ٿي ۽ پاڻ سندس آڏو ”زانوئي تلمذ“ تهه ڪيائين. انهيءَ ئي عرصي ۾ ڊاڪٽر حسينيءَ جو قبلہ مخدوم محمد زمان ”طالب المولي“ سائينءَ سان ناتو جڙيو، جيڪو آخر تائين جڙيو رهيو:

”آڪٽوبر ۱۹۵۳ع ۾ حضرت ”طالب المولي“ قبلہ جن سان ملاقات ٿي، انهيءَ کان پوءِ رفتہ رفتہ سندن ويجهڙائي نصيب ٿيندي ويئي. سندن الفت ۽ شفقت، محبت ۽ صحبت ۽ سندن مست ڪن مجلسن ۽ محفلن، راڳ ۽ رهاڻ جي رس ۽ چس، حرص ۽ هوس جي بنيادن کي پڇي پورا ڪري ڇڏيو.“ (۱)

تڏهن اهي مست ڪن محفلون اسين منزل هيرآباد ۾ ٿينديون هيون ۽ پائو قاضيءَ سان ”شبير“، ”سوز“، ”عارف“، (”فتبال“ ٽڪڙائي)، انهن محفلن ۾ باقاعدگيءَ سان شريڪ ٿيندا هئا. اتان موٽي اچي مون سان انهن مجلسن جي رنگ-رس جو ذڪر ڪندا هئا، ۽ آئون هڪ پيرو وري ويڳاڻو ٿي پوندو هوس. انهن محفلن ۾ آئون گهڻو پوءِ شريڪ ٿيس، جڏهن اهي محفلون ٣-سول لائينز ۾، ۽ پوءِ اسين منزل گاڏي کاتي ۾ ٿينديون هيون. اهي ئي محفلون هيون، جتان مون گهڻو ڪجهه پرايو، ۽ سکيا جا اهي ڏاڪا طيءِ ڪيم جيڪي پنهنجي ٻولي، ادب، شعر، راڳ، سنگيت ۽ مجموعي طور تي پوري اتهاس کي سمجهڻ لاءِ ۽ ان تي فخر ڪرڻ لاءِ پيڙهه جي حيثيت رکن ٿا. سو ڊاڪٽر صاحب اهڙين ئي محفلن مان رچي راس ٿيو. طرحي مشاعرا، موضوعي مشاعرا، في البديهہ مشاعرا ۽ راڳ-رنگ. پر پوءِ اهي محفلون اجڙي ويون. هرڪو ٽڙي پکڙي ويو. اهڙو واءُ وريو جو ميز تي رکيل پنا اڏامي ويا. هاڻ تہ انهن کي ميڙڻ ۾ به وقت لڳندو. شبير شعر چوڻ ڇڏي ڏنو، ”سوز“ ڳوٺ ٻنين تي هليو ويو، گرامي صاحب نوڪريءَ ۾ ڦاسي ويو، پائو قاضيءَ ۽ شبير کي آئون اڪثر چوندو هوس تہ: ”توهان مون کان اڳي شاعري ڪئي، ۽ اڳي ئي ان عذاب مان جان ڇڏائي ويا ۽ مون توهان کان پوءِ شاعري شروع ڪئي ۽ اڃا تائين پيو پوڳيان.“

بابا ۽ چاچا جن سڳن پٽن تان جهڙوڪر ڇڄي ويا هئا، پر پوءِ ڪو وقت اهڙو آيو، جو اسين ٻئوٽ وري هڪٻئي جي ويجهو اچي وياسين. اهو اسان جي ننڍي پاپي (پاپي ٿمر) جي ڪوشش سان ٿيو. پائو حافظ شاهه جيتوڻيڪ اسان کان وڏو هو، پر پوءِ دوستن وانگر ٿي رهياسين. وير به ويساند نہ پوندي هئي، پر پائو قاضيءَ سان اهو دوستيءَ وارو دم نہ، پر وڏن وارو احترام ۽ تقدس رهيو.

پاڻ منهنجو پهرين سنڌي ادبي بورڊ، جتي آءٌ لائبريرين هوس ۽ پاڻ اعزازي سيڪريٽري هو؛ ان کان پوءِ سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ، جتي آءٌ سبجيڪٽ اسپيشلسٽ هوس ۽ پاڻ چيئرمن هو، باس رهيو. مون کي ياد آهي تہ هڪ پيرو، ادبي بورڊ واري دؤر ۾، منهنجي هڪ نظم تي ڳالهائڻ لاءِ مون کي گهرايائين. مون تہ ان کي ڏاڍو ايزي ڪري ورتو؛

---

(۱) تماهي ”مهراڻ“ (شاعر نمبر) ص ۳۴-۳۵.

پر مون ڏٺو ته پاڻ ڏاڍي پيڙا پوڳي رهيو هو: چاڪاڻ ته ڪيس خبر هئي ته هڪ شاعر جي حيثيت ۾ منهنجون ذميواريون ڪهڙيون هيون! ۽ اهو به ته نوڪري ۽ شاعري ٻه الڳ الڳ راهون آهن: پر هتي اسان وٽ سلهاڙيون پيون آهن! مون کي ياد آهي ته جڏهن منهنجي هاڻوڪي سروس لاءِ انٽرويو ڪال ٿيو، تڏهن پاڻ چيائين: "آءٌ توهان جي انٽرويو ۾ ڪابه مدد نه ڪري سگهندس، چو ته توهين منهنجا سوٽ آهيو!" سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ جي آفيس به سنڌ ئي دور ۾ ڄامشوري شفٽ ٿي ۽ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ جي جديد پريس به سنڌس ئي ڪوشش جو نتيجو هئي. هتي شايد چوڻ اهو پئي چاهيو ته پاڻ ڪڏهن به "ٽيپيڪل باس" نه رهيو هو.

انهيءَ ڪان اڳ مون سائس "ڊڪشنري آفيس" ۾ "لوڪ ادب رٿا" هيٺ پڻ ڪم ڪيو هو، جتي شيخ محمداسماعيل، ممتاز مرزا ۽ ڪڏهن ڪڏهن ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سان پڻ ڪچهري ٿي ويندي هئي. سائين ميران محمد شاهه وٽ ته هونئن به روز شام جو حاضري پربي هئي: ۽ "ڪليات ميران" کي سهيڙڻ ۾ به سائس گڏجي ڪم ڪرڻ جو وجهه مليو. قبله "طالب المولي" سائينءَ جن جون مجلسون ته هيون ئي علم ادب، شعر، راڳ ۽ رنگ ۾ رتل. انهن ئي محفلن ۽ مجلسن، صحبتن ۽ سنگتن مان ماڻهو پرائي ٿو.

اهو هڪ اتفاق چئجي يا قدرت جي رمز، ته اسان جو ڏاڏو علامه اسدالله شاهه "فدا" به گهر پرڻيو: پهرئين گهر مان کيس پٽ ڄائو، جنهن جو نالو منهنجي پيءُ جي نالي پٺيان الهه بخش شاهه رکيائين. اهو اڃا ننڍڙن ۾ ئي هو ته سنڌس ماءُ گذاري ويئي ۽ سار سنڀال سنڌس سڳي ماسيءَ جي ٻلي ٿي: جنهن سان پوءِ ڏاڏي جي شادي ٿي. ان گهر مان کيس به نياڻيون هڪ پٽ سيد فضل محمد شاهه (منهنجو پيءُ) ڄائو، ته ڏاڏا وفات ڪئي. پاڻو قاضيءَ کي به پهرئين گهر (ادي شمس النهار) مان سڪي پيني پٽ ڄائو، ته سنڌس نالو منهنجي پيءُ جي نالي پٺيان سيد الهه بخش شاهه رکيائين. هو اڃا سال جو مس هو، ته ادي شمس النهار وفات ڪئي ۽ سار سنڀال سنڌس سڳي ماسيءَ (ادي بي بي) جي ٻلي ٿي، جنهن سان پوءِ پاڻو قاضيءَ لائون لڌيون: ان گهر مان جڏهن کيس ٻن نياڻين ڪان پوءِ پٽ ڄائو ته پاڻ وفات ڪيائين:

لڌ يو لطيفن، پلاٽي پسند پيا،
هتان حبيبن، ڪونه ڏڪوئيو ڪڏهين.

ڊاڪٽر اسدالله شاهه "بيخود" حسيني صحيح معنيٰ ۾ هڪ عالم هو. لسانيات، اسلامي تواريخ، تصوف ۽ لاڪيٽي لطيف تي سنڌس ڪافي مطالعو هو. مون کي ياد آهي ته ڀٽ شاهه تي ادبي ڪانفرنس جي موقعي تي جڏهن پاڻ پهريون پيرو ايڏي وڏي اسٽيج (تڏهن ادبي ڪانفرنس آڊيٽوريم ۾ ٿيندي هئي) تي آيو ۽ "شاهه جي سسئي" جي عنوان سان مضمون پڙهيائين، تڏهن کيس ائين داد مليو هو، جيئن شعر تي داد ملندو آهي. ڊاڪٽر حسينيءَ "پيام غمگسار

عرف حافظ شاهه جو ڪلام"، "تذڪره شعراء ٺٽو"، "ڪليات دلگير" جهڙيون تصنيفون سنڌي ادب کي ڏنيون آهن، جن جي ڪري 'ادبي تواريخ' ۾ ڪيس سدائين ياد رکيو ويندو. شاهه تي لکيل مضمون ۽ ساٿاري اديبن تي لکيل خاڪا، سنڌس نثر جا شاهڪار آهن. شاعريءَ ۾ پاڻ بيت، غزل، ڪافي، نظم ۽ آزاد نظم جي صنفن تي لکيو اٿس. پڇاڙڪن ڏينهن ۾ ڊاڪٽر اسدالله شاهه "بيخود" حسيني، خانداني شجري جي فارسي متن کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري رهيو هو. ڊاڪٽر حسيني، نه رڳو اسان جي خاندان جي، بلڪ ٺٽو جي عالمن جي به جهڙوڪر آخري نشاني هو — ۽ سنڌس وفات سان ان سلسلي جي پڄاڻي ٿئي ٿي. هاڻي اسان جي خاندان ۾ اهڙي ڪابه هستي ڪانهي، جنهن سان ادب، ٻوليءَ ۽ ثقافت جي موضوع تي ڪا ڳالهه ڪري سگهجي!

٢٤ جولاءِ ١٩٨١ع جي صبح ساجهر پاڻ هي فاني جهان ڇڏيائين. اهو جمعي جو ڏينهن هو ۽ ٢١ رمضان ١٤٠١هه هئي ۽ حضرت علي عليه السلام جي شهادت جو ڏينهن هو. مقبري تائين سڄي واٽ مينهن پئي پيو، آخري رسمن ادا ڪرڻ کان پوءِ واپس ورندي به مينهن پئجي رهيو هو ۽ مون سوچيو: 'هي ڪهڙو مينهن آهي، جيڪو اسان تي وسي رهيو آهي!' ۽ مون بس ۾ ويٺل چهرن ڏانهن نهاريو ۽ ڏٺم ته هڪ چهرو، جيڪو سيني کان وڌيڪ روشن هو، هاڻ اسان ۾ نه رهيو هو، پر ان چهري جي ياد ذهن مان ڪڏهن به نه اجهامندي! مون بس جي دريءَ کان ٻاهر نهاريو ۽ سوچيو: 'ڪڏهن هن ئي گنجي ٽڪر تي سارنگ رُت ۾ ٻائو قاضي جيڏن سرتن سان پڪنڪ تي آيو هوندو ۽ ڳاڳيون ۽ مُنگها چونڊيا هوندئين — پلر جو پاڪ پاڻي پيتو هوندئين...!'

مون کي ٻائو قاضيءَ سان آخري ملاقات ياد اچي وئي. مون کيس ٻڌائڻ تي چاهيو ته ٺٽو تي هڪ طويل نظم شروع ڪيو اٿم ۽ ٺٽو تي ناول به لکڻ ٿو چاهيان! ان ڏس ۾ سنڌس راءِ وٺڻ ٿي گهريم؛ هونئن به ادب توڙي ذاتي مسئلن ۾ به سنڌس راءِ مون لاءِ سدائين اهم پئي رهي آهي؛ "تذڪره شعراء ٺٽو" جي نئين ايڊيشن بابت به ڳالهائڻو هو؛ پر آءٌ ڪيس ئي ٻڌندو رهيس... پاڻ چيو هئائين: "توهان تنقيد ۾ وچٿرو لهجو ڪتب آڻيو، جيئن 'منهنجي خيال ۾'... يا... 'آءٌ سمجهان ٿو'...!" بس لطيف آباد ڏانهن مڙڻ لڳي هئي ۽ مون سوچيو: 'اڄا هفتو کن اڳي ئي ته اسين ساڳئي گهر ٻائو قاضيءَ کي پٽ (سيد عون محمد شاهه) ڄائي جون مبارڪون ڏيڻ ويا هئاسين. ۽ هاڻ...!':

وشال آهه نيلاڻ آڪاش جي،
نه پڇرو نه پڇري ۾ آهي پکي!

---

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ٿي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاڻُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر ا سان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ڪي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن ڪي پڙهي سماجي حالتن ڪي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني ڪي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن ڪي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ ڪي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن ڪي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)